بيدل سائينءَ جو رسالو
مُرتب: اختر درگاهي
سال: 2011ع
تعداد: هڪ هزار
ڪمپوزنگ: فهيم منگي
ٽائيٽل ڊزائين: سعيد منگي
ڇپائيندڙ: بيدل يادگار ڪاميٽي
ڇپيندڙ: پوپٽ پرنٽنگ پريس، خيرپور
قيمت: 500 روپيه



**BEDIL SAIN JO RASAALO**
Compiled by: **Akhter Dargahi**
First Edition: October 2011
Quantity: 1000 Copies
Composing: Faheem Mangi
Title Design: Saeed Mangi
Published by: Bedil Yadgar Committee
Printed by: Popat Printing Press Khairpur
**Price Rs. 500/-**



درگاهہ بيدل بيڪس روهڙيءَ جو ٻاهريون ڏيکُ

# بيدل سائينءَ جو رسالو

## فهرست

## رسالي ۾ شامل ڪافين جي الف بي وار فهرست

## اداري پاران:

شاهہ جي رسالي ۽ سچل سائين جي رسالي کان پوءِ ”بيدل سائين جو رسالو“ سنڌ جي فڪري ۽ ادبي تاريخ ۾ خاص طور تي صوفياڻ ۽ ڪلاسيڪل شاعريءَ جي حوالي سان ٽيون وڏو اثاثو ۽ اُهڃاڻ آهي، جنهن کي سنڌ جي ناميارو محقق، اديب، شاعر ۽ تصوف جي ڄاڻو محترم اختر درگاهي نهايت عشق ۽ اُڪير سان مرتب ڪيو آهي. بيدل سائينءَ جي هن رسالي ۾ بيدل سائينءَ جو سمورو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام پيش ڪيو ويو آهي جنهن ۾ ترتيبوار سنڌي بيت ”وحدت نامو“، ”فرائض صوفيا“ ”سرود نامو“ (ڪافيون) سرائيڪي ڏوهيڙا ۽ سي حرفيون شامل آهن. بيدل سائين جو اهو ڪلام هن کان اڳ ۾ بہ مختلف حصن ۾ شايع ڪيو ويو هيو. سڀ کان پهريان گدومل هرجاڻي 1940ع ۽ 1943ع ۾، بولچند راجپال 1950ع ۾ ۽ آخري ڀيرو اُن کي مرحوم عبدالحسين شاه موسوي 1954ع ۾ ترتيب ڏنو جنهن جو ٽيون ڇاپو 1991ع ۾ پڻ پترو ٿيو. انهن ذڪر ڪيل ڪتابن ۾ جيتوڻيڪ بيدل سائينءَ جي سوانح عُمري ۽ ڪلام جا اهم پاسا اجاگر ٿيل آهن پوءِ بہ جيئن تہ اهو ڪم اڄ کان پورا 57 سال اڳ جو ٿيل هو، ان ڪري ضروري هو تہ ان کي جديد تقاضائن سان ۽ هيل تائين جي ڪيل نئين تحقيق جي روشنيءَ ۾ سهيڙجي.

محترم اختر درگاهي هن تاليف ۾ هڪ طرف بيدل سائينءَ جي سوانح حيات تي نئين انداز ۽ نئين تحقيق سان روشني وڌي آهي تہ ٻي طرف بيدل سائين جي ان ڪلام کي هن کان اڳ شايع ٿيل سمورن ڪتابن ۽ 8 قلمي نسخن سان ڀيٽائي ان جو مستند متن تيار ڪيو آهي جنهن لاءِ سندس مددگار بيدل سائينءَ جي ڪلام جو اهو اهم، معتبر ۽ مستند قلمي نسخو

ٻٽيو آهي جيڪو بيدل سائين جي فرزند ۽ طالب فقير محمد محسن بيڪس (وصال 1298هه) جي هٿ اکرن ۾ لکيل آهي.

بيدل يادگار ڪاميٽي جتي بيدل سائين جي ٻين تصانيف کي شايع ڪرائڻ جو هڪ اهم سلسلو شروع ڪيو آهي اُتي بيدل سائينءَ جو رسالو هڪ وڏي ۽ اهم ڪاميابي آهي.

محترم اختر درگاهيءَ جا هن کان اڳ بہ تحقيقي ڪتاب "بيدل جو اردو ڪلام" "تذڪره جانشاهي"، ديوان بيدل (اردو)، جانشاهي بزرگن جو ڪلام ۽ "بيدل بيڪس سڪايل" ڇپجي چڪا آهن جڏهن تہ "بيدل سائين جو رسالو" کيس سنڌ جي محققن جي پهرين قطار ۾ اچي بيهاريو آهي.

بيدل سائين جي رسالي کي خوبصورت شايع ڪرڻ تي بيدل يادگار ڪاميٽي محترم قربان منگي ۽ محترم فهيم منگي جو شڪريو ادا ڪري ٿي.

آڪٽوبر 2011ع

**بيدل يادگار ڪاميٽي**

# پيش لفظ

فقير قادر بخش بيدل، سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ عظيم صوفي ۽ وحدت الوجودي شاعر هجڻ سان گڏوگڏ برک ۽ بيمثال جيد عالم، باڪمال عارف، اعليٰ مفڪر، رنداني شخصيت جو مالڪ ۽ سالڪ ٿي گذريو آهي. فقير قادر بخش بيدل جي فَنَ ۽ فِڪر، علم ۽ فقر تي اسان جيترو به لکيو آهي يا جيترو به لکنداسون اهو سندس عِلمي، روحاني ۽ عارفاني شخصيت جو احاطو نه ڪري سگهندو. ان سلسلي ۾ هتي سندس فرزند، وارث ۽ سندس پهرين سوانح نگار فقير محمد محسن بيڪس جو چيل اهو ”وصال نامو“ پيش ڪجي ٿو جيڪو هُن پنهنجي والد بزرگوار ۽ پير مُغان بيدل سائينءَ جي وصال تي چيو آهي:

رمز رنديءَ جو عجائب روهڙيءَ ۾ راز هو
نالي بيدل بادشاهه بيشڪ اُتي شهباز هو.

موج مستيءَ ۾ سدا سلطان سرفراز هو
حلاج جي حالت ۾ هردم من خدا ممتاز هو.

پير مغان جي پيش هڪ حقيقت مجاز هو
هم اوست واري حال ۾ محمود سو اياز هو.

درد واري دين ۾ هو وير وحدت باز هو
عشق جي اوتار سان دلدار دست دراز هو.

هن تماشي گاهه ۾ اٿهٽ سندي آواز هو
مرضيءَ موجب پانهنجي سو سير صفاتي ساز هو.

سال ٻارهن سؤ اٺيانوي ۾ سوز گداز هو
سورهين ذوالقعد جي هاديءَ سندلو پرواز هو.

بيدل مُرشد منهنجو سائين غريب نواز هو
بيڪس خادم در سندس کي عشق جوآغاز هو(1)

بيڪس سائينءَ جي چيل انهيءَ ”وصال نامي“ ۾ ٻڌايو ويو آهي تہ بيدل سائين رندي رمز جو راز، موج ۽ مستيءَ ۾ سرفراز، منصور حلاج واري ڪيفيت ۾ ممتاز، صاحب حقيقت ۽ مجاز، هم اوست واري حال ۾ شهباز، درد واري دين ۾ وحدت باز ۽ عشق جي اوتار ۾ بلند پرواز هو.

بيشڪ فقير قادر بخش بيدل عشق جو امام، رندن جو رهنما، مستن جو مُهندار، منصور حلاج جو همراز ۽ مجاز کان حقيقت جي عرش تي اُڏامندڙ شهباز هو. هي تہ آهي بيدل سائينءَ جي روحاني ۽ رندي شخصيت جو ذڪر پر جيڪا ڳالهہ ڪيس سنڌ جي علمي تاريخ ۽ ادب ۾ مٿانهون مقام ڏياري ٿي اهوآهي سندس عظيم ۽ باڪمال صوفي شاعر ۽ وحدت الوجودي مفڪر هُجڻ. بيدل سائين سنڌ جي اَساسي ۽ عظيم شاعرن جي ان قطار ۾ نمايان نظر اچي ٿو جنهن قطار ۾ ڪانئس اڳ سنڌ جو سرتاج شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ حضرت سچل سرمست پنهنجي اعليٰ مقام ۽ فڪر سان موجود آهن. بيدل سائين پنهنجي پيش رو شاهہ لطيف ۽ سچل سائين جو تمام گهڻو عقيدت مند هيو ۽ سندن ئي فڪر ۽ فن جو تسلسل بڻيو، نہ صرف ايترو بلڪ بيدل سائين انهيءَ اعليٰ آدرشي فڪر ۽ خوبصورت فن کي زوردار نموني اڳتي پڻ وڌايو ۽ فڪري توڙي فني طرح نوان لاڙا پيدا ڪيا.

فقير قادر بخش بيدل نہ صرف سنڌي، سرائڪي، اردو، فارسي ۽ عربي ٻولين جو باڪمال شاعر هيو بلڪ اعليٰ پائي جو عالمُ، فاضل، مفسر، محدث ۽ نثر نويس پڻ هيوجنهن پنهنجي 59 سالن جي حياتيءَ ۾ رندي ۽ وحدت الوجودي ڪلام سان گڏوگڏ بيمثال عِلمي، روحاني ۽ عرفاني تصنيفون لکيون جن جو ذڪر اسان اڳتي هلي ڪنداسون.

”بيدل سائينءَ جو رسالو“، فقير قادر بخش بيدل جي اهڙي عظيم، اَساسي ۽ باڪمال شاعريءَ جو مجموعو آهي جنهن ۾ سندس سنڌيءَ سرائڪي ڪلام شامل آهي، جنهن جو تفصيل هيٺ ڏجي ٿو.

1. سرود نامو (سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون)
2. وحدت نامو (سنڌي بيت)
3. فرائض صوفيہ (سنڌي بيت)
4. ابيات سنڌي (متفرقا سنڌي بيت)
5. سرائڪي ڏوهيڙا ۽ سحرفيون.

فقير قادر بخش بيدل جو اهو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام گهڻا سال اڳ ئي شايع ٿي چڪو آهي ۽ ان ڪان اڳ جو ان ڪلام جي شايع ٿيل ڪتابن جو تفصيلي اڀياس ڪجي هتي انهن جو سرسري جائزو وٺجي ٿو.

1. دیوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عُمري ۽ سرود نامو (ٻن جلدن ۾): مؤلف گلومل هرجاڻي مطبوعا 41-1940ع

هن ڪتاب جي ٻنهي جلدن ۾ بيدل سائين جي سوانح عمري ۽ بيدل سائينءَ جون 255 سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون شامل آهن جڏهن ته وحدت نامو، فرائض صوفيا ۽ ابيات سنڌي هن ۾ شامل نه آهن.

2. سرود نامه: مؤلف گلومل هرجاڻي مطبوعا، مارچ 1942ع

هن ڪتاب ۾ مٿي ذڪر ڪيل ڪافين ڪانسواءِ سرائڪي ڏوهيڙا، سلوڪ، هڪ سحرفي ۽ ٻه اردو غزل شامل آهن.

3. وحدت نامه: مؤلف گلومل هرجاڻي مطبوعا، ڊسمبر 1943ع

هن ڪتاب ۾ بيدل سائينءَ جي وحدت نامي جا 149 بيت شامل آهن.

4. بيدل جو سنڌي ڪلام: مؤلف بولچند راجپال مطبوعا، 1950ع

هن ڪتاب ۾ بيدل سائين جي مختصر سوانح عمري ڪان سواءِ وحدت نامي جا 149 بيت، فرائض صوفيا جا 21 بيت، متفرقا 11 بيت 82 سنڌي ڪافيون، هڪ مرثيو ۽ منقبت شامل آهي.

5. ديوان بيدل: مؤلف عبدالحسين شاه موسوي پهريون ڇاپو 1954

هن ڪتاب ۾ بيدل سائينءَ جي تفصيلي سوانح عُمري ڪانسواءِ وحدت نامو (151 بيت) فرائض صوفيه (23 بيت) ابيات سنڌي (32 بيت)متفرقا (8 بيت) 316 سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون، 27 سرائڪي بيت، چار سرائڪي سحرفيون، 12 اردو غزل، سلوڪ، ٽي فارسي غزل، هڪ مخمس، تاريخهاي ۽ هڪ عربي غزل شامل آهي.

بيدل سائينءَ جي سنڌي ۽سرائڪي ڪلام جي انهن ذڪر ڪيل شايع ٿيل ڪتابن جا جيڪي قلمي ماخذ ۽ نسخا رهيا انهن جو وچور هن طرح آهي:

گلومل هرجاڻي واري ڇاپي ڪتاب جا قلمي ماخذ

1. قاضي پير محمد وارو قلمي نسخو
2. بيڪس سائينءَ جو دستخط لکيل ڪتاب
3. ڪنعئي جو قلمبند نسخو (2)

بولچند راجپال واري ڇاپي ڪتاب جا قلمي ماخذ

1. جيوڻ لعل وارو قلمي نسخو
2. فقير غلام علي مسرور وارو قلمي نسخو
3. قاضي پير محمد وارو قلمي نسخو
4. بيڪس سائينءَ وارو قلمي نسخو. (3)

عبدالحسين شاه موسوي واري ڇاپي ڪتاب جا قلمي ۽ ڇاپي نسخا

1. غلام مهدي قاضيءَ جو قلمي نسخو
2. ياتيا جهامنداس وارو قلمي نسخو
3. نواب علي شاه وارو قلمي نسخو
4. علي گل شاه وارو قلمي نسخو
5. فولاد فقير وارو قلمي نسخو
6. علي بخش ڪمتر وارو قلمي نسخو
7. سومر فقير جو بياض
8. ماستر ويرومل جو بياض
9. لکميچند ياتيا جو بياض

ڇاپي نسخا: 1. راجپال بولچند وارو ڇپيل ڪتاب 2. هرجاڻي گدومل وارو ڇپيل ڪتاب (4)

”بيدل سائينءَ جو رسالو“ مرتب ڪرڻ دوران راقم الحروف وٽ مٿي ذڪر ڪيل شايع شده ڪتابن ۾ ڏنل تذڪرن کان سواءِ جيڪي اهم قلمي ماخذ ۽ نسخا مطالعي هيٺ رهيا انهن جو وچور هن طرح آهي.

1. بيدل سائين جي فرزند فقير محمد مُحسن بيڪس جو لکيل قلمي نسخو سن 1294هه
2. فقير محمد مُحسن بيڪس جو لکيل هڪ ٻيو قلمي نسخو
3. قاضي غلام مهدي ۽ آخوند فيض محمد جو لکيل بياض
4. گوردنداس سوياڻي وارو قلمي نسخو
5. فقير غلام علي مسرور وارو قلمي نسخو
6. لطف علي عثمان سڪري وارو قلمي بياض
7. عبدالرحمٰن خانگڙهي وارو قلمي نسخو
8. آخوند نور محمد مهر وارو قلمي نسخو

”بيدل سائينءَ جو رسالو“ انهن سمورن قلمي نسخن ۾ شايع ٿيل ڪتابن سان ڀيٽي ۾ سنواري مُرتب ڪيو ويو آهي جنهن جو بنيادي ماخذ اسان

فقير محمد مُحسن بيڪس جي هٿ اکرن ۾ لکيل بيدل سائين جي ڪلام جو قلمي نسخو رکيو آهي ڇاڪاڻ تہ بيڪس سائين، بيدل سائينءَ جو فرزند، طالب ۽ شاگرد هيو تنهن ڪري سندس لکيل بيدل سائينءَ جي ڪلام جو نسخو سڀني کان وڌيڪ معتبر ۽ مستند آهي. بيدل سائينءَ جو اهو ڪلام، بيڪس سائينءَ جي ڪنن تي ننڍپڻ کان پيو جڏهن سندس والد ۽ پير مُغان اڃان وصال نہ فرمايو هيو ڀيو تہ بيڪس سائينءَ جو تعلق بيدل سائينءَ سان تمام ويجهو هو، پاڻ سندس ئي واٽ ۽ فڪر جو پانڌيئڙو ۽ سندس روحاني رمزن جو واقف هيو. تنهن ڳالهہ تہ بيڪس سائين بيدل سائينءَ جي ئي فيض سان پاڻ بہ عربي ۽ فارسي ٻولين جو ڄاڻو، عربي، فارسي اردو، سنڌي ۽ سرائڪي ٻولين جو باڪمال شاعر ۽ صوفيانہ شاعريءَ جي فڪر، اصطلاحن، اقوالن ۽ ٻين فني خوبين کان بخوبي باخبر هو. تنهن ڪري سمورن حوالن سان سندس لکيل بيدل سائينءَ جو ڪلام ڪنهن بہ شڪ شبي کان مٿي آهي. اسين هتي بيڪس سائينءَ جي لکيل بيدل سائينءَ جي ڪلام جي انهيءَ اهم ۽ مستند قلمي نسخي جو تعارف پيش ڪريون ٿا.

• بيڪس سائينءَ جي هٿ اکرن ۾ لکيل بيدل سائينءَ جي ڪلام جو اهم نسخو:

فقير محمد مُحسن بيڪس جي هٿ اکرن ۾ لکيل بيدل سائين جي ڪلام جو اهو اهم نسخو 209 صفحن تي مشتمل آهي جيڪو راقم الحروف کي موسوي خاندان جي چشم و چراغ سيد عبدالحسين شاہ موسوي ثاني طرفان عنايت ٿيو ۽ ٻہ ٽي سال مطالعي هيٺ رهيو بعد ۾ اها امانت مالڪن جي حوالي ڪري ان جي فوٽو ڪاپي پاڻ وٽ محفوظ ڪئي وئي. بيڪس سائينءَ پنهنجي خوبصورت هٿ اکرن سان هن نسخي جي شروعات فهرست سان ڪئي آهي ۽ ان جي مٿان هن طرح لکيو اٿائين:

”فهرست سرود نامہ حضرت پير مُغان جناب قدس الله روح قلبي فتوحہ اللهم اهدنا وفي عشق بہ بيڪس بخش بحرمت سيدنا محمد ڪريم صلي الله عليه وسلم.“(5)

بيڪس سائينءَ سرود نامي جي شروعات بيدل سائينءَ جي ”وحدت نامي“ کان ڪئي آهي پر بيڪس سائينءَ انهن بيتن جو سرو ”وحدت نامو“ نہ لکيو آهي پر ان جي جاءِ تي ”بيت“ لکيو اٿائين. ان بعد ڏوهيڙا، سنڌي بيت سلوڪ ۽ سرود نامي ۾ شامل سنڌيءَ سرائڪي ڪافيون شروع ٿين ٿيون جيڪي مختلف راڳن ۽ راڳڻين جي ترتيب سان لکيون ويون آهن ۽ خود فهرست ۾ ئي هر راڳ ۽ راڳڻيءَ جي ڪافين مٿان صفحو نمبر لکي نشاندهي ڪئي وئي آهي اهڙي طرح نسخي ۾ صفحي 25کان 136 تائين

ڪُل 18 راڳن ۽ راڳڻين تي مشتمل سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون گڏ ڏنيون ويون آهن جن جو ڪُل تعداد 305 ٿئي ٿو. بيڪس سائين سنڌي ۽ سرائڪي ڪافين کي ان دور جي رواج مطابق فارسي لپي ۾ لکيو آهي. ان بعد ٽي اردو غزل اچن ٿا ۽ صفحي 137 کان بيدل سائينءَ جون چار سحرفيون، صفحي 149 کان بيدل سائينءَ جو ڪتاب قصيده من تواريخ/تاريخهاي شروع ٿئي ٿو جيڪو صفحي 163 تي ختم ٿئي ٿو. صفحي 164 کان بيدل سائينءَ جا ڪُرسي نامہ، صفحي 166 تي بيدل سائينءَ جون چيل سندس ٻن فرزندن محمد مُحسن ۽ محمد فريد ۽ قاضي پير محمد جي ڇهين فرزندن جي ولادت جون تاريخون لکيل آهن. 168 صفحي کان بيدل سائينءَ جا فارسي "خطبت الجمعت" شروع ٿين ٿا جيڪي صفحي 183 تائين آهن. صفحي 184 تي بيدل سائين جو فارسي "قصيده در بيان عشق هير رانجها" ڏنو ويو آهي ۽ صفحي 190 تي بيدل سائينءَ جا فارسي ۾ لکيل "عقائد" آهن. اهڙي طرح صفحي 193 کان فارسي مخمس، فارسي غزل، قصيده، منقبت، سنڌي مرثيو، مناقب هندي لکي وئي آهي ۽ پوءِ بيدل سائين جا سنڌي بيت "فرائض صوفيا"آهن جن جو تعداد 21 آهي. ان بعد بيدل سائين جو فارسي غزل ۽ رُباعي ڏئي، ان جاءِ تي بيڪس سائين ان نسخي جو اختتام هن طرح ڪيو آهي.

"تمت تمام شد هٰذا ڪتاب رموز الوحدتہ و خروج من اڪثرت هم ساغر جامي ديوان بيدل نامي توحيد شمامي تصنيف جناب حضرت مرشد ڪريم پير مغان رحيم ڪشش نماني‌ده الي لاهوت و مئي بخشنده من خمخانہ باهوت هادي راه صفا و مرشد خدا نما پير طريقت سالڪان، رهبر معرفت عارفان قدس الله روح وافا ض علينا فتوح صورت اتمام و معني اختتام پزير رفت بتاريخ پانزدهم شهر ذوالقعد شريف 1294ھ بروز خميس بوقت نيم روز در موسم سياره، از دست مسڪين بيڪس غلام بيوس خادم عشاقان و طالب در ويشان لم يزلي في تقويم فقير محمد محسن سگ درگاهہ صاحبان ڪريمان صوفيان سرتاج مڪملان سرگروه بيسران قدس سره".

انهن اختتامي ڪلمات کان پوءِ بيڪس اڳتي بہ لکندو ويو آهي جنهن ۾ آخري ورق تي سندس لکيل فارسي دُعا ۽ فارسي شعر ۾ بيدل سائينءَ جي ڪلام جي انهيءَ نسخي جي تاريخ پڻ رقم ڪئي اٿائين. جيڪا هن طرح آهي:

چونڪہ گشتہ تمام این مڪتوب   از   يمن   شاه   معرفت   محبوب
ڪــرد پير مغان همين تصنيف   در   زبان   سنده   ڪافيات   شريف
گــشــت تــحــريــر از بــيــڪــس   از   عنايت   شہ   رقوم   اين   بس
ســال دو صد و از ده دران هنگام   بود   چارم   نود   ز   شرب   مدام
شهــر ذوالقعد پانزده تــاريــخ   روز   پنج   شبنہ   بود   آن   تاريخ
مــتــفــرم   بــســوئي   مــيــرانــپــور
بيڪس   خادم   است   هم   سگ   در.

ساڳي صفحي تي بيڪس سائين بيدل سائينءَ جي ولادت جو سن تاريخ ۽ پنهنجي فارسي مدح لکي آهي ۽ ان سان هي نسخو پورو ٿئي ٿو.

بيڪس سائينءَ نسخي جي شروعات ”سرود نامہ“ جي عنوان سان ڪئي آهي جنهن ۾ هن بيدل سائينءَ جو وحدت نامو ۽ ”سرود نامو“ يعني راڳ ۽ راڳڻين تي چيل سندس سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون لکيون، بعد ۾ جڏهن بيدل سائين جا ٻيا ٻہ ننڍڙا ننڍڙا ڪتاب جهڙوڪ ڪرسي نامہ، تاريخهاي، خطبات وغيره ۽ پڻ مخسمات ۽ ٻيو فارسي ڪلام لکيائين تہ پوءِ ان سموري بياضءَ مجموعي يعني سموري دفتر کي اختتاحي ڪلمات ۾ لکيائين ”ديوان بيدل“.(5) اسان هن کان اڳ بيدل سائينءَ جي سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام جي شايع ٿيل پنجن اهم ڪتابن جي فهرست پيش ڪئي آهي، هينئر مذڪوره شايع ٿيل ڪتابن جو بيدل سائينءَ جي ڪلام جي قلمي نسخن ۽ ماخذن جي روشنيءَ ۾ اڀياس پيش ڪريون ٿا جنهن مان اها خبر پوندي تہ آخر اسان کي ”بيدل سائينءَ جو رسالو“ مُرتب ڪرڻ جي ضرورت ڇو محسوس ٿي.

- <u>گدومل هرجاڻي جي تاليف ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عُمري ۽ سرود نامو:</u>

گدومل ڪنڻ مل هرجاڻي جو تعلق روهڙي شهر سان هو جنهن سڀ کان پهريان فقير قادر بخش بيدل جي ڪلام کي سندس سوانح عُمريءَ سان گڏ ٻن جلدن ۾ شايع ڪرائي منظر عام تي آندو ڪتاب جو نالو رکيائين. ”ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عُمري ۽ سرود نامو“ جنهن جو پهريون جلد 1940ع ۾ ۽ ٻيو جلد 1941ع ۾ شايع ٿيو. بيدل سائين جي سوانح عُمريءَ ۽ ڪلام جي پهرين ۽ قديم ڇاپي ڪتاب جي ناتي گدومل هرجاڻيءَ جي هن تاليف کي وڏي اهميت حاصل آهي. اهوئي سبب آهي جو ”بيدل يادگار ڪاميٽي“ ان ڪتاب جي ٻنهي جلدن کي ڪٺو ڪري گدومل هرجاڻيءَ جي سوانح عُمري سان گڏ 2007ع ۾ شايع ڪرايو آهي. گدومل هرجاڻي واري

تاليف ۾ بيدل سائينءَ جو ”سرود نامي“ تي مشتمل ڪلام شامل آهي البت گدومل هرجاڻي ڪتاب جو نالو ”ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عُمري ۽ سرود نامہ“ رکيو شايد ان ڪري جو ان وقت فارسيءَ جو دور هو ۽ فارسيءَ ۾ شاعريءَ جي گڏيل مجموعي کي”ديوان“ سڏيو ۽ لکيو ويندو هو بيڪس سائين بہ جڏهن پنهنجي نسخي ۾ بيدل سائينءَ جون مختلف تصنيفون ۽ مختلف صنفن کي قلم بند ڪيو تہ ان جي آخر ۾ ”ديوان بيدل“ رقم ڪيائين. گدومل هرجاڻي انهيءَ ڪتاب ۾ شامل ڪافين جي ترتيب اڳين قلمي نسختن تحت راڳ ۽ راڳڻين جي بنياد تي رکي، ڇاڪاڻ تہ بيدل سائين جون ڪافيون مختلف راڳن ۽ راڳڻين جي روپ يا بنياد تي چيل آهن. جن کي سنڌ جا فقير راڳي عام محفلن ۾ ڳائيندا رهيا آهن ۽ ڳائيندا رهن ٿا.

اهڙي طرح گدومل هرجاڻي پنهنجي تاليف ۾ بيدل سائينءَ جو 255 ڪافيون 18 راڳن ۽ راڳڻين بسونت، بهاڳ، مالڪوس، ڪامول، گوري، نٽ ڪلياڻ، پورب، سارنگ، ديسي، سهڻي، سسئي، سورٺ، آسا، بلاولي، ڏناسري، بروو، جهنگلو ۽ جوڳ ۾ ترتيب ڏنيون آهن.(6) اسان بيڪس سائين جي هٿ اکرن ۾ لکيل جنهن اهم قلمي نسخي جو ذڪر ڪيو آهي انهيءَ ۾ بہ اهي ساڳيا راڳ ۽ راڳڻيون آهن جن جي بنياد تي بيدل سائينءَ جون ڪافيون چيل آهن البت بيڪس سائين انهيءَ نسخي ۾ بيدل سائينءَ جون 305 ڪافيون ڏنيون آهن جڏهن تہ گدومل هرجاڻي ڪُل 255 ڪافيون ڏنيون آهن.

- <u>گدومل هرجاڻي جي تاليف ”وحدت نامہ“:</u> ”وحدت نامو“ بيدل سائينءَ جي چيل وحدت بابت ۽ همہ اوست واري فڪر تي سنڌي بيتن جو مجموعو آهي جنهن کي پڻ سڀ کان پهريان گدومل هرجاڻي ڪتابي شڪل ۾ 1943ع ۾ شايع ڪرايو. گدومل هرجاڻي وحدت نامي جا اهي ساڳيا 149 بيت ڏنا آهن جيڪي ان کان اڳ مختلف قلمي نسخن ۾ لکيا ويا آهن.(7)

- <u>بولچند راجپال جي تاليف ”بيدل جو سنڌي ڪلام“:</u> بولچند راجپال تہ گدومل هرجاڻيءَ کان بہ اڳ ۾ بيدل سائينءَ جي سوانح حيات ۽ ڪلام کي سهيڙڻ لاءِ ڪوششون ورتيون پر اها شيءِ گدومل هرجاڻي جي نصيب ۾ اچي وئي جو سندس ڪتاب اڳ شايع ٿي ويو بعد ۾ بولچند راجپال گدومل هرجاڻي جي تاليف کان ڏهہ سال پوءِ 1950ع ۾ ”بيدل جو سنڌي ڪلام“ سهيڙي پڌرو ڪيو، جنهن ۾ وحدت نامو ۽ فرائض صوفيا جي بيتن سان گڏوگڏ هڪ مرثيو هڪ منقبت ۽ بيدل سائينءَ جون 81 سنڌي ڪافيون شامل آهن جڏهن تہ ڪتاب ۾ بيدل سائين جي سوانح عُمري بہ لکي وئي آهي.

بولچند راجپال غلطيءَ وچان آخر ۾ 82 ڪافي طور مشهور شاعر ڪشنچند بيوس جي ڪافي بيدل سائين ڏانهن منسوب ڪري ڇڏي آهي جنهن جا ٻول آهن:

پکيئڙا ولر کان وڇڙيا وڃي اوڪيءَ منجهہ اڙيا.

ڪافيءَ جي هيٺان خود بولچند راجپال اهو نوٽ لکيو آهي تہ هيءَ ڪافي عام جام درسي ڪتابن ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿي پر ڪنهن بہ معتبر قلمي نسخي ۾ لکيل نہ آهي(8) مذڪوره ڪافي محمود شاه بخاري جي مُرتب ڪيل "ڪليات بيوس" ۾ ڪشنچند بيوس جي ڪافي طور پڻ شامل آهي.(9)

- عبدالحسين شاهہ موسوي جي تاليف "ديوان بيدل": گلومل هرجاڻي ۽ بولچند راجپال کان پوءِ بيدل سائينءَ جو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام مرحوم عبدالحسين شاه موسوي مرتب ڪيو. "ديوان بيدل" جي ٿي نالي سان ان تاليف کي سنڌي ادبي بورڊ پاران 1954ع ۾ شايع ڪيو ويو جڏهن تہ ان جا هيل تائين ٽي ڇاپا اچي چُڪاآهن. موسوي صاحب واري تاليف "ديوان بيدل" ۾ بيدل سائينءَ جو جيڪو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام شامل آهي ان جو تعداد گلومل هرجاڻي ۽ بولچند راجپال جي ڏنل ڪلام کان وڌيڪ آهي ڇاڪاڻ تہ هڪ طرف موسوي صاحب جي آڏو ان ڪلام جا ٻہ ڇاپي نسخا (گلومل وارو ۽ بولچند راجپال وارو) موجود هئا تہ ٻي طرف موسوي صاحب پنهنجي شوق، محنت ۽ اثررسوخ سان بيدل سائينءَ جو وڌيڪ ڪلام هٿ ڪري "ديوان بيدل" ۾شامل ڪيو، نہ صرف ايترو بلڪ موسوي صاحب بيدل سائين جي ٻين تصانيف مان نموني طور اردو غزل، سلوڪ، فارسي غزل ۽ مخمس پڻ پنهنجي تاليف جي زينت بڻايا ان سان گڏوگڏ بيدل سائينءَ جي فارسي شعرن ۾ ڇيل حضور اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم، اصحابن سڳورن، امامن پاڪن ۽ ٻين بزرگن جي وصال جون تاريخون، بيدل سائين جي عربي شعر جو نمونو ۽ ضميمي ۾ بيدل سائينءَ جي 28 تصانيف جو وچور پڻ پيش ڪيو(10) جڏهن تہ ان کان اڳ گلومل هرجاڻي بيدل سائين جي 18ڪتابن ۽ بولچند راجپال بيدل سائينءَ جي 11 ڪتابن جو ذڪر ڪيو هيو.

عبدالحسين شاه موسوي صاحب بيدل سائين جي سوانح عُمريءَ تي بہ ڪافي محنت ڪئي ۽ بيدل سائين جي ڪلام تي بہ محققانہ ۽ عالمانہ روشني وڌي آهي. انهن سمورين خوبين هوندي بہ موسوي صاحب واري تاليف "ديوان بيدل" ۾ ڪجهہ اهڙيون ڳالهيون نظر آيون آهن جن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ تمام ضروري آهي.

اسان هن کان اڳ اهو ٻڌائي چُڪا آهيون تہ بيدل سائين جي سنڌي ۽ سرائڪي ڪافين جي ڪتاب کي سمورن قلمي بياضن ۽ نسخن ۾ ”سرود نامي“ جوسِرو ڏنو ويو آهي نہ صرف ايترو بلڪ هر محقق ۽ سوانح نگار بيدل سائينءَ جي ”سرود نامي“ کي صرف ڪافين جو ڪتاب لکيو ۽ سڏيو آهي. خود موسوي صاحب پاڻ بہ ”ديوان بيدل“ ۾ ٽن جاين تي ”سرود نامي“ کي صرف ڪافين جو ڪتاب سڏيو آهي ۽ هن طرح لکيو آهي:

1. ”بيدل جيڪو سنڌي ۽ سرائڪي ۾ ڪلام چيو سو موزون بہ آهي غير موزون بہ. وحدت نامو دوهن جي صورت ۾ آهي ۽ سرود نامي ۾ ڪافيون آهن.“ (ڏسو ديوان بيدل مؤلف عبدالحسين شاه موسوي صفحو 56 ڇاپو ٽيون 1991ع)

2. ”سرود نامو جو فقط ڪافين جو مجموعو آهي“ (حوالو ساڳيو صفحو 48)

3. ”فقير صاحب سنڌي يا سرائڪي زبان ۾ ڪو نثر ۾ ڪتاب ڪونہ لکيو. سندس نظم ۾ ڪتاب آهن. 1. وحدت نامو (سنڌي) 2. فرائض صوفيا 3. سرود نامہ: سنڌي ۽ سرائڪي ڪافين جو مجموعو. از انسواء سحرفيون مناقب، مرثيہ ۽ ڏوهيڙا چيا اٿس.“ (حوالو ساڳيو صفحو 278)

اصل ۾ ”سرود“ هڪ ساز جو قسم آهي ۽ سرود نامي جي نالي مان ئي ظاهر آهي تہ اهو ڪلام جيڪو موسيقيءَ جي مختلف سُرن ۽ راڳن جي بنياد تي لکيل هُجي. بيدل سائينءَ جون سنڌي ۽ سرائڪي ڪافيون جيئن تہ راڳداري جي اصولن تحت 18 مختلف راڳن ۽ راڳڻين جي روپن ۽ بنياد تي چيل آهن انهيءَ ڪري ڪافين جي مجموعي کي ”سرود نامو“ نالو ڏنوويو اهوئي سبب آهي جو بيڪس سائينءَ توڙي ٻين ڪاتبن جي نقل ڪيل قلمي نسخن ۾ ”سرودنامي“ جي هرڪافيءَ مٿان ان جو مخصوص راڳ يا راڳڻي لکي وئي آهي. بعد ۾ بيدل سائين جي انهن ڏوهيڙن ۽ سحرفين کي بہ ”سرود نامي“ ۾ شامل ڪيو ويو جيڪي پڻ موسيقيءَ جي اصول مطابق ڪن خاص راڳن جي بنياد تي چيا ويا. جڏهن تہ ڪن صنفن کي وري الڳ حيثيت بہ حاصل رهي جئن وحدت نامو ۽ فرائض صوفيا. موسوي صاحب جي تاليف کان اڳ شايع ٿيل توڙي قلمي نسخن ۾ بہ بيدل سائينءَ جي ڪافين کي راڳ ۽ راڳڻين جي ترتيب ڏني وئي آهي، ان لحاظ کان موسوي صاحب کي بہ اهوئي گهربو هو تہ هو بہ ”سرود نامي“ جي ڪافين کي راڳ ۽ راڳڻين جي بنياد تي ترتيب ڏي ها، پر موسوي صاحب تہ ”ڪافين“ کي رديف وار رکي سرود نامي

جي اصل حيثيت ۽ ترتيب کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ انکي ستو سنئون "ديوان" جي شڪل ڏئي ڇڏي جڏهن ته رديف وار ديوان غزلن جو ٿيندو آهي نه ڪي ڪافين جو، ڇاڪاڻ ته ڪافين ۾ قافيو ٿيندو آهي يا وراڻي. جي موسوي صاحب ڪافين جي وراڻيءَ کي رديف سمجهيو آهي ته پوءِ ان سلسلي ۾ اهو عرض ڪبو ته موسوي صاحب واري ديوان بيدل ۾ 200 کان مٿي ڪافيون اهڙيون آهن جن ۾ صرف قافيو آهي ۽ انهن جو ڪوبه رديف يا وراڻي ناهي ته پوءِ انهن کي قافيه وار لکڻ کپندو هو نه ڪي رديف وار. ٻي اهم ڳالهه ته بيدل سائين جي ڪجهه ڪافين ۾ آوازي قافيا به استعمال ٿيل آهن مثال طور: موسوي صاحب واري ديوان بيدل جي ڪافي نمبر 27 ۾ هڪ قافيو "س" جو آهي ته ٻيو "ث" جو ، اهڙي طرح ڪافي نمبر 29 ۾ ڪجهه قافيا "س" جا آهن ته هڪ قافيو "ش" جو آهي. پوءِ ان جو فيصلو ڪيئن ڪبو ته ڪهڙي رديف يا قافيي جي ڪافي آهي. نتيجي طور موسوي صاحب آوازي قافين کان لاتعلق ٿي ڪافي نمبر 27 ۽ 29 کي رديف "س" ۾ شامل ڪيو آهي ٻي پاسي ڪافي نمبر 137 رديف "ب" ۾ شامل ڪئي وئي آهي جڏهن ته ان جو هڪ قافيو "پ" جو به آهي. ان ڳالهه جو احساس موسوي صاحب کي اڳتي هلي ٿيو آهي جو هن ڪافي 162 کي ٻن رديفن "ر" ۽ "ڙ" ۾ ڇاٽايو آهي ڇاڪاڻ ته ان ڪافيءَ جو هڪ قافيو "ر" ته ٻيا قافيا "ڙ" جا آهن. ان مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته اساسي شاعرن جي ڪافين کي زبردستي رديف وار بنائڻ درست نه آهي.

- <u>بيدل سائينءَ ڏانهن منسوب ڪلام:</u> مرحوم عبدالحسين شاه موسوي واري تاليف "ديوان بيدل" ۾ بيدل سائينءَ ڏانهن منسوب ڪجهه اهڙو ڪلام به اچي ويو آهي جيڪو بيدل سائينءَ جو چيل نه آهي ۽ بغير تحقيق جي شامل ڪيو ويو آهي. اهڙي ڪلام جو تفصيل وار ذڪر ڪجي ٿو.

<u>وحدت نامو:</u> بيدل سائينءَ جو چيل "وحدت نامو" سنڌي بيتن جو مجموعو آهي جنهن ۾ ڪُل 149 بيت آهن. ۽ ان جي شروعات هن بيت سان آهي.

هستيءَ کي هم اوست ۾ ڪيو گُم جنين
ڏٺو ترت تنين اڪين شعاع شهود جو.

وحدت نامي جو آخري يعني 149 هون بيت هن طرح آهي.

تماشو هر طور ۾ صوفي سدائي
ٻوڙي ٻيائي همه کي حق چوي.

بيدل سائين جي ڪلام جي سمورن قلمي نسخن ۽ بياضن ۾ جن جو ذڪر اسين مٿي ڪري آيا آهيون ويندي بيڪس سائينءَ جي لکيل نسخي ۾ ”وحدت نامي“ جا اهي 149 بيت ئي نقل ڪيا ويا آهن. ٻي پاسي گلومل هرجاڻي توڙي بولچند راجپال جي شايع ٿيل تاليفن ۾ پڻ وحدت نامي جا اهي ئي 149 بيت ڏنا ويا آهن مگر عبدالحسين شاه موسوي صاحب ”وحدت نامي“ جي آخر ۾ ٻه ٻيا بيت به شامل ڪيا آهن جن جو نمبر 150 ۽ 151 هون آهي جيڪي هتي ڏجن ٿا:

تـمـاشـو هـر طـور ۾ صـوفـيءَ جـو صـدبـار
ڪري ڏڙ سسيءَ ڪون ڏار پڇيائين پوءِ پورب کي.

بيدل جا هي بيت تلقين رباني
ڪري عياني ڇڏئين راز رندن جو.

پهريون بيت فني حوالي سان به وحدت نامي جي ٻين بيتن کان وزن ۽ بحر ۾ ڪمزور آهي جڏهن ته ٻيو ۽ آخري بيت ۾ ائين لڳي ٿو ته ڇڻ ڪنهن پڙهندڙ يا ڪاتب وحدت نامي جي بيتن کان متاثر ٿي ڪري پنهنجي طرفان اهو بيت لکيو هُجي. ٻي پاسي موسوي صاحب به انهن بيتن متعلق ڪو حوالو يا ڪنهن نسخي جو نالو نه ڄاڻايو آهي ته ڪيس اهي بيت ڪٿان مليا. بهرحال انهن بيتن تي اڃان وڌيڪ تحقيق ڪرڻ جي ضرورت آهي.

## ابيات سنڌي

مرحوم عبدالحسين شاه موسوي جي تاليف ”ديوان بيدل“ جي ابيات سنڌي واري حصي ۾ پنج بيت اهڙا شامل آهن جيڪي پڻ بيدل سائينءَ جا چيل نه آهن ۽ بيدل سائينءَ جي ڪلام طور شامل ڪيا ويا آهن. اهي پنج ئي بيت ”ابيات سنڌي“ حصي جا پهريان پنج بيت آهن جيڪي هتي ڏجن ٿا.

1. ڇڏيائون سڀ سانگ ڪندا ڪوهه نماز کي
جيڏانهن عَالمَ آسرو تيڏانهن ڪن نه تانگهه
نه ڪي پرن ڪلمو نه ڪي هڻن ٻانگ
لاهوتي بي لانگ عدم ڪون اڳي ويا.

2. ڳجهه ته ڳرين لاءِ ڪڻ بورائو باز کي
آهي تنهن انڌيءَ جي جيفي پاسي جاءِ
وڃو ڪاڄ اُٿائين ڪاءِ هو جو ڪُوٺَ ڪتن جو.

3. ڪاريھر جي ہر ۾ جيڪو وجھي ہانھن
جي نہ ڪرائي دانھن تہ ڪاريھر ڪيئن ڪوٺجي

4. ڪاريھر جي ہر ۾ جيڪو وجھي پير
جي نہ ورائي وير تہ ڪاريھر ڪيئن ڪوٺجي.

5. ڪاريھر جي ہر ۾ جيڪو ڪري لنگھہ
جي نہ چرائي چنگھہ تہ ڪاريھر ڪيئن ڪوٺجي.

اھي پنج ئي بيت اسان جي مطالعي ھيٺ آيل بيدل سائينءَ جي ڪلام جي ڪنھن بہ قلمي نسخي ۾ موجود ناھن، نہ ئي بيڪس سائينءَ پنھنجي قلمي نسخي ۾ نقل ڪيا آھن ۽ نہ ئي موسوي صاحب جي تاليف کان اڳ بيدل سائينءَ جي ڪلام جي ڪنھن ڇاپي نسخي ۾ آھن. اصل ۾ انھن بيتن مان پھريان ٻہ بيت حضرت شاھ عبداللطيف ڀٽائيءَ جا ۽ آخري ٽي بيت بيڪس سائينءَ جا آھن جن جي وضاحب ھن ريت ڪجي ٿي.

پھريان ٻہ بيت بيدل سائينءَ خود پنھنجي تصنيف "پنج گنج" ۾ شاھ لطيف جي ڪلام طور شامل ڪيا آھن. "پنج گنج" بيدل سائينءَ جي اھم فارسي تصنيف آھي جنھن ۾ تصوف جي سبقن کي چاليھن درجن ۽ پنجن دليلن ۾ ورھايو ويو آھي ۽ ان جي چوٿين دليل طور شاھ لطيف جو ڪو سنڌي بيت بيان ڪيو ويو آھي اھڙي طرح اھي ٻئي بيت بيدل سائينءَ جي ڪتاب پنج گنج ۾ شاھ لطيف جي ڪلام طور پڙھي سگھجن ٿا. جنھن لاءِ ڏسو مرحوم سبحان بخش قريشيءَ جو ترجمو ڪيل ڪتاب "پنج گنج" مطبوعا 1976ع جو درجو اٺيھون صفحو 192 ۽ درجو پنجٽيھون صفحو 218، 219.

آخري ٽي بيت جيڪي پڻ "ديوان بيدل" ۾ شامل ڪيا ويا آھن اھي بہ بيدل سائينءَ جا نہ بلڪ بيڪس سائينءَ جا آھن ڇاڪاڻ تہ ھڪ طرف اھي بيت بيدل سائينءَ جي ڪلام جي ڪنھن بہ قلمي نسخي ۾ موجود ناھن جي ھُجن ھا تہ ان جو حوالو موسوي صاحب ضرور ڏي ھا ٻي پاسي اسان کي اھي بيت بيڪس سائينءَ جي ڪلام جي ھڪ اھم قلمي نسخي ۾ نقل ڪيل مليا آھن. راقم الحروف وٽ بيدل سائينءَ جي وڏي معتقد فقير غلام علي مسرور (وصال 1953ع) جي ھٿ اکرن ۾ بيدل سائينءَ ۽ بيڪس سائينءَ جي ڪلام جي بياض جو نقل موجود آھي جنھن ۾ مسرور فقير بيدل سائينءَ جون اڪثر تصنيفون ۽ ڪلام نقل ڪيو آھي ۽ بيڪس سائينءَ جو ڪلام پڻ لکيل آھي جيڪو بياض جي صفحي 219 کان صفحي 245 تائين آھي. مٿي بيان ڪيل

ٽن بيتن مان بيت نمبر 3 ۽ بيت نمبر 4 بيڪس سائينءَ جي ڪلام واري حصي ۾ بيڪس سائينءَ جي ڪلام طور نسخي جي صفحي 230 ۽ 231 تي لکيو ويو آهي ۽ جيئن تہ انهيءَ سلسلي جو ٻيون بيت بہ وراڻيءَ، ٻوليءَ ۽ خيال جي لحاظ کان ساڳيو ئي آهي تنهن ڪري اهو بيت بہ بيڪس سائينءَ جو ئي ٿي سگهي ٿو.

## ڪافيون

مرحوم عبدالحسين شاهہ موسوي واري تاليف ديوان بيدل ۾ هڪ اهڙي ڪافي پڻ ڏني وئي آهي جيڪا بيدل سائينءَ جي چيل ناهي ۽ غلطيءَ وچان ديوان بيدل جي ڪافين واري حصي ۾ پهرين ڪافي طور شامل ٿي وئي آهي. اها ڪافي هيءَ آهي:

پکيڙا ولر کان وڇڙيا وڃي اوکيءَ منجهہ اڙيا
زهري زلف زوراور جا توکي ڌهرا دام پيا.

مذڪوره ڪافي سڀ کان پهريان بولچند راجپال پنهنجي تاليف "بيدل جو سنڌي ڪلام" مطبوعا 1950ع ۾ آخري ڪافي طور شامل ڪئي جنهن جو ذڪر اسين هن کان اڳ بہ ڪري چُڪا آهيون. اها ساڳي ڪافي موسوي صاحب پنهنجي تاليف "ديوان بيدل" ۾ پڻ ڏئي ڇڏي سو بہ پهرين ڪافيءَ طور. اصل ۾ اها ڪافي ڪشنچند بيوس جي آهي ۽ سنڌس شاعريءَ جي ڇپيل ڪتاب "ڪليات بيوس" ۾ پڻ شامل آهي جنهن لاءِ ڏسو "ڪليات بيوس" جو صفحو 61 مُرتب ڊاڪٽر محمود شاهہ بُخاري مطبوعہ 1991ع.

## تصحيح

راقم الحروف هن کان اڳ پنهنجي هڪ مضمون "ديوان بيدل جو اڀياس" مطبوعا ٽماهي "مهراڻ" ڄامشورو جولاءِ / ڊسمبر 1993ع ۾ موسوي صاحب واري "ديوان بيدل" ۾ شامل ٻہ ٻيون ڪافيون بہ بيدل سائينءَ ڏانهن منسوب ڄاڻايون هيون جيڪي آهن:

ڪافي 1. دم دم دلبر ڪاڻ سڪ سهڻيءَ کي سير گهرڻ جي.

ڪافي 2. پاڻ تو پيدا ڪيو ڪن مون چيئہ انسان ڪر.

پهرين ڪافي متعلق اهو چيو ويو هيو تہ اها ڪافي بيدل سائينءَ جي چيل نہ آهي ڇاڪاڻ تہ ان وقت تائين مذڪوره ڪافي بيدل سائينءَ جي ڪلام جي ڪنهن بہ قلمي نسخي ۾ موجود ڏٺي نہ وئي هئي. جڏهن تہ اها ساڳي ڪافي روهڙي تعلقي جي هڪ ٻي درويش شاعر "مير عبدالقادر" ڏانهن پڻ منسوب هئي جو سنڌ جي برک محقق مرحوم ڊاڪٽر ميمڻ

عبدالمجيد سنڌي پنهنجي هڪ ادبي ڪتاب "جوتيون جواهرن جون" مطبوعا 1975ع ۾ مذڪوره ڪافي "مير عبدالقادر" جي ڇاڻائي ۽ ايترو به لکي ويو ته اها ڪافي "ديوان بيدل" ۾ ڀُل وچان اچي وئي آهي. راقم الحروف ڪي اڄ اها تصحيح ڪندي ۽ اعتراف ڪندي خوشي ٿي رهي آهي ته مذڪوره ڪافي "دم دم دلبر ڪاڻ سڪ سُهڻيءَ کي سير گهرڻ جي"بيدل سائين جي ئي آهي ۽ ان جو ثبوت اهو مليو آهي ته راقم الحروف کي محترم دوست انجنيئر نجيب احمد گهمرو رهندڙ حال خيرپور ميرس وٽان بيدل سائينءَ جي ڪلام جي هڪ اهم قلمي نسخي جي فوٽو ڪاپي عنايت ٿي آهي جنهن جي مُهڙ ۾ بيڪس سائينءَ جي هٿ اکرن ۾ اها ڪافي لکيل آهي جنهن ۾ بيدل سائين پنهنجو نالو "عبدالقادر" استعمال ڪيو آهي. جيئن ته بيڪس سائين "مير عبدالقادر" کان اڳ ٿي گذريو آهي تنهن ڪري اهو ميٽو پوندو ته بيڪس سائين جي لکيل اها ڪافي مير عبدالقادر جي نه بلڪ بيدل سائينءَ جي آهي. جيتري قدر ڪافي "پاڻ تو پيدا ڪيو ڪن مون چَيئہ انسان ڪر" جو تعلق آهي ته اها ڪافي به اجان تائين سواليہ بڻيل آهي ۽ اسان کي بيدل سائينءَ جي ڪلام جي ڪنهن به قلمي نسخي ۾ ملي نه سگهي آهي پر جيئن ته انهيءَ ڪافيءَ جي ڪنهن ٻي شاعر جو به پتو پئجي نه سگهيو آهي تنهن ڪري ان ڪافيءَ متعلق اجان وڌيڪ تحقيق جي ضرورت آهي.

## اڌو اڌ ڪافيون

مرحوم عبدالحسين شاه موسوي جي تاليف "ديوان بيدل" ۾ ڪافين واري ڀاڱي ۾ بيدل سائينءَ جون ڪُل 322 ڪافيون ڏيکاريون ويون آهن جن ۾ هڪڙو اردو غزل "بيرنگ آسما رها سهس رنگ مين" به آهي جيڪو بيدل سائينءَ جي شايع ٿيل اردو ديوان ۾ پڻ شامل آهي. تنهن ڪانسواءِ باقي 321هن ڪافين ۾ ٻي ڪافيون ٻيل ڏنيون ويون آهن يعني ٽن ڪافين کي اڌو اڌ ڪري ڇهن ڪافين جي روپ ۾ شامل ڪيو ويو آهي. انهن مان پهرين ڪافي نمبر 13 آهي جيڪا صفحي نمبر 116 تي آهي، اها ڪافي نامڪمل آهي جڏهن ته اها ساڳي ڪافي مڪمل مصرعن سان صفحي نمبر 121 تي ڏني وئي آهي جنهن جو نمبر 62 آهي. يعني ڪافي نمبر 13 ختم ڪري نمبر 62 برقرار رهڻ گهرجي. ٻي ڪافي جنهن جو ديوان بيدل ۾ ڪافي نمبر 116 آهي ۽ صفحي 162 تي ڏني وئي آهي اها ڪافي پڻ نامڪمل آهي، اها ساڳي ڪافي مڪمل مصرعن سان صفحي نمبر 129 تي ڏني وئي آهي جنهن جو نمبر 135 آهي يعني ڪافي نمبر 116 ختم ڪري ڪافي نمبر 135 برقرار

رهڻ ڪپي. ٽئين ڪافي جنهن جو نمبر 269 آهي ۽ صفحي 219 تي ڏني وئي آهي اها ڪافي پڻ نامڪمل ٻاڊو اڌ شايع ڪئي وئي آهي، ساڳي ڪافي مڪمل طور تي ”ديوان بيدل“ جي صفحي 240 تي ڏني وئي آهي جنهن جو نمبر 318 آهي. يعني ڪافي نمبر 259 ختم ڪري ڪافي نمبر 318 برقرار رهڻ گهرجي. اهڙي طرح جيڪڏهن موسوي صاحب واري ”ديوان بيدل“ مان هڪ اردو غزل، هڪ ڪشنچند بيوس جي ڪافي ۽ اهي ڊبل ڪافيون ڪيجن ٿيون تہ پوءِ ڪل ڪافين جوتعداد 317 بيهي ٿو.

## ڪلام جون مختلف پڙهٽيون

بيدل سائينءَ جي سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام جي شايع ٿيل سمورن ڪتابن کي جيڪڏهن اسين بيڪس سائينءَ جي هٿ اکرن ۾ لکيل بيدل سائينءَ جي ڪلام جي قلمي نسخي سان ڀيٽايون ٿا تہ ڪلام جي پڙهٽين ۾ ڪافي فرق نظر اچي ٿو ۽ ان حوالي سان اسان کي بيدل سائينءَ جي ڪلام جو بيڪس سائينءَ وارو متن ٻئان جون پڙهٽيون وڌيڪ مستند نظر اچن ٿيون. گدومل هرجاڻي توڙي بولچند راجپال اهو ڄاڻايو آهي تہ وٽن جيڪي قلمي ماخذ هئا انهن ۾ هڪ نسخو بيڪس سائينءَ جي هٿ اکرن جو بہ هُيو جڏهن تہ عبدالحسين شاه موسوي صاحب کي ديوان بيدل جي پهرين ڇاپي مُرتب ڪرڻ وقت بيڪس سائينءَ وارو قلمي نسخو ملي نہ سگهيو هيو بعد ۾ ”ديوان بيدل“ جي ٻي ڇاپي کان اڳ موسوي صاحب کي مذڪوره بيڪس سائينءَ وارو نسخو ملي ويو جنهن جو اظهار ”ديوان بيدل“ جي ٻي ڇاپي مطبوعہ 1961ع جي ديباچي ۾ هن طرح ڪيو اٿائين ”سن 1955ع ۾ بيڪس جي دستخط ”ديوان بيدل“جي نسخي جي خبر پئي جو خريد ڪري پاڻ وٽ محفوظ رکيو ويو تہ ٻي ڇاپي وقت ساڻس ڀيٽي ڇپٽو ڏبو. اها خبر سيڪريٽري صاحب سنڌي ادبي بورڊ کي ڪئي وئي جنهن پڻ انهيءَ خيال جي تائيد ڪئي ۽ مونکي وقت اچڻ تي ڪتاب ڀيٽڻ لاءِ ڏياري موڪليو. قلمي نسخي سان ڀيٽ ڪندي مختلف پڙهٽين ڪانسواءِ هڪ ڪافي ڪم نظر آئي جا درج ڪئي وئي آهي.“(12) هتڙ ائين ڪپندو هيو تہ موسوي صاحب بيڪس سائينءَ جي نسخي جي متن کي اهميت ڏي ها ۽ ان جون پڙهٽيون برقرار رکي ها مگر موسوي صاحب بيڪس سائين جي پڙهٽين کي حاشيي ۾ ڏئي ڇڏيو ۽ پنهنجي متن کي ئي برقرار رکيو نتيجي طور موسوي صاحب واري متن ۾ بيدل سائينءَ جي ڪلام جون گهٽيون غلط پڙهٽيون شامل ٿي ويون آهن جيڪي بيڪس سائين جي نسخي ۾ وڌيڪ درست آهن. ائين بہ ناهي تہ

ڪو موسوي صاحب وٽ وقت گهٽ هيو. ڇاڪاڻ تہ اسان ڏسنداسون تہ موسوي صاحب ٻي ڇاپي ۾ ديوان بيدل جي پهرين ڇاپي جون ڪافي غلطيون دُرست ڪيون آهن. مثال طور: ديوان بيدل جي پهرين ڇاپي مطبوعا 1954ع جي صفحي 232 تي سرائڪي ڪافين واري حصي ۾ هڪ اردو غزل ڏنل آهي "دو جگ ڪا بادشاه هي مست شراب عشق" اهو غزل ديوان بيدل جي ٻي ڇاپي مان خارج ڪري ڇڏيائين. ان ڪان سواءِ پهرين ڇاپي جي ضميمي ۾ شامل ڪافين ڪي متن ۾ مناسب هندن تي رکيو اٿائين. ديوان بيدل جي پهرين ڇاپي جي صفحي 261 تي سنڌي ڪافي "سر سبحاني آهيان" سرائڪي ڪافين واري حصي ۾ آهي هن کي درست ڪري ٻي ڇاپي ۾ سنڌي حصي ۾ آندو ويو آهي جڏهن تہ هڪ ٻي سنڌي ڪافي "جالي ساڌو مين سنسار" درست تي نہ سگهي جو اها اڃا تائين ديوان بيدل جي ٽئين ڇاپي ۾ بہ سرائڪي ڪافين واري حصي ۾ آهي. تنهن ڪان سواءِ موسوي صاحب ديوان بيدل جي پهرين ڇاپي ۾ ڏنل ڪن ڪافين جي متن ۾ پڻ ٻي ڇاپي ۾ تبديليون ڪيون آهن مثال طور: ديوان بيدل جي پهرين ڇاپي ۾ هڪ سرائڪي ڪافي هن طرح آهي:

مين نون چاڪ نہ ڇاٽين شاه هزارا بہ مين هون

اها ساڳي ڪافي ديوان بيدل جي ٻي ڇاپي ۾ هن طرح آهي.

مين نون چاڪ نہ ڇاٽين شاه هزارا مين هون.

ديوان بيدل جي پهرين ڇاپي ۾ هڪ سنڌي ڪافي هن طرح آهي.

آهيان نور نفيس جوڙيم جڳت ساري.

اها ساڳي ڪافي ديوان بيدل جي ٻي ڇاپي ۾ هن طرح آهي

آهيان نور نفيس، جوڙيم جوڙ جڳت جي ساري.

بهرحال جيڪڏهن وقت سر بيڪس سائينءَ جي نسخي جي مدد سان بيدل سائينءَ جي ڪلام جو صحيح متن تيار ڪجي ها تہ بهتر ٿئي ها ڇاڪاڻ تہ بيڪس سائينءَ جي نسخي ۾ آيل بيدل سائين جي ڪلام جي پڙهڻين ۾ ۽ موسوي صاحب واري "ديوان بيدل" جي پڙهڻين ۾ ڪافي جاين تي گهڻو فرق نظر آيو آهي، ڪٿي تہ اهو فرق هلڪو ڦلڪو آهي پر ڪن ڪن جاين تي ايڏو فرق آهي جو ان سان بيدل سائينءَ جي فڪر تي تي منفي اثر پوي ٿو. راقم الحروف تہ بيدل سائينءَ جي سمورن قلمي توڙي ڇاپي نسخن سان ڀيٽ ڪري اهڙيون پنج سؤ ڪان بہ وڌيڪ مختلف پڙهڻيون نوٽ ڪيون آهن جن کي هن رسالي جي حاشيي ۾ ڏسي ۽ پڙهي سگهجي ٿو. هتي

اسان صرف موسوي صاحب واري ”ديوان بيدل“ جي متن سان بيكس سائينءَ جي نسخي کي پيش ڪري مختلف پڙهڻين جا مثال پيش ڪريون ٿا جن مان اها خبر پوي ٿي تہ بيكس سائينءَ جي نسخي جون پڙهڻيون وڌيڪ مستند آهن.

موسوي صاحب واري ”ديوان بيدل“ ۾ وحدت نامي جو هڪ بيت هن طرح آهي:

هُو ويچارن واهرو مسڪينن ملجاء
وجي آڳهہ اُن جي سُور سيئي سلجاء
تنهن ريتيءَ سان رلجاء جاپٽي پرينءَ جي پير جي.

بيكس سائين اهوبيت هن طرح لکيو آهي جيڪو وڌيڪ صحيح آهي.

هو ويچارن واهرو مسڪينن ملجاء
وجي آڳهہ اُن جي سور سيئي سلجاء
تنهن رتيءَ سان رلجاء جا پٽي پرين جي پير جي.

موسوي صاحب واري ”ديوان بيدل“ ۾ وحدت نامي جو هڪ بيت هن طرح آهي.

لنگهي ويو نوڪنڊ کون نانگن سندونشان
نفي ۽ اثبات کون پري پَيَن پرياڻ
پاٽون پاسي پاڻ آديسي آرام ٿيا.

بيكس سائين اهو بيت هن طرح لکيو آهي جيڪو وڌيڪ صحيح آهي.

لنگهي ويو نوڪنڊ کون نانگن سندو نشان
نفي ۽ اثبات کون پري پين پرياڻ
پاٽئون پلي پاڻ آديسي آرام ٿيا.

هيئنئر موسوي صاحب واري ڇاپي نسخي ”ديوان بيدل“ ۾ آيل ڪلامءِ بيكس سائينءَ جي لکيل قلمي نسخي ۾ بيدل سائين جي ڪلام جي ڪن مختلف پڙهڻين کي پيش ڪجي ٿو جن مان خبر پوندي تہ بيكس سائينءَ جي پڙهڻين ۽ موسوي صاحب جي پڙهڻين ۾ ڪيڏو فرق آهي هتي اسان ڪجهہ مثال ڏيون ٿا باقي مختلف پڙهيون هن رسالي جي حاشيي ۾ ڏنيون ويون آهن. هيٺ ڏنل مثالن ۾ اوهان غور سان ڏسندؤ تہ معنيٰ، مفهوم توڙي فني حوالي سان بہ موسوي صاحب واريون پڙهڻيون ڪمزور آهن.

ڪافي نمبر 2 جي مصرع 4.

موسوي صاحب: عشق جو جامو پهري، صورت منجهه سمائين.

بيڪس سائين: عشق حُسن جو جامو پهري، صورت منجهه سمائين.

ڪافي نمبر 5 مصرع پهرين

موسوي صاحب: هٿ ڏوءُ تون هستيءَ ڪون ٿيءُ خوديءَ ڪون بيزار ميان.

بيڪس سائين: هٿ ڏوءُ هستيءَ ڪون ادا، ٿيءُ خود ڪنون بيزار ميان.

ڪافي نمبر 11 مصرع 4

موسوي صاحب: بيدل برهه جي باغ مان ڪوواس واسن جو وٺيج
نعرو خدائي هڻ سدا وحدت ڪي ڪثرت تي منيج.

بيڪس سائين: بيدل برهه جي باغ مان ڪو واس ورهن جو وٺج
نعرو خدائي هڻ سدا وحدت تي ڪثرت ڪي منج.

ڪافي نمبر 50 ٿلهه

موسوي صاحب: اڇي پياسي، اسين يار محبت جي مهرياڻ ۾.

بيدل سائينءَ جي انهيءَ ڪافيءَ جا سمورا مصرع پَسي، دَسي، هَسي وغيره استعمال ٿيل آهن جيڪي ٿلهه "اسين" سان فني طور نه ٿا ملن بيڪس سائين ان جو ٿلهه هن طرح لکيو آهي.

اڇي پياسي اسي يار محبت جي مهرياڻ ۾.

بيڪس سائين جو لکيل قافيو "اسي" وڌيڪ درست ۽ ٺهڪندڙ آهي مونکي معلوم ٿيو ته "اسي" شڪارپور ۾ "اسين" جي جاءِ تي استعمال ٿيندو آهي.

ڪافي نمبر 64 مصرع 1

موسوي صاحب: جوڳي نڪتا جوڳ ڪون ڇڏي جسم جنجال.

بيڪس سائين: جوڳي نڪتا جڳ ڪون ڇڏي جسم جنجال.

ڪافي نمبر 80 ٿلهه

موسوي صاحب: پهچ پير پيران ٻَڌيءَ هيءُ ٻاڏايو.

بيڪس سائين: پهچ پير پيران ٻَڌي هيءُ ٻاڏايو.

ڪافي نمبر 81 مصرع 4

موسوي صاحب: بيدل وٺ پاڻيءَ ڪي پرپر حباٻون.

بيڪس سائين: بيدل وٺ پاڻيءَ ڪي بحر لهر حبانون.

ڪافي نمبر 82 مصرع 3

موسوي صاحب: هستيءَ جي مرض آهي والله شوق شافي
من سان مناظرو ڪر ڇڏ منفي ۽ نافي.

بيڪس سائين: هستيءَ جي مرض جو آ والله شوق شافي
مون سان مناظرو ڪر ڇڏ مقتضي و نافي.

ڪافي نمبر 37 مصرع 4
موسوي صاحب: موسيٰ فرعون منهن صورت عجب چالا چلاياسي.
بيڪس سائين: موسيٰ فرعون مون صورت عجب چالا چلاياسي.

ڪافي نمبر 159 مصرع 3
موسوي صاحب: چشم سياه جڏان چوٽان مارن عاشق شدي راه نهارن
واعظ دردون ڪڙي پڪارن ديدان دي وچ ديد اڙائي
بيڪس سائين: چشم سياه جڏان چوٽان مارن عالم شدي راه نهارن
واعظ دردون ڪڙي پڪارن ديدان دي وچ ديد اڙائي.

ڪافي نمبر 200 مصرع 3
موسوي صاحب: قاضي ڪنز قدوري پڙهندي مفتي مُلان دي وچ مرندي
بيڪس سائين: قاضي ڪنز قدوري پڙهندي مفتي مسلان دي وچ مرندي.

ڪافي نمبر 149مصرع1
موسوي صاحب: پوشيده قبائين رنگبرنگي ڪرندا نقش نگار وي.
بيڪس سائين: پهر قبائين رنگبرنگي ڪرندا نقش نگار وي.

ڪافي نمبر 223تله
رانجهو ساڏي ويڙهي يار آوندا پانوندا رمزان لاوندا.
انهيءَ ڪافيءَ جا ڪُل ڇهه مصرع آهن، هيٺيان ٻه مصرع موسوي صاحب واري ديوان ۾ ناهن جيڪي بيڪس سائين مڪمل لکيا آهن.
5. جاء الحق و زحق الباطل ماهي آيا گئي ڪيڙي يار
6. بيدل سُن تون انا سره آپ نون سمجهه سويري يار.

ڪافي نمبر 105 تله
موسوي صاحب: معشوقاندا ماڻ عاشق ڪيا چاٽن.
بيڪس سائين: معشوقان دي مام، عام ڪيا چاٽن.

ڪافي نمبر 276 تله
موسوي صاحب: سالڪ چوڙ وجود ٻيا ڪُج فن فنون نہ چلندا.
بيڪس سائين: ڪر هڪ ترڪ وجود ٻيا ڪج فن فنون نہ چلندا.

ڪافي نمبر 286 تله
موسوي صاحب: جسم دي پول نہ پُلين تون تہ ڪجه اورهين
بيڪس سائين: جسم دي پول نہ پُلين تون هين روح روحاني

جسم دي پول نہ پَاين تون هيـن نور نوراني.

اسان هتي بيڪس سائينءَ جي قلمي نسخي جي ڪجھ پڙهڻين جي موسوي صاحب واري "ديوان بيدل" سان ان ڪري ڀيٽ ڪئي آهي تہ موسوي صاحب کي "ديوان بيدل" مرتب ڪرڻ وقت تمام گھٽو مواد ۽ ڪلام دستياب ٿيو ۽ وٽس بيدل سائين جي ڪلام جا پورا 9 قلمي نسخا ۽ ٻہ ڇاپي ڪتاب مطالعي هيٺ رهيا، پوءِ بہ سندس متن ۾ ڪافي غلط پڙهڻيون اچي ويون. اسان بيڪس سائينءَ جي قلمي مسودي کي بيدل سائينءَ جي ڪلام جو مستند ماخذ سمجھندي ان کي بيدل سائين جي ٻين 8 قلمي نسخن ۽ سمورن ڇاپي ڪتابن سان ڀيٽائي هڪ مستند "بيدل سائينءَ جو رسالو" ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ٿي سگھي ٿو تہ راقم الحروف ڪان پڻ ان سلسلي ۾ ڪي غلطيون ٿي ويون هُجن جو اها بشري تقاضا آهي، ان لاءِ اهو عرض ڪندس تہ جيڪڏهن اهڙيون غلطيون نظر بہ اچن تہ انهن جي علمي انداز ۾ اصلاح ڪئي وڃي.

## بيدل سائينءَ جو نئون ڪلام

فقير قادر بخش بيدل جي سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام کي سڀ کان پھريان گدومل هرجاڻي 1940ع ۾ ۽ ان ڪانپوءِ سنڌي ڪلام کي بولچند راجپال 1950ع ۾ تاليف ڪيو، جڏهن تہ بيدل سائين جي مذڪوره ڪلام کي آخري ڀيرو عبدالحسين شاھ موسوي مُرتب ڪيو جنهن جو پھريون جلد سنڌي ادبي بورڊ پاران 1954ع ۾، ٻيو جلد 1961ع ۾ ۽ ٽيون جلد 1991ع ۾ ڇپرو ٿيو آهي. مرحوم موسوي صاحب پنهنجي تاليف ۾ بيدل سائينءَ جو اهو ڪلام بہ شامل ڪيو، جيڪو گدومل هرجاڻي ۽ بولچند راجپال ڪان رهجي ويو هيو. موسوي صاحب واري "ديوان بيدل" لاءِ جيتوڻيڪ چيو پيو وڃي تہ ان ۾ بيدل سائينءَ جو سمورو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام شامل آهي تنهن هوندي بہ راقم الحروف کي اها جستجو رهي تہ ٿي سگھي ٿو بيدل سائينءَ جو ڪجھ ٻيو ڪلام بہ هجي جيڪو موسوي صاحب واري "ديوان بيدل" ۾ شايع ٿيڻ ڪان رهجي ويو هُجي. ڪافي سال انهيءَ ڪوجنا ۾ رهيس، خوشقسمتيءَ سان تازو راقم الحروف کي بيدل سائينءَ جي ڪلام جا اهڙا ٻہ اهم ۽ مستند قلمي نسخا مليا آهن، جن مان بيدل سائينءَ جو اهڙو سنڌي ۽ اردو ڪلام ميسر ٿيو آهي، جيڪو بيدل سائينءَ جي ڪلام جي ڪنهن بہ شايع ٿيل ڪتاب ۾ موجود ناهي. انهيءَ سان هڪ تہ بيدل سائينءَ جي اچان بہ وڌيڪ ٺڙيل پڪڙيل سنڌي، سرائڪي ۽ اردو ڪلام هئڻ جو اشارو ملي ٿو تہ ساڳي

وقت اهو چوڻ بہ رد ٿئي ٿو تہ ڪو موسوي صاحب واري ڪتاب "ديوان بيدل" ۾ بيدل سائينءَ جو سمورو سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام شامل آهي.

هتي اهو ٻڌائيندي گهڻي خوشي محسوس ٿي رهي آهي تہ بيدل سائينءَ جو اهو نئون ۽ اڻڇپيل ڪلام جنهن پهرين اهم ۽ مستند قلمي نسخي تان مليو آهي اهو خود فقير قادر بخش بيدل ۽ فقير محمد محسن بيڪس جي پنهنجن هٿ اکرن ۾ لکيل آهي. ياد رهي تہ مرحوم عبدالحسن شاهہ موسوي پنهنجي تاليف "ديوان بيدل" جي صفحي 5 تي بيدل سائينءَ جي پنهنجن هٿ اکرن ۾ لکيل هڪ نسخي جو ذڪر ڪندي ڄاڻايو آهي تہ: "فقير جو پنهنجن هٿ اکرين سندس ديوان اڄ بہ گهمرن (مديجي ضلع سکر جي پرسان ڪيٽيءَ ۾ رهندڙ) وٽ موجود آهي جنهن جي هڪ ورق جو فوٽو سندس مُهر جي فوٽو سان گڏ مند ۾ ڏنو ويو آهي."(13)

راقم الحروف کي انهيءَ ساڳي اهم قلمي نسخي جو نقل مذڪوره گهمرا خاندان جي چشم و چراغ محترم نجيب احمد گهمرو حال رهندڙ خيرپور ميرس وٽان عنايت ٿيو آهي. اصل نسخو سندس ڏاڏي مرحوم در محمد گهمرو (رهندڙ ڪيٽي مير محمد گهمرو) جي مملوڪ هُيو، جتان وراثت ۾ سندس والد ڊاڪٽر عباس علي گهمرو کي مليو ۽ هينئر محترم نجيب احمد گهمرو وٽ موجود آهي. مذڪوره قلمي نسخو جنهن جو نقل/فوٽو اسٽيٽ اسان کي مليو آهي اهو 100 صفحن تي مشتمل آهي ۽ ان جي سائيز فل اسڪيپ پيپر جيتري آهي. نسخو جيئن تہ تمام قديم آهي تنهن ڪري ان جي فوٽو ڪاپي صاف نہ ٿي سگهي آهي ۽ ڪٿان ڪٿان ڪلام پڙهڻ ۾ نہ ٿو اچي. اصل نسخي جي مالڪ محترم نجيب احمد گهمرو راقم الحروف کي اهو بہ ٻڌايو تہ انهيءَ نسخي جو ٻيو حصو بہ وٽس موجود آهي، ٿي سگهي ٿو تہ نسخي جو اهو حصو وڌيڪ چٽو ۽ صاف هجي ۽ منجهس ڪٿي نہ ڪٿي بيدل سائينءَ جي مُهر يا نالو واضح لکيل هُجي. مذڪوره نسخي ۾ بيدل سائينءَ جو فارسي ديوان "مصباح الطريقت"، "عقائد"، "اردو ديوان" ۽ بيڪس سائينءَ جي هٿ اکرن ۾ لکيل بيدل سائينءَ جي تصنيف "تقويت القلوب في تذڪرت المحبوب" ۽ بيدل سائينءَ جو ڪجهہ سنڌي ڪلام شامل آهي. جنهن ۾ بيدل سائينءَ جي هڪ سنڌي ڪافي "دم دم دلبر ڪاڻ سڪ سُهڻي کي سير گهرڻ جي"، هڪ سرائڪي ڪافي، "ناز دي خنجر نال هميشہ عاشق قتل ڪريندا يار" ۽ هڪ منقبت سان گڏوگڏ بيدل سائينءَ جي سنڌي بيتن واري حصي ۾ ڏهہ سنڌي بيت ۽ مرثئي جي موضوع تي هڪ چؤسٽو شامل آهي. ذڪر ڪيل بيدل سائينءَ جون ٻہ ڪافيون ۽ منقبت تہ

مرحوم عبدالحسين شاهہ موسوي پنهنجي تاليف "ديوان بيدل" ۾ ڏنيون آهن جڏهن تہ هن نسخي ۾ بيڪس سائينءَ جي هٿ اکرين لکيل ڏهہ سنڌي بيت ۽ هڪ چؤسٽو بيدل سائين جي ڪنهن بہ شايع ٿيل ڪتاب ۾ شامل ناهن ۽ بلڪل نوان ۽ اڻڇپيل آهن.(14)

انهيءَ ڪلام ڪان سواءِ راقم الحروف کي بيدل سائينءَ جو هڪ اهڙو اردو نظم بہ مليو آهي جيڪو پڻ بيدل سائينءَ جي ڪنهن بہ شايع ٿيل ڪتاب ۾ موجود ناهي حالانڪ راقم الحروف جڏهن 1997ع ۾ "بيدل جو اردو ڪلام" مرتب ڪري شايع ڪرايو تڏهن بہ اهو نظم دستياب ٿي نہ سگهيو هيو.

بيدل سائينءَ جو اهو نئون ۽ اڻ ڇپيل اردو نظم اسان کي فقير غلام علي مسرور جي هٿ اکرين لکيل بيدل سائينءَ جي ڪلام ۽ ٻين تصنيفات جي بياض مان مليو آهي جنهن جي صفحي 314 تي اهو اردو نظم لکيل آهي. فقير غلام علي مسرور (وصال 1953ع) بيدل سائينءَ جو تمام وڏو عقيدتمند هيو جنهن بيدلؒ سائينءَ جا سمورا ڪتاب وڏي عشق ۽ ادب سان اُتاريا هيا، جن جو نقل سندس فرزند فقير مٺل مسرور وڏي فراخدلي ۽ پيار سان "بيدل يادگار ڪاميٽي" کي عنايت ڪيو.(15)

مٿي ذڪر ڪيل بيدل سائينءَ جي ڪلام جي اهم ۽ مستند قلمي نسخن مان مليل بيدل سائينءَ جا اهي سنڌي ڏهہ بيت، هڪ چؤسٽو هن رسالي جي ڪلام واري ڀاڱي ۾ "نوان بيت" جي عنوان سان شامل ڪيا ويا آهن. ٿي سگهي ٿو تہ بيدل سائينءَ جو اڃان بہ ڪو اهڙو هيو سنڌي، اردو يا سرائڪي ڪلام هُجي جيڪو ظاهر ٿي نہ سگهيو هجي. ان سلسلي ۾ اسان جي جستجو ۽ ڪوشش جاري آهي ۽ جاري رهندي.

**اختر درگاهي**

سيپٽمبر 2011

درگاهي هائوس،
ميمڻ محلو روهڙي

# فقير قادر بخش بيدل جي سوانح حيات

فقير قادر بخش بيدل جي دور کي اٽڪل ڏيڍ سؤ سال ٿي گذريو آهي، انهيءَ عرصي دوران سمورن سوانح نگارن بيدل سائينءَ جي سوانح حيات متعلق جيڪي ڪجهه لکيو آهي سو خاطر خواهه ضرور آهي پر اُنکي مڪمل چئي نه ٿو سگهجي، ڇاڪاڻ ته بيدل سائينءَ جي سوانح عُمريءَ جا ڪيترائي اهڙا پاسا آهن جن جي متعلق شروع کان ئي اسان جا مانائتا اديب ۽ محقق خاموش رهيا آهن، ساڳي وقت ڪجهه اهڙيون ڳالهيون ۽ واقعا به آهن جن تي محققن ۽ مؤلفن جو اختلاف راءِ به آهي، اسان ان ڳالهه کي اڳتي هلي وضاحت سان پيش ڪنداسون. حيرت ان ڳالهه جي آهي ته بيدل سائينءَ کان گهڻو اڳ جي بزرگن جهڙوڪ شاهه عنايت شهيد، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، پير محمد راشد روضي ڌڻي ويندي سچل سرمست جي سوانح حيات متعلق بهتر انداز ۾ ڇاڻ ملي ٿي جڏهن ته بيدل سائين جي حوالي سان خاص طور تي سندس خاندان، وڏن جي احوال، شجري ۽ سندس مڪتبي تعليم تربيت ۽ اُستادن متعلق احوال اڻپورو ۽ مختلف ملي ٿو.

بيدل سائين پاڻ به پنهنجي وقت جو تمام وڏو پڙهيل ڳڙهيل عالِم، وڏو عارف، باڪمال شاعر ۽ مورخ ٿي گذريو آهي جنهن تصوف ۽ عرفان جي موضوعن تي فارسي ۽ عربي ٻولين ۾ وڏا ڪتاب تصنيف ڪيا، بلڪِ سرور ڪائنات حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم کان وٺي اصحابن سڳورن رضي الله عنه، امامن پاڪن عليهم السلام ۽ ڪيترن ئي بزرگن جي وفات جون تاريخون فارسي قطعات ۾ محفوظ ڪيون. پاڻ هڪ مورخ جي حيثيت ۾ شهيد شاهه عنايت جهوڪ واري جي شخصيت ۽ سندس شهادت تي پوري تاريخ لکيائون ويندي پنهنجي ٻن فرزندن ۽ پنهنجي محبوب قاضي پير محمد جي ڇئني فرزندن جي ولادت جون تاريخون فارسي نظم ۾ رقم ڪيون پر بيدلؔ سائين پنهنجي خاندان، ذاڏنگ، شجري يا پنهنجي حياتيءَ ۽ تعليم تربيت بابت ڪابه تحرير ڇڏي نه ويو، شايد انهيءَ ڪري ته پاڻ هڪ برک

صوفي ۽ وحدت الوجودي هُيو ۽ ذات پات جي ٻڌڻن ۽ ”فلان ابن فلان“ جي خول ۾ قيد نہ هُيو.

ذات ڇپاوت، لوڪ ڀُلاوت لالن ڪيڙو لبيس. (بيدل)

بهرحال بيدل سائينءَ جو فرزند فقير محمد مُحسن بيڪس ئي اهو پهريون سوانح نگار آهي جنهن پنهنجي والد بزرگوار ۽ پير مُغان فقير قادر بخش بيدل جي وصال تي جيڪو ڪلام چيو انهيءَ ۾ هُن بيدل سائينءَ جي روحاني ۽ رندي شخصيت جو چٽو عڪس پيش ڪيو ۽ ٻڌايو تہ سندس مُرشد (بيدل) روهڙيءَ ۾ رندي رمز جو راز، حلاجي حالت ۾ ممتاز، وحدت باز ۽ عشق جو اوتار هُيو. بيڪس سائينءَ ئي اهو پهريون سوانح نگار آهي جنهن بيدل سائين جي وصال جي تاريخ ۽ سندس عُمر هن طرح محفوظ ڪئي.

هن تماشي گاهہ ۾ اٺهٺ سندي آواز هو
مرضيءَ موجب پانهنجي سو سير صفاتي ساز هو.

سال ٻارهن سؤ اٺيانوي ۾ سوز گداز هو
سورهينءَ ذوالقعد جي هادي سندو پرواز هو

چون ٿا تہ بيدل سائينءَ جي پهرين سوانح عُمري سندس محبوب قاضي پير محمد جي فرزند قاضي غلام مهدي لکي هُئي جنهن جو مختصر ذڪر فقير هدايت علي نجفي تارڪ ۽ بولچند راجپال بہ ڪيو آهي. البت قاضي غلام مهديءَ جي انهيءَ تصنيف جو نقل ڪٿان بہ ملي نہ سگهيو آهي ۽ هيل تائين ناپيد آهي. ٻي پاسي قاضي غلام مهديءَ جي هڪ ٻي اهم تصنيف ”انيس المساڪين عرف راحت السالڪين“ جو ذڪر ڪافي تذڪرن ۾ اهم ماخذ طور آيل آهي. اهو ڪتاب سنڌ ۾ صوفي فڪر خاص طور تي شهيد شاهہ عنايت جهوڪ واري جي خاندان، سندس شهادت ويندي سندس خاص خليفن متعلق هڪ مفصل ڄاڻ فراهم ڪري ٿو. مذڪوره ڪتاب قلمي صورت ۾ آهي ۽ ان جو نقل راقم الحروف وٽ پڻ موجود آهي.(16)

قاضي غلام مهديءَ جي تصنيف ”انيس المساڪين عرف راحت السالڪين“ ۾ بيدل سائينءَ جي سوانح حيات متعلق سندس والد بزرگوار فقير محمد مُحسن جو احوال ۽ سندس مرشد عبدالوهاب شاهہ جيلاني پاڳناڙي واري کان فرزند ارجمند جي تولد ٿيڻ جي دُعا ۽ بعد ۾ بيدل سائينءَ جي جوانيءَ واري دور ۾ مجاز متعلق هڪ واقعو ملي ٿو.

بيدل سائينءَ جي ئي سوانح عُمريءَ جا بہ اهم ۽ شروعاتي ماخذ جيڪي هن وقت تائين سوانح نگارن ۽ محققن کان گمنام رهيا آهن اُهي آهن

نارائڻ ڳرناڻي جو مضمون ”بيدل فقير“ جيڪو بيدل سائين جي وصال کان اٽڪل 50 سال بعد شايع ٿيو ۽ ٻيو فقير هدايت علي نجفي تارڪ جو ڪتاب ”تاريخ شعراء سنڌ“ جيڪو تارڪ فقير 1930ع ۾ لکيو ۽ بعد ۾ اردو ترجمي سان برقي پريس بهاولپور مان 1945ع ۾ شايع ٿيو. اسان انهن ماخذن جو بيان اڳتي اچيندا سون.

بيدل سائينءَ جي شخصيت ۽ سوانح متعلق ٻين شروعاتي ڇاپي مواد ۾ پير حسام الدين راشدي ۽ ڪاڪي ڀيرومل آڏواڻي جا مقالا ۽ مضمون آهن جيڪي 1932ع کان 1937ع تائين شايع ٿيا. ان دوران ”سنتو“ رسالي جو ايڊيٽر بولچند راجپال بيدل سائين جي سوانح ۽ ڪلام کي سهيڙڻ لاءِ روهڙي شهر جا پنڌ ڪيا، تان جو روهڙي شهر جي ئي هڪ نوجوان گدومل هرجاڻي بيدل سائينءَ جي سوانح عُمري ۽ ڪلام کي سهيڙي 1940ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. گدومل هرجاڻي بيدل سائينءَ جي سوانح عُمري بابت ڪنهن بہ ماخذ جو حوالو نہ ڏنو آهي ۽ صرف ايترو لکيو آهي تہ ”سمورو احوال سخت ڪشالا ڪڍي شهر جي وڏاڪن کان پڇي تصديق بعد سَندُن ۽ راوين سميت ڏنل آهي.“ (17). گدومل هرجاڻي واري ڪتاب ۾ اڪثر واقعا قاضي غلام مهدي بن قاضي پير محمد جي زباني چاڻايل آهن جڏهن تہ ٻين روايت ڪندڙن ۾ ماستر محمد رمضان، ڀڳت دوراڪو، ميان تصدق حُسين، بيدل بخش شاهہ ترڙيءَ وارو، ديوان هاسانند، ڀائي ويرو مل، منشي هيمراج، ديوان نرملداس ۽ نصير فقير شامل آهن.

1950ع ۾ جڏهن بولچند راجپال ”بيدل جو سنڌي ڪلام“ شايع ڪرايو، ان ۾ لکيو اٿائين تہ ”بيدل صاحب جي زندگيءَ جو احوال گهڻي ڀاڱي قاضي پير محمد جي فرزند جي لکيل ڪتاب تان ورتل آهي هو صاحب چاڻائي ٿو تہ اهو احوال ڪيس ذاتي آزمودي مان حاصل ٿيو هو ڇاڪاڻ تہ هو بيدل صاحب جي پوئين حياتيءَ جي وقت ۾ هميشہ ساڻس صحبت ۾ گذاريندو هو.“(18) بولچند راجپال جو اشارو قاضي غلام مهديءَ جي ڪتاب ڏانهن آهي پر پاڻ ان جو ڪوبہ تفصيلي ذڪر نہ ڪيو اٿائين ان بعد 1954ع ۾ مرحوم عبدالحسين شاهہ موسويءَ جو سهيڙيل ”ديوان بيدل“ شايع ٿيو. موسوي صاحب جي اڳيان بيدل سائين جي سوانح عُمريءَ جا ڇاپي ماخذ گدومل هرجاڻي جو ”ديوان بيدل“، بولچند راجپال جو ”بيدل جو سنڌي ڪلام“ ۽ لطف الله بدوي جو ”تذڪره لطفي“ رهيا جڏهن تہ موسوي صاحب هڪ ٻي قلمي ماخذ طور جهامنداس ڀاٽيہ جي ڪتاب ”سوانح عمري بيدل“ جو پڻ مختصر

ذڪر ڪيو آهي، ساڳئي وقت موسوي صاحب پڻ بيدل سائينءَ جي سوانح حيات متعلق اڪثر ڳالهيون قاضي غلام مهدي جي زباني رقم ڪيون آهن ۽ ٻين روايت ڪندڙن ۾ آخوند عبدالغفور ساڪن پراڻو سکر ۽ سيد پير ڏني شاه جو ذڪر ڪيو آهي.(19)

مٿي ذڪر ڪيل اهم ماخذن ڪانسواءِ 1976ع ۾ شايع ٿيل مرحوم سبحان بخش قريشي جو مُرتب ڪيل بيدل سائين جو ڪتاب "پنج گنج"، مرحوم گل محمد انصاري جو ڪتاب "ڪلام بيدل" مطبوعہ 1989ع ۽ راقم الحروف جو ڪتاب "بيدل جو اردو ڪلام" (مطبوعہ 1997ع) ان سلسلي جون اهم ڪڙيون آهن. جن ڪان علاوه بيدل سائينءَ جي شخصيت ۽ ڪلام تي شايع ٿيل مختلف ادبي تذڪرا ۽ مقالا نظر مان گذريا آهن.

هن ڪتاب ۾ فقير قادر بخش بيدل جي سوانح عُمري مٿي ذڪر ڪيل سمورن ماخذن جي روشنيءَ ۾ پيش ڪجي ٿي ۽ ان جو دائرو بيدل سائينءَ متعلق هيل تائين ڪيل تحقيق جي نتيجن تائين ئي آهي جيڪڏهن اڳتي هلي ڪو سُجاڻ محقق نُوس ثبوتن ۽ دستاويزن جي روشنيءَ ۾ ان کي اڳتي وڌائيندو يا ڪي نوان نتيجا ظاهر ڪندو تہ اُهي اسان سيني جي لاءِ قابل قبول هوندا.

## خانداني پس منظر

فقير قادر بخش بيدل جو تعلق روهڙي شهر جي هڪ اهڙي خاندان سان هُيو جيڪو فقيري خيال ۽ حال وارو هُيو. توڙي جو هن گهراڻي کي فقيري ۽ روحاني رمز اڳ ئي مليل هُئي پر بيدل سائين پنهنجي گهراڻي ۾ اهو پهريون باڪمال بزرگ ٿيو جنهن پنهنجي اعليٰ عِلمي لياقت ۽ باطني/روحاني فيض سان وڏو مقام ماڻيو. شايد ان ڪري بيدل سائينءَ جي پهرين سمورن سوانح نگارن سندن خاندان جو ذڪر بيدل سائينءَ جي والد بزرگوار فقير محمد مُحسن ڪان ڪيو آهي ۽ ان ڪان مٿي ڪنهن بہ بزرگ جو احوال بيان نہ ڪيو نہ ئي وري ڪين اهو احوال ملي ئي سگهيو هيو. خانداني پس منظر جي حوالي سان سڀ ڪان پهريان ذڪر شخصيت جي ذات يا قبيلي جو ٿيندو آهي. بيدل سائينءَ جي سوانح عُمريءَ جي بنيادي ۽ شروعاتي ماخذن ۾ سندس ذات پاٽولي يا خواجا ڄاڻايل آهي جڏهن تہ اڳتي هلي ڪجھ سوانح نگارن "پاٽولي" سندن خانداني ڪرت ۽ "قريشي" سندن ذات ڄاڻائي آهي. اچو تہ هاڻي ان جو سلسليوار جوئزو وٺون. بيدل سائينءَ جي سوانح عُمريءَ جي سڀ ڪان پهرين ماخذ طور فقير هدايت علي نجفي تارڪ جو ڪتاب

”تاريخ شعراء سنڌ“ دستياب ٿيو آهي جنهن ۾ لکيل آهي تہ ”بيدل جو نالو قادر بخش ۽ والد جو نالو محمد محسن پاٽولي هيو.“ (20) مذڪوره ڪتاب تارڪ فقير 1930ع ۾ لکيو جيڪو بعد ۾ سن 1945ع ۾ اردو ترجمي سان برقي پريس بهاولپور مان شايع ٿيو. بيدل سائينءَ جي ئي سوانح عُمري جو ٻيو اهم ۽ شروعاتي ماخذ آهي پير حسام الدين راشدي جو مضمون ”عشق جو اوتار حضرت بيدل پوتار“ جيڪو سن 1933ع ۾ ماهوار سنڌو ۾ شايع ٿيو. انهيءَ ۾ بہ راشدي صاحب لکيو آهي تہ ”سائين وڏي جو نالو عبدالقادر هو. ڪيس قادر بخش بہ سڏيندا ها. ويٺل روهڙي شهر جو هو، سندس والد بزرگوار پاٽولپ جو ڪم ڪندو هو جنهن ڪري ”خواجہ“ بہ سڏبو هو.“(21)

گدومل هرجاڻي، بيدل سائينءَ جي والد بزرگوار محمد مُحسن سان گڏ سندس سوٽ بيگ محمد جو ذڪر ڪندي لکيو آهي تہ ”اُهي ذات جا قريشي هئا“(22) ۽ اڳتي هلي اهو بہ لکيائين تہ ”فقير صاحب پشت بشت اصل رهاڪو روهڙي شريف جا هئا. بولچند راجپال وري هن طرح رقم طراز ٿيو ”بيدل جا ابا ڏاڏا روهڙيءَ ۾ رهندا هئا ۽ پاٽولڪو ڌنڌو ڪندا هئا.“ وري اڳتي لکيائين تہ ”سنڌن خاندان قريشي آهي“(23) تذڪره لُطفيءَ وارو صاحب لکي ٿو تہ ”حضرت بيدل جي والد بزرگوار جو نالو خليفو محمد محسن هو نسب ۾ قريشي هو.“(24) مرحوم عبدالحسين شاه موسوي پنهنجي تاليف ديوان بيدل ۾ ڪٿي بہ بيدل سائين جو خاندان ”قريشي“ نہ لکيو آهي ۽ صرف اهو لکيائين تہ ”چوڻ ۾ اچي ٿو تہ حضرت بيدل جي زماني ۾ روهڙيءَ ۾ تسر جو ڪپڙو ٺهندو هو. فقير صاحب جا وڏا تسر جي ڪپڙي اُٽڻ جو ۽ پاٽولڪو ڌنڌو ڪندا هئا ۽ ڌنڌي ڪري پاٽولي سڏبا هئا. ڌنڌو اوچ نيچ ذات تي پاڻي ڦيري ڇڏي ٿو تنهن ڪري سنڌن بنياد جي صحيح خبر پئجي نہ ٿي سگهي تہ ڪير هئا“.(25)

بيدل سائينءَ جو خاندان ڪڏهن روهڙيءَ ۾ آيو، ڪٿان آيو ۽ ڪهڙي دور ۾ آيو ان جو بہ ڪو مستند ۽ تفصيلي احوال نہ ٿو ملي. البت فقير هدايت علي نجفي ۽ مرحوم لطف الله بلوي ئي اهڙا محقق آهن جن انهيءَ متعلق قلم ڪنيو آهي. فقير هدايت علي نجفي تارڪ لکي ٿو تہ ”سنڌن (بيدل جا) بزرگ شاهجهان بادشاه جي زماني ۾ دهليءَ کان تجارت ڪندا روهڙيءَ ۾ اچي رهيا“(26) مرحوم لطف الله بلوي، تذڪره لُطفيءَ ۾ رقم طراز آهي تہ ”ممڪن آهي تہ سنڌن (بيدل جا) وڏا اسلامي حڪومت جي اولين دور ۾ اچي سنڌ ۾ رهيا هُجن مگر تاريخ سنڌ جي عدم موجودگيءَ ۾ وقت جو مقرر ڪرڻ گهڻو مشڪل آهي.“(27) پير حسام الدين راشدي، گدومل هرجاڻي، بولچند

راجپال ۽ عبدالحسين شاهه موسوي حتاڪ قاضي غلام مهدي پڻ انهيءَ بنسبت بلڪل خاموش رهيا آهن ۽ بيدل سائينءَ جي وڏن جي احوال طور سندس والد بزرگوار فقير محمد محسن ڪان مٿي ڪوبہ شجرو، ڪوبہ نالو نہ ڄاڻايو آهي. جيڪو تعجب خيز آهي. اڳتي هلي يعني تمام گهڻن سالن ڪان پوءِ سن 1976ع ۾ مرحوم سبحان قريشي جڏهن بيدل سائينءَ جو ڪتابُ ”پنج گنج“ ترجمو ڪري ڇپرايو تہ هن صاحب بيدل سائين جي سوانح حيات واري باب ۾ انهيءَ ماٿار ڪي ٽوڙي ۽ بيٺل پاڻيءَ ۾ پٿر اُڇلائيندي بيدل سائينءَ جي خاندان جون بہ پيڙهيون مٿي ذڪر ڪيون. سندس بيان ڪيل بيدل سائينءَ جي خاندان ۽ شجري جو متن جيئن جو تيئن اسين هتي پيش ڪريون ٿا.

”فقير قادر بخش بيدل جي پڙڏاڏي جو نالو ميان عبدالقادر قريشي هو جيڪو اصل ملتان شهر جو رهاڪو هيو. پاڻ قريشي صديقي ۽ غوث بهاءُ الحق جي گهراڻي سان تعلق رکندو هو. پاڻ واپار ڪندو هو جنهن ڪري سندس وقت سٺو گذرندو هو. پاڻ ظاهري علم جي تحصيل ڪان پوءِ معرفت جي علم ۽ سلوڪ حاصل ڪرڻ جي شوق ۾ اهل الله جي صحبت جي تلاش ۾ رهيو، آخرڪار صوفي سيد جان الله شاه روهڙائي، جيڪو ملتان روانو ٿي چڪو هو، ان جي خدمت ۾ رهڻ لڳو، ٻيو دفعو 1130ھ ۾ صوفي شاه عنايت الله ميرانپور واري جي شهادت بعد صوفي جان الله شاهه ملتان روانو ٿي ويو تہ پوءِ ڪجهہ ڏينهن بعد جڏهن روهڙي واپس آيو تہ ميان عبدالقادر بہ پوري خاندان سميت پنهنجي وطن کي هميشہ لاءِ الوداع چئي، پنهنجي مُرشد سان گڏجي روهڙي آيو ۽ پاڻ ريشم باف محلي ۾ هڪ جاءِ خريد ڪري رهڻ لڳو.“

مرحوم سبحان بخش اڳتي لکي ٿو تہ ميان عبدالقادر کي ملتان مان اچڻ وقت بہ نينگر ساڻ هئا. 1. غلام فريد 2. غلام لطيف. اهي ٻئي پڻ صوفي جان الله شاه جي فرزند صوفي قلندر علي شاهه جي صحبت ۾ گذاريندا هئا اتان فيضيات ٿي معرفت جي منزل ماڻيائون. ميان غلام فريد کي هڪ نينگر ميان محمد محسن نالي هو ۽ ميان غلام لطيف جي نينگر جو نالو ميان بيگ محمد هو هي ٻئي نينگر پڻ وڏن جي دستور مطابق صوفي قلندر علي شاهه جي وڏي فرزند فتح علي شاهه عرف جُمن شاهه جي خدمت ۾ گذاريندا هئا.“ (28)

مرحوم سبحان بخش قريشي، بيدل سائينءَ جي وڏن جي مٿي بيان ڪيل شجري ۽ احوال جو ڪوبہ حوالو ڪا روايت يا مستند دستاويز فراهم نہ ڪيو آهي تہ اهو احوال ۽ شجرو ڪيس ڪٿان مليو. پر جيڪڏهن وٽس ڪو اهڙو احوال يا شجرو هُيو تہ هن صاحب 1930ع ڪان 1954ع تائين، پير حسام الدين راشدي، گدومل هرجاڻي، بولچند راجپال، عبدالحُسين شاه موسوي ۽

پين تذڪره نويسن کي ڇونہ فراهم ڪيو جن ساڱس بيدل سائين جي سوانح عُمريءَ بابت رابطا ڪيا. اسين شروع ۾ قاضي غلام مهدي بن قاضي پير محمد جي قلمي تصنيف "انيس المساڪين عرف راحت السالڪين" جو ذڪر ڪري چُڪا آهيون جنهن جي صفحي 76 کان 92 تائين شاه عنايت جهوڪ واري جي اهم بزرگن ۽ خليفن ۾ سيد مير جان محمد شاه جو تفصيلي احوال ڏنل آهي ۽ ان ۾ سيد جان محمد شاه رضوي جي طالبن ۽ مريدن جو ذڪر بہ آهي مگر مرحوم سبحان بخش قريشي پاران بيان ڪيل مير جان محمد شاه جي ملتان جي سفر ۽ بيدل سائين جي پڙڏاڏي "عبدالقادر" جو سندس مريد ٿيڻ ۽ ساڻس گڏ روهڙي اچڻ وارو قصو ڏنل ناهي.(29) قاضي غلام مهدي جيئن تہ بيدل سائينءَ جو شاگرد ۽ سندس محبوب قاضي پير محمد جو فرزند هيو، تنهن ڪري بيدل سائينءَ جو پڙڏاڏو جيڪڏهن مير جان محمد شاه جو مريد هجي ها ۽ هو ملتان کان آيل هُجي ها تہ اهو احوال قاضي غلام مهدي پنهنجي تصنيف ۾ ضرور لکي ها. ان کان علاوه مرحوم لطف الله بدوي جي اهم تاليف تذڪره لُطفيءَ ۾ ۽ سندس هڪ ٻي اهم مضمون بعنوان "مير جان الله شاه رضوي" مطبوعہ نئين زندگي ماه فيبروري 1957ع ۾ سيد مير جان الله شاه رضوي جو جيڪو مفصل احوال ڏنو ويو آهي انهيءَ ۾ بہ بدوي صاحب مير جان الله شاه رضوي جي ملتان طرف سفر جو ڪوبہ ذڪر نہ ڪيو آهي بلڪ صرف ايترو لکيو اٿائين تہ "هن هولناڪ واقعي شاه عنايت جي شهادت کان پوءِ مير صاحب روهڙيءَ ۾ اچي رهيو جتي سندس فيض کان هر خاص و عام مستفيد ٿيو"(30) هوڏانهن مرحوم سبحان بخش قريشي جو اهو لکڻ تہ "وڏي عبدالقادر جا ٻہ نينگر غلام فريد ۽ غلام لطيف ، مير جان الله شاه جي فرزند صوفي قلندر علي شاه جي صحبت ۾ گذاريندا هئا پڻ مستند معلوم نہ ٿو ٿئي ڇاڪاڻ تہ قاضي غلام مهديءَ جي ئي مٿي بيان ڪيل ڪتاب "انيس المساڪين" جي صفحي 94 کان 107 تائين مير جان الله شاه جي فرزند مير قلندر علي شاه جو احوال ۽ سندس مريدن ۽ طالبن جو احوال ڏنل آهي مگر انهيءَ ۾ بہ اهو بيان ٿيل ناهي تہ بيدل سائين جو ڏاڏو غلام فريد ۽ سندس ڀاءُ غلام لطيف مير قلندر علي شاه جا طالب هئا يا وٽس موجود رهندا هئا. ٻي پاسي 2000ع ۾ جڏهن راقم الحروف ڪتاب تذڪره جانشاهي مُرتب ڪرڻ دوران جانشاهي خاندان جي بزرگن سان لهہ وچڙ ڪئي تہ انهن وٽان بہ خانداني طور تي اهڙي ڪابہ روايت نہ ملي تہ ڪي بيدل سائين جا وڏا اصل ملتان جا هئا يا اهي مير جان الله شاه رضوي سان گڏجي ملتان کان روهڙي آيا هئا. هيئنر انهن سيني سوالن جو جواب

اسان کي هڪ اهڙي قلمي ۽ مستند دستاويز منجهان ملي ويو آهي جيڪو بيدل سائينءَ جي حياتيءَ واري دور جو آهي جنهن جي مطالعي مان مرحوم سبحان بخش قريشي جا ڇاڇايل بيدل سائين جي ڏاڏي ۽ پڙڏاڏي جا نالا ثابت نہ ٿيا آهن تنهن ڪري سندن وڏن جو ملتان منجهان اچڻ واري ڳالهہ تہ پاڻ هُرتو غيرمستند بڻجي وڃي ٿي. اسين جنهن اهم ۽ تاريخي دستاويز جو ذڪر ڪري رهيا آهيون ان جو سڀ کان پهريان انڪشاف برک عالم ۽ محقق علامہ مفتي عبدالوهاب صاحب چاچڙ پنهنجي هڪ مقالي ”دين جو جهنڊو حضرت بيدل سائين“ مطبوعہ بيدل - 4 ، 2004ع ۾ ڪيو آهي ۽ هن طرح رقم طراز آهي. ”بيدل سائينءَ جي لکيل هر ڪتاب ۾ هڪ ئي ڳالهہ دهرائي وئي آهي تہ بيدل سائين جي وڏي ڏاڏي جو نالو عبدالقادر هو جيڪو ملتان کان روهڙي لڏي آيو، ان کي ٻہ پٽ هئا غلام فريد ۽ غلام لطيف. ميان غلام فريد کي هڪ پٽ هو محمد مُحسن ۽ميان غلام لطيف کي پٽ هو بيگ محمد. فقير محمد محسن کي پٽ ڄايو عبدالقادر جيڪو پوءِ قادر بخش ٿيو. انهيءَ روايت مطابق بيگ محمد فقير قادر بخش جو چاچو ٿئي ۽ فقير بيدل سائينءَ جي ڏاڏنگ ۾ بيگ محمد جو نالو ظاهر نہ آهي پر جيڪي پراڻا دستاويز اسان وٽ آهن انهن جو هڪڙو نقل ڪريان ٿو جنهن مان سندس خاندان تي روشني پوي ٿي. اهو دستاويز هڪ خانداني موروثي پلاٽ جي وڪري بابت آهي جيڪو بيدل سائين ۽ ٻين وارثن وڪرو ڪيو.

اين ذڪر يست دربيان آنکہ اعتراف شرعي نمود فضيلت پناهہ فقير قادر بخش خلف مرحوم محمد مُحسن بن مغفور. مُلا بيگ محمد خواجہ از قبل نفس خود و وڪيل شرعي ثابت الوڪالتہ از قبل خواصران خود عريک عصمت پناهہ مسمات اسلام خاتون بنت محمد محسن مذڪور زوجہ متوفي بيگ محمد ولد عبدالله بن بيگ محمد مذڪور. مسمات حميد خاتون بنت محمد محسن مذڪور زوجہ ملا محمد زمان ولد عطا محمد وازقبل بنت ابن العم خود مسمات لعل خاتون بنت بيگ محمد مذڪور وازقبل ابن بن العم خود عبدالله صغير ولد بيگ محمد بن عبدالله بن بيگ محمد مذڪور.

تاريخ نمره ماه جماد الثاني 1262هہ

عبده قادر بخش ولد محمد محسن

اهو اقرار نامو قاضي محمد افضل جي ڪورٽ ۾ پيش ٿيو ۽ ان وقت محتسب قاضي عبدالخالق هو. انهيءَ دستاويز مان ثابت آهي تہ وڏو بيگ محمد فقير قادر بخش جو ڏاڏو ۽ ننڍو بيگ محمد فقير صاحب جو سؤٽ

۽ پيٽيوو ٿئي جنهن جي ڪبير نياڻي لعل خاتون ۽ صغير پٽ عبدالله جو بيع نامي ۾ وڪيل ٿيو ۽ وڏي بيگ محمد جي ذات ”خواجہ“ ڄاڻايل آهي“.(31)

مولانا عبدالوهاب چاچڙ صاحب جي بيان جو بنياد جيئن ته بيدل سائينءَ جي پنهنجي دور جي هڪ اهم دستاويز تي آهي تنهن ڪري ان ۾ لکيل بيدل سائينءَ جي وڏن جا نالا وڌيڪ مستند ۽ پڪا آهن مذڪوره دستاويز ۾ بيدل سائينءَ جي ذات ”خواجا“ ڄاڻايل آهي، ياد رهي ته اسان هن باب جي شروع ۾ ئي پير حسام الدين راشديءَ جي هڪ مقالي جو حوالو اڳ ئي ڏئي چُڪا آهيون جنهن ۾ پڻ پير صاحب بيدل سائينءَ جي والد بزرگوار کي ”خواجہ“ لکيو آهي. ﻫﻲ خاص ڳالهہ ته مٿي بيان ڪيل سنہ 1262ھ جي دستاويز ۾ فقير عبدالله بن بيگ محمد، بيدل سائينءَ جو ڀاٽيجو ڄاڻايل آهي جنهن کي اڳين سوانح نگارن بيدل سائينءَ جو سؤٽ لکيو آهي. عبدالله فقير جي بيدل سائينءَ جي ڀاٽيجي هجڻ جي هڪ ﻫﻲ اهم شاهدي ﺑہ ملي آهي، جيڪا آهي فقير هدايت علي نجفي تارڪ جو ڪتاب ”تاريخ شعراء سنڌ“ جنهن ۾ پڻ تارڪ فقير اهو لکيو آهي ته ”سندس (بيدل) وٽ پڙهڻ لاءِ شاگرد ايندا رهيا مگر ڪجهہ عرصي بعد جنهن کي سبق ڏين پيا اهو مجذوب ٿي پئي ويو. اها حالت ڏسي پڙهائڻ بند ڪري ڇڏيائون ۽ پنهنجي ڀاٽيجي عبدالله کي پڙهائڻ جو ڪم سپرد ڪري خلوت ۾ خدا جي ياد ۾ مصروف رهڻ لڳا ۽ هميشہ تارڪ رهڻ لڳا.“(32)

هن هيٺ اسين مرحوم سبحان بخش قريشي جو بيان ڪيل ۽ مولانا عبدالوهاب چاچڙ صاحب جي ظاهر ڪيل تاريخي دستاويز جي روشنيءَ ۾ بيدل سائينءَ جي خاندان جو شجرو پيش ڪريون ٿا.

# بيدل سائينءَ جي خاندان جو شجرو

## مرحوم سبحان بخش قريشيءَ جو بيان ڪيل




## سنہ 1262ھ جي دستاويز مطابق



# والد بزرگوار فقير محمد مُحسن جو احوال

فقير قادر بخش بيدل جو والد بزرگوار فقير محمد مُحسن فقيري خيال وارو ۽ درويش هيو. سندس جنم سنڌ جي هڪ معتبر شهر روهڙيءَ ۾ ٿيو، جتي سرور ڪائنات حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي وار مبارڪ جي روحاني ڪشش ۾ ڪيترن ئي بزرگن ۽ اوليائن جو اچڻ وڃڻ رهندو هو. ساڳئي وقت سندس دور ۾ روهڙي شهر ۾ ئي شهيد شاهه عنايت جهوڪ واري جي وڏي خليفي ۽ برک عالم ۽ فارسي جي باڪمال شاعر سيد مير جان محمد شاهه رضويؒ• جي درگاهه ڪيترن ئي فقيرن ۽ طالبن جي روحاني اُڄ اجهائي رهي هئي. فقير محمد محسن جي شخصيت تي روهڙي شهر جي اهڙي روحاني راز جو اثر ۽ ڪشش ٿي جو اڪثر وقت عبادت ۽ رياضت ۾ گذرندو هوس. مرحوم لطف الله بدوي تذڪره لُطفيءَ ۾ لکي ٿو ته "خليفه صاحب (محمد محسن) روهڙيءَ ۾ پاتولڪو ڏنتو ڪندو هو پر ان سان گڏ ڪيس فقيرن جي صحبت جو به شوق رهندو هو" تذڪره لُطفي وارو صاحب وڌيڪ لکي ٿو ته "خليفه محمد محسن وڏو مرتاض عابد ٿي گذريو آهي. رات ڏينهن عبادت الهي ۾ مست رهندو هو. هن قرب ۽ ويجهڙائيءَ آخر رنگ لاتو، جئن روايتون ملن ٿيون تنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته "محمد محسن" به ڪو گهٽ درجي جو درويش نه هو."(33) بولچند راجپال به لکيو آهي ته "ميان محمد محسن فقيرياڻي طبعيت وارو انسان هو، سندس دل دنيا جي ڪٽ راڳن کان ڪتي ٿيل هُئي جنهن ڪري هن جو گهڻو وقت خدا جي عبادت ۽ مرشد جي شيوا ۾ گذرندو هو. مرشد جي مهربانيءَ سان هو چڱي پدوي کي پهتو".(34) بولچند راجپال فقير محمد مُحسن لاءِ اهو به لکي ويو آهي ته کيس شاعريءَ جو شوق به هو جيڪو صحيح نه آهي. چاڪاڻ ته اسان کي ڪتان به فقير محسن جو ڪلام ملي نه سگهيو آهي نه ئي ڪنهن ٻي ماخذ مان سندس شاعر هجڻ جو اشارو مليو آهي. ٻي پاسي بولچند راجپال پنهنجي ڪتاب "بيدل جو سنڌي ڪلام" ۾ جيڪا قلندر شهباز جي مدح فقير محمد مُحسن ڏانهن منسوب ڏيکاري آهي اها به فقير محمد محسن جي نه بلڪ بيدل سائينءَ جي فرزند محمد مُحسن ثاني عرف بيڪس جي آهي جيڪا بيڪس سائينءَ جي ڇاپي توڙي قلمي نسخن ۾ به ملي ٿي. مٿي بيان ڪيل جستجو ۽ ڳولا ۾ فقير محمد محسن کي روحاني فيض حاصل ٿيو سو:. صوفين جي سرتاج شهيد

• سيد مير جان محمد شاهه رضوي اول ۾ سندس خاندان متعلق پڙهو راقم الحروف جو ڪتاب "تذڪره جانشاهي" مطبوعا 2001ع ڇاپار ان سکر هسٽاريڪل سوسائٽي.

شاه عنايت جهوڪ واري جي روحاني سلسلي جي هڪ بزرگ سيد عبدالوهاب شاه جيلاني پاڳناڙيءَ وٽان. بيدل سائينءَ جي والد بزرگوار فقير محمد مُحسن جو مرشد سيد عبدالوهاب شاهه جيلاني، سيد مير جان محمد شاهه رضوي اول جي طالب غلام رسول وڻجاري جي مريد فقير غلام محمد جو مريد هيو. بيدل سائين جو والد فقير محمد محسن سيد عبدالوهاب شاهه جو طالب ڪيئن ٿيو اهو احوال قاضي غلام مهدي ولد قاضي پير محمد پنهنجي ڪتاب "انيس المساڪين عرف راحت السالڪين" ۾ هن طرح لکيو آهي:

"مير جان الله شاه وڏو فيض جو صاحب ٿي گذريو آهي سندس هزارها مريد هئا پر تن ۾ هڪ غلام رسول نالي وڻجارو پٺاڻ ويٺل خراسان جو وڏي ڪماليت جو صاحب هو ان جي مريد ڪرڻ جو جو تذڪرو هن ريت آهي. غلام رسول خراسان جو پٺاڻ سوداگر هو جڏهن پنهنجي ڪم سان روهڙيءَ آيو ميرجان الله شاه رضوي جي ولايت ڪرامت جو ٻڌي اچي قدمبوسي ڪئي ۽ جيڪي ٻڌائين سو ڏنائين. اعتقاد ڪري مريد ٿيڻ جو عرض ڪيائين. هن سان لک روپئي جو مال ساڻ هو. پاڻ فرمايائونس ته توسان گهڻو مال آهي پهريائين اهو وطن ڇڏي پوءِ اچي مريد ٿي جي نه ته فيض وڃڻ بعد اهو مال پنهنجي هٿين پاڻ لٽيندين. ورنديءَ ۾عرض رکيائين اسين پٺاڻ آدمي سخت آهيون ڪنهن ڪي پائي ڏيڻ وارا نه آهيون سائين مونکي مريد ڪري. پاڻ فرمايائونس ته جيڪا تنهنجي مرضي پوءِ پاڻ هن کي مريد ڪري فيض ڏنائون پوءِ سندس اهڙو حال ٿيو جو اهو سڀ مال خدا پاڪ جي واٽ ۾ پاڻ خيرات ڪري مير جان الله شاه صاحب جي حضور ۾ رهندو آيو. وڏو ڪامل ولي الله ٿيو گهڻو عرصو اتي روهڙيءَ ۾ رهيو آخر ڪانئن وطن وڃڻ جي اجازت طلبيائون جا مليس مگر حڪم مليس ته خراسان پهچڻ شرط توکان غلام محمد مريد ٿيندو. غلام محمد ڪان سيد عبدالوهاب شاه جيلاني پاڳناڙي وارو مريد ٿيندو، ان وقت اسان جي گادي واري وٽ امانت نه هوندي ان ڪري تون غلام محمد ۽ غلام محمد سيد عبدالوهاب شاهه کي چوي ته پاڳناڙي ڪان روهڙيءَ اچي امانت ڏئي پوءِ موٽي وڃي. غلام رسول فقير اهو حڪم وٺي خراسان ويو."(35) سيد مير جان محمد شاه رضوي جي مٿي بيان ڪيل وصيت. جڏهن فقير غلام رسول وڻجاري ۽ فقير غلام محمد کان ٿيندي سيد عبدالوهاب شاه جيلاني پاڳناڙي واري وٽ پهتي. ان وقت درگاه مير جان الله شاه رضوي جو سجاده نشين مير جان محمد شاه رضوي جو پوٽو سيد فتح علي شاهه بن سيد منور علي شاهه هيو. "انيس المساڪين" ۾ قاضي غلام مهدي لکي ٿو ته شاهه قلندر علي (ابن مير جان محمد شاهه اول) جي

وفات بعد مير جان الله شاھ جو ننڍو پٽ منور علي شاھ گاديءَ تي ويٺو جنھن 1199ھجري ۾ وصال فرمايو. کين ڇھ پٽ ھئا، جن مان ميان فتح علي شاھ سنڌن وڏو پٽ مسندنشين ٿيو مگر وٽن امانت، ڪانہ ھُئي. ان وقت ميان عبدالوھاب شاھ جيلاني ڪڇي ڪان انجام موجب امانت ڏيڻ آيو. ميان فتح علي شاھ وٽ اچي سارو تذڪرو عرض ڪيائين. ميان فتح علي شاھ سجاده نشين ھيو ان ڪي اھا ڳالھ نہ وڻي چيائون تہ اسان وٽ فيض ڪونھي ڪو جو اوھان ڏيڻ آيا آھيو. شاھ عبدالوھاب سائين فرمايو تہ قبلا اوھان اسان جا مرشد آھيو اسان ڪي فيض اوھان جي دروازي تان مليل آھي اسان ڪي مجال نہ آھي جو ايئن چئون تہ اوھان ڪي فيض ڏيون. ائين چئي موڪلائي اٿي ھليا. ميان جان الله شاھ ميان فتح علي شاھ جي ننڍي ڀاءُ جو اھا خبر ٻڌي تنھن ڏڪي وجي شاھ عبدالوھاب جي محافي ڪي ڪلھو ڏنو. (شاھ عبدالوھاب سائين دائما محافي تي سواري ڪندا ھا.) مير جان الله شاه جو محافي ڪي ڪلھو ڏيڻ ۽ شاه عبدالوھاب جو فرمائڻ "محافو جھليو جو مرشد جي اولاد مان ڪنھن اچي محافي ڪي ڪلھو ڏنو آھي." پاڻ محافو رکائي مير جان الله شاھ ڪي ڀاڪر پائي فرمايائون:

جاني ميڏي دا ڪوئي نھين ثاني
مليم يار جو جاني جنھن دا ڪوئي نھين ثاني

لطف ماھي دا مين تي آيا درد ٿيا درماني
سيد عبد نون آپ وڏايس ڏتس چا شاھاني.(36)

انيس المساڪين ۾ قاضي غلام مھدي اڳتي لکي ٿو تہ شاه عبدالوھاب سائين مير جان الله شاه ڪي فيض ڏنو ۽ مرشد جو امر بجا آندو ۽ مير جان الله شاه، شاه عبدالوھاب سائين ڪي ڇھ مھينا پاڻ وٽ رِھايو ۽ شاھ عبدالوھاب سائين پنھنجي نياٽيءَ جو سڱ مير جان الله شاه جي وڏي پٽ مير جمن شاھ ڪي ڏنو. شاه عبدالوھاب سائين ڪي شاه شاھان ڪري سڏيندا آھن. پاڻ عالم فاضل وڏي ڪماليت جا صاحب ھئا. سنڌن زبان تہ سيف الرحمٰن ھئي. پاڻ اھي ڇھ مھينا ھر جمع ڏينھن روھڙي شھر ۾ پاتولڪي سمٽي وٽ جا مسجد آھي. ان ۾ وعظ ڪندا ھا. انھيءَ ڪري انھيءَ مسجد ڪي اڄ تائين وعظ واري مسجد چوندا آھن. جنھن مھل وعظ ڪندا ھا تہ ڦھريائين چوندا ھا "سڻ وي بندا." اھو آواز جنھن جي ڪن تي پوندو ھو سو بيھي رھندو ھو" قاضي غلام مھدي ساڳي ڪتاب جي صفحي 113 تي لکيو آھي تہ "فقير محمد محسن وڏو (بيدل سائين جو والد) بہ سنڌن مريدن مان ھيو." ۽ اڳتي

لکي ٿو تہ ”جڏهن شاه صاحب ڇهہ مهينا روهڙيءَ ۾ رهي پاڳناڙي روانو ٿيو تڏهن خليفہ محمد محسن جي ٻانهن سائين مير جان الله شاه جي حوالي ڪري سندن خليفو مقرر ڪري اُسهيا.“(37) مرحوم عبدالحسين شاهہ موسوي بہ لکيو آهي تہ جڏهن شاه شاهان روهڙيءَ مان روانو ٿيڻ لڳو تہ سندس (فقير محمد محسن) جي ٻانهن مير جان الله شاه کي سونپيائين جنهن بہ کيس خليفو مقرر ڪيو. اها خلافت اڃان تائين انهيءَ خاندان ۾ هلندي اچي.“(38) برک محقق ۽ اديب مولانا دين محمد وفائي پنهنجي ڪتاب ”تذڪره مشاهير سنڌ“ ۾ لکيو آهي تہ ”فقير بيدل جي والد ان کان پوءِ مير جان الله شاهہ ثاني کان بہ بيعت ڪئي جو وڏي جان الله شاه جو پوٽو هو.“(39) انيس المساڪين عرف راحت السالڪين ۾ بيان ڪيل سيد عبدالوهاب شاه جيلاني جو روهڙي اچڻ وارو قصو ۽ روحاني امانت مير جان الله شاه ثاني کي ڏيڻ واري روايت ويندي فقير قادر بخش بيدل جي والد بزرگوار جو وٽس مريد ٿيڻ واري ڳالهہ، گدومل هرجاڻي ۽ موسوي عبدالحُسين شاه پنهنجن ڪتابن ۾ جيئن جو تيئن نقل ڪئي آهي البت انهن صاحبن سيد عبدالوهاب شاه جيلاني جي مريد ٿيندڙن ۾ بيدل سائين جي والد بزرگوار فقير محمد محسن جي سؤٽ ڇاٽايل فقير بيگ محمد کي بہ شامل ڪيو آهي. گدومل هرجاڻيءَ موجب ”هڪ ڏهاڙي فقير محمد محسن ۽ بيگ محمد جي پاڻ ۾ سڳا سؤٽ هئا ۽ ذات جا قريشي هئا اچي شاه شاهان جا مريد ٿيا هو هئي گڏجي روهڙي شهر جي ٻاهران پڳي ٽڪريءَ تي جتي هينئر ڊپٽي صاحب جو بنگلو آهي ان جي پرسان واري ٽڪريءَ تي ويهي الله سائينءَ جو ذڪر ڪندا ها. آخر هڪ ڏينهن فقير محمد محسن جو مراقبو کلي پيو ۽ کيس سمورو دلي مطلب حاصل ٿيو. اها خبر جڏهن فقير بيگ محمد کي ڪيائين تہ فقير بيگ محمد سوچيو تہ اهڙي جيئڻ کان مرڻ ڀلو آهي تنهن ڪري پاڻ کي ٽڪريءَ تان ڪٽي اُڇلايائين مرشد سندس سچائي ۽ صدق ڏسي مٿس مهر ڪري ان ’ٽپي ۾ سڌ کيس يعني مراقبہ کلي پيس“ (40) گدومل هرجاڻي واري اها روايت، مرحوم عبدالحسين شاه موسوي پڻ پنهنجي تاليف ۾ جيئن جو تيئن نقل ڪئي آهي مرحوم سبحان بخش قريشي پڻ ڪتاب ”پنج گنج“ ۾ فقير محمد محسن ۽ سندس سؤٽ ڇاٽايل فقير بيگ محمد واري ساڳي بيان کي ورجايو تہ آهي پر سبحان بخش مرحوم انهيءَ بيان ۾ مير جان الله شاهہ جي خلافت ۾ فقير محمد محسن سان گڏ فقير بيگ محمد جو نالو بہ شامل ڪري ويو آهي ۽ هن طرح رقم طراز آهي تہ ”پاڳناڙي رواني ٿيڻ وقت (عبدالوهاب شاه جيلاني) فقير محمد محسن ۽ فقير بيگ محمد کي خلافت عطا ڪري اها وصيت

ڪيائين تہ هميشہ جان علي شاھ جي خدمت ۾ رهجو ۽ هيٺيون شيون تبرڪ طور ڏنائين.

1. تاج مبارڪ 2. گودڙي مبارڪ (گيڙو رتل)

3. هڪ بيت: مئي ڪہ خوردم ببلد ياگ بلوچ

نشہ در لوهري نمود تمام.(41)

اسين هن باب ۾ سيد عبدالوهاب شاھ جيلاني جي روهڙي اچڻ، سيد ميرجان الله شاھ رضوي ثاني کي امانت ڏيڻ ۽ ونس بيدل سائينءَ جي والد فقير محمد محسن جو مريد ٿيڻ وارو بيان، قاضي غلام مهدي جي لکيل اهم ماخذ انيس المساڪين تان نقل ڪري چڪا آهيون. اسين ڏسنداسون تہ مذڪوره ڪتاب ۾ ڪٿي بہ بيگ محمد نالي ڪنهن بہ بزرگ جو نالو نہ ٿو ملي پر پاسي هن ڪان اڳ بيدل سائين جي شجري متعلق پيش ڪيل سن 1262ھ جي اهم قانوني ۽ تاريخي دستاويز کي ڏسئون ٿا تہ وڏو بيگ محمد سائين، فقير محمد محسن جو والد (بيدل جو ڏاڏو) ۽ ننڍو بيگ محمد، فقير محمد مُحسن جو پائيٽيو ۽ نياٽو ۽ بيدل سائين جو پيٽيوو ۽ سؤٽ ثابت ٿئي ٿو.

بيدل سائين جو والد فقير محمد محسن سموري حياتي پنهنجي مرشد سيد عبدالوهاب شاھ جيلاني جي حُڪم تي سيد مير جان الله شاھ ثاني جي خدمت ۾ گذاري. "انيس المساڪين عرف راحت السالڪين" جي صفحي 116 تي لکيل آهي تہ "پاڻ (سيد مير جان الله شاھ) ڪوٽ ۾ اندر باغ تڪر رکايو هئائون ان جو نالو راحت العاشقين رکيو هئائون. انهيءَ باغ جو ڪم هلائيندڙ خليفو محمد محسن هو. ان ٿوري باغ ۾ سڀ جنس جا ميوا جيڪي بہ روهڙيءَ جي باغن ۾ آهن سڀ موجود ها ۽ باغ هر موسم ۾ ڦريل رهندو هو. خليفي محمد محسن کي سندس (مير جان الله شاھ جو) حڪم هو تہ جيڪو بہ شهر جو آدمي باغ ۾ اندر اچي ان کي جهڙي ميوي جي موسم هجي سڀ ميوا بنا قيمت ڏيندو وڃ توڙي سؤ گهمرو ڪٿي اچي."(42)

## فقير محمد محسن جو وصال

قاضي غلام مهدي ولد قاضي پير محمد پنهنجي ڪتاب "انيس المساڪين عرف راحت السالڪين" جي صفحي 117 تي سيد ميان علي اڪبر شاھ رضوي جانشاهي جي احوال ۾ بيدل سائينءَ جي والد بزرگوار فقير محمد مُحسن جي وصال جو هڪ واقعو بيان ڪيو آهي. جيڪو هن طرح آهي

”سيد مير علي اڪبر شاهه حضرت شاه شاهان سائين جو ڏوهٽو، مير جان الله شاه جي حياتيءَ ۾ هڪ دفعي بيمار ٿيا ها ۽ سندن حياتي خدائي دربار مان جيڪا لکيل هُئي سا پوري ٿيل هئي ان ڪري جڏهن مير جان الله شاه ڏٺو ته صاحبزادي جي عُمر پوري ٿيل آهي تڏهن ڏاڍي مغمومي حالت ۾ اندران ٻاهر اوطاق ۾ اچي ويٺا. ان وقت سندن خليفه محمد محسن کين عرض ڪيو ته قبلا مغمومي جو باعث ڇا؟ پاڻ فرمايائون ته صاحبزاده علي اڪبر شاه تمام سخت بيمار آهي ۽ حياتيءَ جي اميد نه آهي. خليفه محمد محسن عرض ڪيو ته قبلا مان الله جو ليکو جاچيندس ۽ فجر جو سائين جن کي احوال عرض رکندس. پاڻ فرمايائون ته چڱو. ورندي فجر تي خليفه محمد محسن اچي عرض ڪيو ته قبلا رات الله تعاليٰ جو سارو دفتر جاچيم ته صاحبزادي جي عمر پوري ٿيل هئي وري ڏٺم ته بندي جي عمر ٻارهن ورهيه باقي آهي تنهن تي مون هڪ سال ڪڍهن ڪڍهن جي بيماريءَ جو ڪڍي جدا ڪيم باقي يارهن سال صفا صحت جا صاحبزادي جي نالي لکيم. بندو اها قيرقار الله جي دفتر ۾ ڪري آيو آهي سو قبول پوي. مير جان الله شاه سائين ٽي دفعا وري وري پنهنجي خليفي کان تصديق ڪئي ته تو دل و جان سان ائين ڪيو آهي جڏهن هن ٽي دفعا قبول ڪيو تڏهن پاڻ فرمايائون ته چڱو، پوءِ خليفه عرض ڪيو ته قبلا بندي کي موڪل ڏي ته گهر وڃي سمهي ته صاحبزادو چڱو ڀلو ٿئي ۽ اٿي ويهي. پاڻ خليفي کي موڪل ڏنائون جو گهر ويو ۽ ٻارهن مهينا کٽولي تي هڪ هنڌ سمهي دم ڏنائون ۽ مير علي اڪبر شاه يارهن ورهه ساندهه حال حيات هو جو ڪڏهن به مٿي ۾ سور به نه پين“(43)

انيس المساڪين ۾ آيل بيدل سائين جي والد بزرگوار فقير محمد محسن جو سيد علي اڪبر شاه رضوي کي پنهنجي حياتي ارپڻ وارو قصو گلومل هرجاڻي پڻ پنهنجي تاليف ديوان بيدل ۾ جئن جو تيئن ڏنو آهي. اضافي طور گلومل هرجاڻي مٿين واقعي جي روشنيءَ ۾ فقير خليفه محمد محسن جي وفات جو سن 1259هجري ڄاڻايو آهي.(44) جڏهن ته بولچند راجپال ۽ مرحوم عبدالحسين شاه موسوي مذڪوره واقعو ۽ فقير محمد محسن جي وفات جو سن پنهنجن تاليفات ۾ شامل نه ڪيو آهي. مرحوم سبحان بخش قريشيءَ جي تاليف ”پنج گنج“ ۾ اهو واقعو ساڳي طرح ملي ٿو. مرحوم سبحان بخش قريشي اهو به لکيو آهي ته ”جڏهن خليفو محمد محسن صاحب 1259هه ۾ وصال ڪري ويو ته صوفي جان علي شاهه (اصل ۾ سيد جان الله شاه ثاني) پنهنجي درگاهه ۾ خليفي صاحب کي اهڙي هنڌ رکايو جو هن وقت صوفي جان علي شاهه جي بلڪل قدمن ۾ موجود آهي.“(45)

متي بيان ڪيل واقعي مان هڪ اهم سوال اڀري ٿو. اسان ڏسنداسون ته سيد علي اڪبر شاه اول سن 1270هه ۾ وفات ڪري ويو. جيڪڏهن ڪيس صحت جا ملنڊڙ يارهن سال گهٽائجن ٿا ته پوءِ اهو سن 1259هه جو ٿئي بيهي ٿو هاڻي ڏسنداسون ته سيد جان الله ثاني جي وفات جو سن آهي 1255هه يعني انهيءَ واقعي کان مير جان الله شاه پورا چار سال اڳ وفات ڪري چڪو هو، هينئر سوال اهو ٿو پيدا ٿي ته پوءِ اهو واقعو جان الله شاه ثاني جي ڏينهن ۾ ڪيئن ٿيو؟

بيدل سائينءَ جي والد بزرگوار فقير محمد محسن جي مزار درگاهه مير جان الله شاه رضوي روهڙي ۾ سيد مير جان الله شاه ثاني جي بلڪل پيراندي‎ءَ کان آهي جنهن سان گڏ هڪ ٻي مزار آهي جيڪا بقول مرحوم سبحان بخش قريشيءَ جي فقير قادر بخش بيدل جي والد فقير محمد محسن جي سؤٽ فقير بيگ محمد جي آهي جنهن لاءِ لکي ٿو ته ”سن 1272هه ۾ پاڻ (فقير بيگ محمد) انتقال ڪري ويو سندس مزار به سيد صوفي جان الله شاه جي درگاهه تي خليفي محمد محسن صاحب جي لڳ آهي.“(46) ياد رهي ته اسان شروع ۾ شجري واري باب ۾ سن 1262هه جي هڪ اهم دستاويز جو ذڪر ڪري چڪا آهيون جنهن ۾ بيگ محمد اول بيدل سائينءَ جو ڏاڏو ۽ بيگ محمد ثاني، بيدل سائينءَ جي والد بزرگوار جو سؤٽ نه بلڪ ڀائيٽيو ۽ نياڻو ثابت ٿيو آهي.

## بيدل سائينءَ جي ولادت ۽ نالو

فقير قادر بخش بيدل، سيد عبدالوهاب شاه جيلاني پاڳناڙي واري جي، دعا سان فقير محمد مُحسن جي گهر ڄايو. ”انيس المساڪين عرف راحت السالڪين“ ۾ آيل آهي ته ”فقير محمد محسن وڏو ويٺل روهڙيءَ جو سندن مريدن مون هو انهيءَ شاه صاحب عبدالوهاب سائين کي عرض ڪيو ته مونکي پٽ نه ٿو ٻچي سو دعا ڪريو ته پٽ ٿئي. پاڻ فرمايائون ته اوهان کي پٽ ٿيندو جو صاحب شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت جو ٿيندو مگر هڪ پير البت ضعيف هوندس. شاه صاحب جي امر موجب سائين محمد محسن کي فقير قادر بخش (جنهن جو تخلص بيدل آهي) پٽ ڄايو“(47) گلومل هرجاڻي، وري هن طرح لکيو آهي ته ”هڪ ڏينهن فقير محمد محسن پنهنجي مرشد کي عرض ڪيو ته قبلا بندي کي ڪو فرزند دلبند ڪونه آهي سو دعا ٿي، پاڻ فرمايائون ”انشاءالله اوهان کي اهڙو فرزند ڄمندو جو شريعت، طريقت،

معرفت ۽ حقيقت جو صاحب ٿيندو.“ گدومل هرجاڻي اڳتي لکي ٿو ته ”ٿورن ڏينهن کان پوءِ فقير محمد محسن جي گهر هڪ ڇٽيهه لکڻو ڇوڪر ڄايو. اتي هڪ شخص اچي خبر ڪئي ته فقير صاحب مبارڪ هجيو فرزند ڄائو اٿو پر هڪ پير مڙيل اٿس. اهي لفظ ٻڌڻ شرط مير صاحب (مير جان الله شاه ثاني) زبان مبارڪ مان فرمايو ته ابا منبو نه چؤ اهو روهڙي شهر جو جهنڊو ٿيندو.“(48) مرحوم عبدالحسين شاه موسوي به ”ديوان بيدل“ ۾ فقير قادر بخش بيدل جي ولادت جو مٿيون احوال جيئن جو تيئن لکيو آهي.(49)

اڳين سمورن سوانح نگارن جهڙوڪ نارائڻ ڏي گرناڻي، حسام الدين راشدي، پيرومل آڏواڻي، گلومل هرجاڻي، بولچند راجپال ۽ مرحوم عبدالحسين شاه موسوي فقير قادر بخش بيدل جي ولادت جو سن 1814ع مطابق 1230هجري لکيو آهي.(50) جڏهن ته فقير صاحب بيدل جي فرزند فقير محمد محسن بيکس هڪ هنڌ سندن ولادت جو سن فارسي شعر ۾ 1231ھ ڪڍيو آهي. اهو هتي ڏجي ٿو.

تاريخ تولد شد جناب حضرت پير مغان قدس سره

رغيب آمده روضته العارفين
بگفتم: گلي راحت العاشقين
1231ھ(51)

ان لحاظ کان بيدل سائينءَ جي ولادت جو سن 1231هجري مطابق 1815ع بيهي ٿو. ولادت وقت فقير صاحب جو نالو ”عبدالقادر“ رکيو ويو پر اڳتي هلي پاڻ ”قادر بخش“ جي نالي سان اهڙو معروف ۽ مشهور ٿيا جو گويا هينئر ”عبدالقادر“ جي نالي سان ڪو گهٽ سڃاڻيندو. اهوئي سبب آهي جو فقير صاحب بيدل پاڻ به عمر جي آخري ڏينهن تائين پاڻ کي ٻنهي نالن سان لکندو ۽ سڏائيندو آيو. هتي اسين ان تي تفصيلي روشني وجهون ٿا.

فقير قادر بخش بيدل جي نالي متعلق شروعاتي ماخذن تي نظر وجهون ٿا ته ان متعلق نارائڻ ڏي گرناڻي، پير حسام الدين راشدي، پيرو مل آڏواڻي، ۽ بولچند راجپال هڪڙي ئي ڳالهه لکي آهي ته ”سندس نالو ”عبدالقادر“ هو پر عام ريت کيس قادر بخش ڪري سڏيندا هئا“ گدومل هرجاڻيءَ وٽ وري فقير قادر بخش بيدل جي نالي متعلق هڪ نئين روايت جنم ورتو، هو صاحب لکي ٿو ته ”سندس نالو ڄمڻ وقت عبدالقادر رکيو ويو. فقير عبدالقادر جڏهن بلوغت کي رسيا تڏهن پنهنجو نالو فقير قادر بخش

سان مشهور ڪرائڻ لڳا ڇاڪاڻ ته سندن نالو غوث الثقلين قطب الدارين مولانا محبوب سبحاني عبدالقادر جيلاني جي اسم مُبارڪ جهڙو هو."(52)

مرحوم عبدالحسين شاه موسوي پڻ گلومل هرجاڻي واري انهيءَ روايت کي اڳتي وڌايو، هو صاحب لکي ٿو ته بروقت سندس نالو "عبدالقادر" رکيو ويو پر پوءِ پيران پير دستگير جي ادب وچان کيس قادر بخش سڏيو ويو. ساڳي وقت مرحوم موسوي صاحب اهو پڻ لکيو ته "فقير پاڻ کي پنهي نالن سان سڏائيندو آيو."(53)

اسين جڏهن فقير قادر بخش بيدل جي تصانيف ۽ ڪلام جو مطالعو ڪريون ٿا ته ان مان اها پڪ ٿيو وڃي ته فقير قادر بخش بيدل آخر تائين پاڻ کي پنهي نالن سان لکندو ۽ سڏائيندو آيو آهي. يا ائين ڪٿي چئجي ته سندس ولادت جو نالو "عبدالقادر" هو ۽ عرفيت "قادر بخش". اسين جڏهن اهو چئون ٿا ته فقير صاحب آخر تائين پاڻ کي، پنهي نالن سان سڏائيندو آيو. ته ان لاءِ دستاويزي ثبوت به پيش ڪرڻ گهرجي. اسان شروع شروع ۾ بيدل سائينءَ جي دور جي هڪ اهم تاريخي ۽ قانوني دستاويز جو ذڪر ڪيو آهي جيڪو سن 1262هجريءَ جو تحرير ٿيل آهي. اهو دستاويز سندن خانداني موروثي پلاٽ جي وڪري بابت آهي جيڪو قاضي محمد افضل جي ڪورٽ ۾ پيش ٿيو. اسان ڏسنداسون ته ان اهم موقعي تي به فقير صاحب جن پنهنجو نالو "قادر بخش" لکرايو آهي نه ڪي "عبدالقادر". انهيءَ مان اها خبر پوي ٿي ته ان وقت فقير صاحب عام طور تي "قادر بخش" جي. نالي سان ئي مشهور هو ۽ سندس سڃاڻپ قانوني طور تي "قادر بخش" جي نالي طور ئي قبول ڪئي وئي. انهيءَ واقعي کان ٽي سال پوءِ سن 1265هجريءَ ۾ بيدل سائين پنهنجي هڪ فرسي قطعي ۾ وري پنهنجو تعارف "عبدالقادر" نالي ڪرايو آهي. جيڪو هن طرح آهي:

فقير عبدالقادر ڪه صوفي وحنفي است
فگند طرح سڪونت به قصبه لوهري
يڪ هزار دو صد شصت و پنج ڪرد رقم
سطور چند. به ترتيب نغز نظم دري.(54)

انهيءَ قطعي رقم ڪرڻ کان ڇهه سال بعد سن 1271هجريءَ ۾ بيدل سائينءَ پنهنجي هڪ ٻي تحرير ڇڏي جنهن ۾ وري پاڻ "الراقم فقير قادر بخش" لکيو اٿائين. انهيءَ تحرير جو عڪس موسوي صاحب مرحوم ديوان

بيدل جي صفحي 3 تي ڏنو آهي.(55) ٻي طرف وري سنڌس هڪ ڪافيءَ ۾ ”عبدالقادر“نالو استعمال ٿيل آهي.

عشق ازلي جن کي آهي ڪاڻ ڪُٺن جي تن کي ناهي
عبدالقادرؔ چاڻ ناهي ڪنهن جي سُرڪ سلڻ جي.(56)

هتي اسين پڙهندڙن جي سهوليت لاءِ بيدل سائين جي نالي متعلق اهم سوانحي ماخذن ۽ دستاويزن جو چارٽ پيش ڪري رهيا آهيون.

## بيدل سائينءَ جو نالو عبدالقادر يا قادر بخش
## اهم سوانحي ماخذن جو سرسري جائزو

| نمبر | ماخذ | قلمي/ ڇاپي | ڪاتب/مصنف | سن ڪتابت اشاعت | نالي متعلق عبارت |
|---|---|---|---|---|---|
| 01 | اهم تاريخي دستاويز، مقالو ”دين جو جهنبو“ از مولانا عبدالوهاب چاچڙ مطبوعا بيدل – 4 | قلمي | دستاويز لکائيندڙ بيدل سائين خود | 1262ھ | فقير قادر بخش |
| 02 | عڪس تحرير بيدل سائين مطبوعا ديوان بيدل مولف عبدالحسين شاه صفحو – 3 | قلمي | بيدل سائين خود | 1271ھ | الراقم: فقير قادر بخش مُهر خادم العلماء فقير قادر بخش |
| 03 | ساڳيو | قلمي | بيدل سائين خود | 1261ھ | فقير عبدالقادر |
| 04 | انيس المساڪين عرف راحت السالڪين | قلمي | قاضي غلام مهدي بن قاضي پير محمد | نقل 1917ع | فقير ميان قادر بخش |
| 05 | تاريخ شعراء سنڌ | قلمي/ ڇاپي | فقير هدايت علي نجفي تارڪ | 1930ع/ 1945ع | قادر بخش فقير |
| 06 | مضمون عشق جو اوتار حضرت بيدل ڀوتار | ڇاپي | پير حسام الدين راشدي | 1932ع | سائين وڏي جو نالو عبدالقادر هو ڪيس قادر بخش ٻه سڏيندا هئا |
| 07 | مضمون: بيدل فقير | ڇاپي | پيرومل آڏواڻي | 1937ع | سنڌس اصل نالو عبدالقادر هو مگر عام طرح قادر بخش ڪوٺيندا هئس |
| 08 | ديوان بيدل | ڇاپي | گلومل هرجاڻي | 1940ع | سندس نالو عبدالقادر رکيو ويو. جڏهن بلوغت کي رسيا |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| | | | | | پنهنجو نالو قادر بخش سان مشهور ڪرائڻ لڳا ڇاڪاڻ تہ سندس نالو محبوب سبحاني عبدالقادر جيلاني جي اسم مبارڪ جهڙو هو. |
| 09 | بيدل جو سنڌي ڪلام | چاپي | بولچند راجپال | 1950ع | سندس نالو ميان عبدالقادر هو مگر عام ريت قادر بخش ڪري سڏيندا هئس |
| 10 | تذڪره لطفي | چاپي | لطف الله بدوي | 1952ع | ڇمڻ وقت سندس نالو عبدالقادر رکيو ويو. وڏو ٿيو تہ عبدالقادر جي بجاءِ قادر بخش ڇوتہ عبدالقادر پيران پير جو اسم گرامي هو |
| 11 | تذڪره مشاهير سنڌ | چاپي 1974ع | مولانا دين محمد وفائي | قلمي 1950ع | قادر بخش |
| 12 | ديوان بيدل | چاپي | عبدالحسين شاه موسوي | 1954ع | سندس نالو عبدالقادر رکيو ويو پرپوءِ پيران پير دستگير جي ادب وچان ڪيس قادر بخش سڏيو ويو فقير پاڻ کي، پڇاڙيءَ تائين پنهنجي نالن سان سڏائيندو آيو |
| 13 | پنج گنج | چاپي | سبحان بخش قريشي | 1976ع | محمد محسن نينگر جو نالو عبدالقادر رکيو پر جڏهن پاڻ وڏا ٿيا تہ محبوب سبحاني جي اسم گرامي سبب قادر بخش بہ سڏائڻ لڳا |
| 14 | مثنوي دلڪشا | چاپي | ڊي.ڪي منشار اماڻي | 1996ع | فقير قادر بخش عرف عبدالقادر |

متي پيش ڪيل چارٽ ۾ دستاويزي ثبوتن مان اها خبر پوي ٿي ته بيدل سائينءَ جا آخر تائين ٻئي نالا استعمال ٿيندا رهيا آهن ۽ فقير صاحب جن پاڻ به مختلف هنڌن تي ٻئي نالا لکندو رهيو آهي البت سندن قادر بخش نالو وڌيڪ معروف ۽ عام سڃاڻپ طور آيل آهي. باقي سندس ڄڻيءَ وارو نالو "عبدالقادر" "قادر بخش" طور ڪيئن مشهور ٿيو ان بنسبت اسان جي محترم دوست ۽ ناماياري شاعر ۽ اديب علي اطهر موساڻي هڪ پيو به امڪان ظاهر ڪيو آهي جيڪو پڻ توجهه طلب آهي،علي اطهر موساڻي لکي ٿو ته: "بيدل فقير جي ولادت سن 1815ع کان تقريبا پوڻا ٻه سؤ سال اڳ سن 1644ع ڌاري هندستان جي شهر پٽنه لڳ هڪ صوفي درويش ۽ فارسي زبان جي عظيم شاعر جي ولادت جو ذڪر ملي ٿو جيڪو اڳتي هلي "مرزا عبدالقادر بيدل" جي نالي سان مشهور ٿيو." موساڻي صاحب اڳتي لکيو آهي ته اسان جي فقير قادر بخش بيدل جي مرزا عبدالقادر بيدل سان روشناس ٿيڻ جو واقعيو تاريخ ۾ ملي ٿو، پوءِ جڏهن بيدل فقير پنهنجو ڪلام محبتي فقيرن کي ٻڌايو ته انهن مان ڪنهن ڪيس چيو ته هي ڪلام ته پنجاب واري بيدل جا ٽا لڳن جنهن کي بيدل فقير وجد ۾ اچي ويو ۽ وڌيڪ ٽي عدد غزل في البديع چيائين. متين پس منظر جي حوالي سان جڏهن فقير قادر بخش بيدل جي عالمانه شخصيت ڏي نظر وجهبي ته اهو امڪان بلڪل واضح ۽ چٽو نظر اچي ٿو ته بيدل فقير "مرزا بيدل" جي شخصيت ڪلام ۽ فڪر کان مڪمل طور تي باخبر هو ۽ فڪر، شاعري ۽ اتفاقي طور تي نالن جي هڪجهڙائي سبب پنهنجو نالو قادر بخش اختيار ڪيائين ۽ شايد اهوئي سبب هو جو فقير قادر بخش بيدل پنهنجي هڪ فارسي ديوان "سلوڪ الطالبين" ۾ پنهنجو تخلص "طالب" ڪتب آندو آهي پر پوءِ ڪنهن سبب "بيدل" جي تخلص کي وڌيڪ پسند ڪندي پنهنجو نالو عبدالقادر مان قادر بخش تبديل ڪيائين ۽ هميشه لاءِ پنهنجي سڃاڻپ فقير قادر بخش بيدل قائم رکيائين."(57) علي اطهر موساڻي جنهن امڪاني ڳالهه جو بيان ڪيو آهي ان کي ان روايت مان به هٿي ملي ٿي جيڪا گدومل هرجاڻي ۽ مولانا دين محمد وفائي به لکي آهي. هرجاڻي صاحب به ديوان بيدل ۾ لکيو آهي ته "والد صاحب (بيدل جي) فرماين ته سياڻي استاد وٽ پڙهڻ ويجهو ٻئي ڏينهن ٻه غزل لکي استاد وٽ ڪين ڏيکاريائون استاد بيدل تخلص ڏسي فرمايو ته هتان چار سؤ ڪوهه پري اتر طرف پنجاب ملڪ آهي جتي هڪ بيدل نالي شاعر ٿي گذريو آهي جنهن جا هي ٻه ڪلام آهن. استاد جو ايترو ٻڌي ڪين اهڙو ڪو خيال پيو جو اتي جو اتي غزل عربي فارسي ۽ اردو چيائون."(58) مولانا دين محمد وفائي به اها ڳالهه

لکي آهي تہ .طالب علمي واري زماني ۾ هن (بيدل سائين) هڪ خواب ڏٺو جنهن ۾ سيوهڻ قلندر عثمان مروندي جي درگاهہ تي حاضر ٿيڻ جو اشارو ٿيو. هي صاحب ٽن تنها سيوهڻ روانو ٿي ويو. سيوهڻ کان موٽڻ بعد هن شعر چوڻ شروع ڪيو. سڀ کان پهريون هڪ فارسي غزل چيائين:

زاهدا از مسجد يکبار بہ ميخانہ در آ
عهد و پيمانہ شکن طالب پيمانہ در آ

چون تا تہ اهو غزل جڏهن پنهنجي استاد صاحب کي ڏيکاريائين تہ هن صاحب کي اعتبار ئي نہ ٿي آيو. چيائينس تہ اهو غزل شايد مرزا عبدالقادر بيدل دهلويءَ جو آهي جنهن تي فقير قادر بخش بيدل عرض ڪيو تہ مون تي ڏات ٿي آ اڄهو اوهان جي سامهون غزل لکان ٿو. جنهن کان پوءِ ارتجالاً انهيءَ مجلس ۾ بہ فارسي غزل لکي استاد جي خدمت ۾ پيش ڪيائين جنهن کيس آفرين ڪئي آهي". (59) بهرحال چا بہ هُجي اهو هڪ مڃيل اصول آهي تہ علمي ۽ ادبي حوالي سان اهوئي نالو لکيو ويندو آهي جيڪو ان شخصيت جي ادبي سڃاڻپ ڏيکاري ۽ هن کي سنڌس هم نام ٻين عالمن ۽ شاعرن کان الڳ تلڳ ڪري بيهاري ان ڪري اسان جي ڪن دوستن جو اهو خيال غلط آهي جيڪي چون ٿا تہ جيئن جو بيدل سائين جي ڇٽيءَ جو نالو عبدالقادر هو تنهن ڪري ڪيس صرف ۽ صرف "عبدالقادر بيدل" لکيو وڃي ڇاڪاڻ تہ ان سان عام پڙهندڙ لاءِ اهو مونجهارو پيدا ٿيندو تہ اهو "عبدالقادر بيدل" سنڌ وارو آهي يا "مرزا عبدالقادر بيدل دهلوي" وارو ٻي پاسي وري سنڌ ۾ بہ بيدل سائينءَ کان پوءِ لاڙڪاڻي جو هڪ شاعر "عبدالقادر بيدل" جي نالي سان ٿي گذريو آهي. ان ڪري ضروري آهي تہ اسين بيدل سائينءَ کي "فقير قادر بخش بيدل" لکون يا وري، "فقير عبدالقادر عرف قادر بخش بيدل".

## تعليم ۽ علمي مقام

فقير قادر بخش بيدل نہ صرف سنڌ جو باڪمال صوفي شاعر ۽ مفڪر هيو بلڪ پاڻ اعليٰ تعليم يافتہ ۽ برک عالمُ پڻ هيو اهوئي سبب آهي جو سندس علمي ۽ عرفاني مقام جو هر محقق ۽ عالم اعتراف ڪيو آهي. ان حوالي سان فقير قادر بخش بيدل جي شخصيت سنڌ جي تاريخ ۾ ٻين سمورن صوفي شاعرن ۽ مفڪرن کان بنهہ نرالي آهي. فقير قادر بخش بيدل جو جنم ئي هڪ علمي ۽ فقيري گهراڻي ۾ ٿيو سو بہ وقت جي وڏن عالمن ۽ درويشن جي دُعا سان جن بيدل سائينءَ متعلق اڳ ئي اهڙيون پيشنگويون ڪيون هُيون. مثال طور بيدل سائينءَ جي ولادت کان اڳ جڏهن سندن والد بزرگوار

فقير محمد مُحسن پنهنجي مرشد ۽ وقت جي برک عالم ۽ بزرگ سيد عبدالوهاب شاهه جيلاني پاڳناڙي واري کان فرزند ارجمند لاءِ دُعا گهرائي ته شاه شاهان سائين عبدالوهاب شاهه اهو فرمايو ته ”اوهان کي فرزند ارجمند ٿيندو جو صاحب شريعت، طريقت، معرفت ۽ حقيقت ٿيندو. ٻي پاسي جنهن ڏينهن بيدل سائينءَ جو جنم ٿيو سيد مير جان الله شاه رضوي ٿني فرمايو ته ”اهو ٻوهڙيءَ جو جهنڊو نينلو“. فقير قادر بخش بيدل جي والد هڪ درويش ۽ قادري طريقي جي دست بيعت صوفي جي گهر ۾ ٿي اهڙي، طرح هن هڪ علمي، فقيري ۽ صوفيانه ماحول ۾ اکيون کوليون. بيدل سائينءَ جي والد بزرگوار وٽ وقت جي اهه صوفي فقيرن ۽ درويشن جو اچڻ وڃڻ رهندو هو جن جي علمي ۽ عرفاني ڪچهرين بدل سائينءَ جي شروعاتي تربيت ڪئي، پوءِ جڏهن بيدل سائين وڏو ٿيو ته سندس پائي جو ڪوبه عالمُ نه هو. اڄ به فقير قادر بخش بيدل جون تصنيفون سندس علمي مقام جون دليل ۽ سَنَدون آهن. ظاهري علمِ ڪنهن اُستاد يا مڪتب مان ئي حاصل ٿيندو آهي. بيدل سائين جي دور ۾ سکر ۽ روهڙي جو شهر وڏو علمي مرڪز هُيو جتي برک عالمن جا مدرسا ۽ مڪتب موجود هئا بيدل سائين ڪهڙن عالمن ۽ استادن وٽ ۽ ڪهڙن مدرسن ۾ پڙهيو ۽ بنيادي توڙي اعليٰ تعليم حاصل ڪئي ان جو احوال ملي نه سگهيو آهي. سواءِ هڪ ڳالهه جي جيڪا مولانا عبدالرحمٰن سکر واري جي حوالي سان ڪئي وئي آهي جنهن جي تفصيلي جائزو اڳتي ونداسون. فقير قادر بخش بيدل پاڻ به پنهنجي ڪنهن تصنيف ۾ نه ڪنهن اُستاد جو ذڪر ڪيو آهي ۽ نه ئي ڪو اشارو ئي ڏنو آهي. فقير قادر بخش بيدل جي ظاهري علم حاصل ڪرڻ ۽ سندس تعليم تربيت متعلق سندس سوانح عمري جي مختلف ماخذن ۾ جيڪو احوال ڏنو ويو آهي اهو هتي پيش ڪجي ٿو. ناراڻن ڏي ٿُرناڻي جنهن بيدل سائينءَ کي متعارف ڪرائڻ جي ڀرپور اشاعتي ڪوشش ڪئي، بيدل سائين متعلق لکيو آهي ته ”ننڍي وهيءَ ۾ استاد وٽان خير کي سکيو پر عربي، پارسي ۽ اردو ۾ جيڪي ڪتاب لکيا اٿس ۽ سنڌيءَ ۾ جي ڪافيون چيون اٿس تن مان ظاهر ٿئي ٿو ته سنڌيءَ ۾ شاهه جو شعر ۽ پارسيءَ ۾ مثنوي ۽ ٻيو ڪيترو شعر ۽ قرآن شريف سارو پڙهيو هئائين، پر انهيءَ واسطي گهڻا چون ٿا ته جڏهن ٻارهن ورهين جو هو تڏهن سيوهڻ واري لعل شهباز فقير جي زيارت ڪرڻ ويو جتان اها سڀ ڏات مليس.“(60)

فقير هدايت علي نجفي تارڪ چاڻايو آهي ته ”فقير قادر بخش عِلمَ جي تحصيل روهڙي ۽ سکر جي عالمن جي خدمت ۾ ڪئي. مولوي

عبدالرحمٰن صاحب سکر واري جنھن کي انگريزن کان هندن کي مسلمان ڪرڻ جي سَنَدَ مليل هُئي سندس استاد هو."(61) پير حسام الدين راشدي لکي ٿو ته "سائين وڏو (بيدل) جهڙو هو عشق جو اوتار اهڙو ئي وري ظاهري علم جو هو پوتار. عربي، فارسي، اُردو ۽ سرائيڪي زبانون ته ڄڻ مادري ٻوليون هيس. جڏهن انهن زبانن ۾ ڪلام چوڻ ويهندو هو ته بس درياهه ڇلڪائي ۽ واهڙ وهائي ڇڏيندو هو."(62) فقير قادر بخش بيدل جي شروعاتي تعليم جي حوالي سان هڪ اهم حوالو گلومل هرجاڻي جي تاليف "ديوان بيدل" ۾ ملي ٿو جنهن ۾ گلومل هرجاڻي لکيو آهي ته مرحوم قاضي غلام مهدي جو چوڻ آهي ته هي احوال پڻ فقير صاحبن فرمايو هو جو عرض پيش رکان ٿو." فرمايائون ته اسان جي والد صاحب اسان کي پنجن ورهين جي ڄمار ۾ استاد وٽ پڙهڻ لاءِ وهاريو مگر ٻارهن ورهين جي عمر تائين اسان کي هڪ "الف" کان سواءِ ٻيو ڪو اکر ياد نه هو. اسان جي استاد کي پوري پڪ هئي ته غبي طبع ڪري اسان جو پڙهڻ مشڪل ۽ محال آهي. تنهن هوندي به والد صاحب جي چئي موجب روز استاد وٽ ويندا هئاسين."(63) ان مان خبر پوي ٿي ته بيدل سائين ٻارهن سالن جي عُمر تائين مڪتب ۾ استاد وٽ ويندو رهيو البت سندس دل جيئن ته باطني فيض سبب ننڍي هوندي کان ئي "عشق" سان ٽمٽار ٿي چڪي هئي ان ڪري ظاهري علم ڏانهن سندس لاڙو ڪو گهڻو دلچسپيءَ وارو نه رهيو. بولچند راجپال به لکيو آهي ته اڃان پنجن ورهين جو مس ٿيو ته سندس والد کيس ملان وٽ مڪتب ۾ ويهاريو. ننڍي هوندي کان ئي دنيوي علم سان چاهه گهٽ هوس ڪيترن موقعين تي هو مڪتب مان اُٿي وڃي وڻ جي هيٺ ان پور پچائيندو ڏسبو هو. سندس دل مڪتب ۾ وڃڻ تي ڪانه هُئي پر پيءُ کي ناراض نه ڪندو هو. ٻارهن ورهين جي عُمر تائين مڪتب ۾ تعليم پرايائين."(64) پوءِ اڳتي هلي ائين ئي ٿيو. بيدل سائينءَ تي علم و تدريس دوران ئي باطني اسرار ۽ راز سبب اهڙو ديوانگيءَ جو دور آيو جو مدرسي ۽ مڪتب کي ڇڏي ڪجهه عرصو سير سياحت ۾ رهيا، جنهن جو تفصيلي ذڪر اسان اڳتي ڪنداسون ان دوران ئي بيدل سائينءَ عربي، فارسي، اردو ۾ رندي ۽ صوفيانه شعر چوڻ لڳا ۽ جڏهن واپس آيا ته پنهنجي استاد کي اچي اهي عربي فارسي اشعار ڏيکاريائون، گلومل هرجاڻي لکيو آهي ته "انهن غزلن جي چوڻ ڪري سندن استاد کي پڪ ٿي ته ظاهري علم جي ڪين غرض نه آهي ڇو ته فقير صاحبن کي باطني علم عطا ٿيل آهي. هڪ ڏينهن تي فقير صاحبن جي والد صاحب کي گهرائي استاد فرمايو ته "اي فقير محمد محسن اوهان جو نينگر اسان جي پڙهائڻ کان زور آهي ڇو ته هنن تي خدائي علم نازل

تيو آهي.“(65) مرحوم عبدالحسين شاه موسوي بہ قاضي غلام مهدي ولد قاضي پير محمد کان روايت نقل ڪئي آهي تہ ”فقير صاحب (بيدل) کي ننڍي هوندي جڏهن دنيوي مڪتب ۾ تعليم لاءِ ويهاريو ويو تڏهن ”الف“ کان مٿي اصل نہ پڙهيو ۽ سندس اُستاد جو ان زماني جي ماهرن مان هيو سو بلڪل مايوس ٿي پيو“ موسوي صاحب وڌيڪ اهو لکيو آهي تہ ”حقيقت ڪيئن بہ هُجي پر فقير صاحب جون تصنيفون ان ڳالھ جون دليل آهن تہ ڪيس نہ فقط پارسيءَ، عربيءَ پر قرآن، حديث، فقہ ۽ تصوف وغيره تي ڪافيءَ کان زياده عبور حاصل هو“ از انسواءِ قاضي غلام مهدي هڪ ڏينهن دوران گفتگو ۾ فقير صاحب جي حافظي جي تعريف ڪندي فرمايو تہ هڪ دفعي عربي صرف جو ڪتاب هيٺ مٿي ٿي ويو سو سڄو فقير صاحب ويهي حافظي مان لکيو.“(66)

تذڪره لطفي ۾ مرحوم لطف الله بدوي تہ بيدل سائينءَ لاءِ ايترو لکيو آهي تہ فقير صاحب 12 ورهين جي عمر ۾ فارغ التحصيل ٿي نڪتو. بدوي صاحب وڌيڪ لکي ٿو تہ حديث، قرآن، علم ڪلام، فلسفہ، ادب، دينيات ۽ تصوف جي نڪتن جو ماهر پنهنجي شاگرديءَ جو زمانو غبي ٿي رهيو هي ڪڏهن بہ اعتبار جي لائق ڳالھ تي نہ ٿي سگهي، منهنجو قياس تہ ائين چوي ٿو تہ فقير صاحب انهن شاگردن مان هڪ هو جن کي قدرت غير معمولي دماغ عطا ڪري دنيا ۾ آڻي ٿي.“(67) مولانا دين محمد وفائي ڳالھ وڃي اتي ڳنڍائي تہ ”مولوي قادر بخش بيدل لاءِ سندس سوانح نگارن جو خيال آهي تہ هو استاد وٽ ٿورو پڙهيو. مگر حقيقت ان جي برخلاف آهي. هو باقاعده استادن وٽ عربي علوم پڙهي ۽ عالم ٿيل هُيو، مولانا مرحوم عبدالرحمان سڪر واري وٽ بہ ڪي پويان انتها جي درجي وارا ڪتاب پڙهيو هو.“(68)

دور حاضر جي برک عالمَ ۽ مفسر علامہ عبدالوهاب چاچڙ صاحب فقير قادر بخش بيدل کي وڏو عالمُ، بلندترين عارف ڪامل سڏيندي هڪ هنڌ لکيو آهي تہ سائين قادر بخش بيدل هفت زبان شاعر ۽ فنا في الله جي اعليٰ مقام جا واصل ۽ صاحب دل بزرگ آهن. هن عالمَ ۽ عارف جي ڪتابن جي اونهائيءَ مان صاف ظاهر آهي تہ سندس نثر توڙي نظم جي گهرائيءَ ۾ وڃڻ تہ وڏي ڳالھ پر سندن تصنيفات جي خطبن جو فهم بہ سڀ ڪنهن جي نصيب ۾ نہ آهي.“ مولانا عبدالوهاب چاچڙ هڪ ٻي هنڌ لکيو آهي تہ هيءَ خبر تمام گهڻ ماڻهن کي آهي تہ بيدل سائين وڏو عالم ۽ درس نظاميءَ جو باڪمال فاضل هو. ديني مدرسي جو نصاب ترتيب سان پورو ڪيو هئائون ۽ پاڻ فارغ التحصيل عالمِ هُئا. مولانا چاچڙ صاحب اڳتي لکي ٿو تہ بيدل سائين جي

علمي مرتبي جي ڪري وقت جي قاضين قاضي محمد افضل (وڏن قاضين مان) ۽ محتسب عبدالخالق (ننڍن قاضين مان) ان ڪي عالمن وارا لقب ڏنا آهن. مولانا چاچڙ صاحب بيدل سائينءَ جي ڪلام ۾ به ذڪر ڪيل ڪجهه درسي ڪتابن جو حوالو ڏيندي چيو آهي ته پاڻ (بيدل سائين) درس نظامي جي نصاب تي عبور رکندڙ چوٽيءَ جا عالمَ هئا"(69)

مٿي بيان ڪيل فقير قادر بخش بيدل جي علمي مقام تي نظر پوي تي ته اهو ثابت ٿئي ٿو ته پاڻ پنهنجي وقت جا فارغ التحصيل ۽ جيد عالم هئا ۽ جتي ڪين باطني فيض مليو اُتي فقير صاحب ظاهري عِلمُ به باقاعده حاصل ڪيو، البت اهو احوال ڪنهن به سوانح نگار ۽ محقق ڪونه ڏنو آهي ته بيدل سائين ڪهڙن عالمن ۽ ڪهڙن مدرسن ۽ مڪتبن ۾ شروعاتي تعليم ۽ ظاهري علم حاصل ڪيو، مولانا عبدالوهاب چاچڙ صاحب ڪي به اهو لکڻو پيو آهي ته فقير قادر بخش بيدل جي استادي سلسلي بابت تذڪره خاموش آهن بلڪ ان ڏس ۾ ڪنهن ڪم ڪيو ئي ناهي. بيدل سائينءَ جي دور ۾ روهڙي ۽ سکر وڏا علمي مرڪز هئا جتي برک عالمَ ۽ انهن جا مڪتب موجود هئا ضرور بيدل سائين انهن منجهان ڪنهن مدرسي يا مڪتب ۾ داخل ٿيو هوندو جيئن اسين شروع ۾ بيان ڪيو آهي ته ڪيس پنجن سالن جي عُمر ۾ مڪتب ۾ ويهاريو ويو ۽ ٻارهن سالن جي عُمر تائين علم پرائيندا رهيا ۽ بقول لطف الله بدويءَ جي "فقير صاحب ٻارهن ورهين جي عُمر ۾ فارغ التحصيل ٿي نڪتو."

هتي اسين فقير قادر بخش بيدل جي دور ۾ روهڙي ۽ سکر ۾ موجود ڪجهه علمي مڪتبن ۽ عالمن جو ذڪر ڪري رهيا آهيون جيڪي اسان کي معلوم ٿي سگهيا آهن.

## مولانا عبدالحليم ڪنڊوي عرف پير پڪي وارو

مولانا عبدالحليم ڪنڊوي کي "استاد العلماء" جو درجو حاصل آهي. "سندن وڏا سمه سنه جا ڪرل ذات جا هُئا، جڏهن ته پاڻ پاڳناڙي بلوچستان جي علائقي "ڪُنڊي" ڳوٺ ۾ پيدا ٿيا. مولانا عبدالحليم سمورا ڪتاب هالاڻي ۾ مولانا سيد عاقل شاهه وٽ پڙهي فارغ ٿيو ۽ اتان استاد ڪان موڪلائي ڪنڊيءَ ۾ پهچي مدرسي جو بنياد وڌائين. مولانا ڪنڊويءَ جي پهرين شاگردن مان ميان خليفه محمد يعقوب همايوني جو نالو قابل ذڪر آهي ٻيو ممتاز شاگرد مولانا نور محمد شهدادڪوٽي آهن. هنن ٻنهي عالمن ڪان سڄي

سنڌ فيض پرايو ان لحاظ کان مولانا عبدالحليم ڪنبوي سچي سنڌ جا استاد ليکيا وڃن ٿا.(70) مولانا عبدالحليم ساري عمر مجرد رهيا، مولانا عبدالحليم ڪنبوي سن 1254ھ ۾ روهڙيءَ ۾ وفات ڪئي. سندن آخري آرامگاھ ريلوي لائين جي مٿان ٽڪريءَ تي آهي ڪيس پير پڪي جي نالي سان پڻ سڏيو وڃي ٿو. اسان ڏسون ٿا تہ سن 1254ھ ۾ جڏهن مولانا عبدالحليم ڪنبوي وفات ڪري ٿو تڏهن بيدل سائينءَ جي عُمر 23 سال آهي. اهو پڻ ٻڌايو ويو آهي تہ مولانا عبدالحليم 30 – 35 سال روهڙيءَ ۾ قاضي غلام محمد بن قاضي جان محمد ثالث جي اوطاق ۾ رهيا اتي درس ڪونہ ڏيندا هئا(71) راقم الحروف کي مولانا عبدالوهاب صاحب چاچڙ ٻڌايو تہ مولانا عبدالحليم صاحب کي روهڙيءَ جي ننڍن قاضين اچي پاڻ وٽ رهايو هو البت مولانا صاحب روهڙيءَ ۾ ڪو مدرسو وغيره ڪونہ هلايو"(72) هوڏانهن ڊاڪٽر محمد جمن ٽالپور لکي ٿو تہ ڳوٺ ٻير (قمبر) جو ناميارو عالم ۽ مفتي محمد صاحب ٻيرائي روهڙيءَ مان مولانا عبدالحليم ڪنبوي صاحب وٽ پڙهي فارغ ٿيو. ڊاڪٽر صاحب هن طرح راقم طراز آهي تہ "مولانا محمد اڃان ٻن سالن جو مس ٿيو تہ مولانا عبدالله (سندس والد) گذاري ويو ابتدائي تعليم کان پوءِ سندس مامو کيس استاد العلماء مولانا عبدالحليم ڪنبوي جي خدمت ۾ روهڙيءَ وٺي ويو. هن اتي نہ رڳو ظاهري علم پرايو پر باطني فيض بہ پرايائين. مولانا محمد روهڙيءَ مان فارغ ٿي پنهنجي ڳوٺ پهتو."(73) اسان ڏسون ٿا تہ بيدل سائينءَ جي محبوب قاضي پير محمد جو تعلق بہ انهن ئي ننڍن قاضين سان هو جن وٽ مولانا عبدالحليم ڪنبوي رهندو هو. ٻي پاسي مولانا صاحب جڏهن وفات ڪئي بيدل سائينءَ جي عمر پورا 23 سال هئي تہ پوءِ ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ بيدل سائينءَ جهڙو عِالمُ پنهنجي ئي شهر ۾ رهندڙ استاد العلماء مولانا عبدالحليم ڪنبوي سان نہ مليو. بهرحال ان متعلق سنڌ جا سمورا تذڪره نويس خاموش آهن.

## علامہ آخوند فتح محمد

علامہ آخوند فتح محمد جو تعلق بہ روهڙي شهر سان هو پاڻ فقير قادر بخش بيدل جو همعصر ۽ ان وقت جو وڏو عالم ۽ فاضل هو. قريشي حامد علي خانائي لکيو آهي تہ آخوند فتح محمد بن شيخ محمد اڪرم سن 1205ھ - 1791ع ۾ ڄايو. علم طب، رياضي، ابجد، نجوم ۽ تعويذات جي علمن ۾ وڏي مهارت رکندو هو. آخوند ميان فتح محمد جو روهڙيءَ ۾ مدرسو هو پاڻ ان

مدرسي ۾ ديني علمن جو درس ڏيندو هو. روهڙي شهر جا مسلمان خواه هندو ونس مروج سنڌي ۽ فارسي پڙهندا ها. سندن شاگردن جو حلقو وسيع هيو. روهڙيءَ جي هندن مان صوفي پارو شاهه آخوند صاحب وٽان فارسي علمن جو درس ورتو هيو. آخوند فتح محمد 13 محرم الحرام 1286هه - 25 اپريل 1869ع تي هن فاني جهان مان رحلت ڪئي ۽ آخوندن جي قبرستان ۾ مدفون ٿيو.“(74) مٿين احوال مان خبر پوي ٿي ته جڏهن آخوند فتح محمد وفات ڪئي ان وقت بيدل سائين جي عمر پورا 57 سال هئي ۽ آخوند صاحب جو مدرسو بيدل سائين جي گهر ۽ پاڙي جي ويجهو هو مگر آخوند فتح محمد ۽ بيدل سائينءَ جي ملڻ جلڻ يا علمي رابطن متعلق ڪوبه احوال ملي نه سگهيو آهي.

## مولوي محمد علي طالب

مولوي محمد علي طالب به فقير قادر بخش بيدل جو همعصر هيو. ”هي بزرگ بکر جي آسپاس ڪنهن ڳوٺ جو رهاڪو هو. سندس والد جو نالو محمد پناهه هو. سندس تلخص ”طالب“ هيو. روهڙيءَ ۾ موجود (حضور اڪرمؐ جن جي) وار مبارڪ بابت پنهنجي ڪتاب ”ظهور نامه“ ۾ شعر چيا اٿس. انهيءَ ڪتاب ۾ 446 بيت آهن جيڪو سن 1274هه ۾ لکي پورو ڪيائين. اهو پتو پوي ٿو ته روهڙيءَ جي آسپاس سندن ڳوٺ ۾ ڪو علمي مرڪز هو جتي تدريس سان گڏ تصنيف ۽ تاليف جو شغل جاري رکيو ايندو هو.“(75) مولوي محمد علي طالب ۽ فقير قادر بخش بيدل جي علمي ڪچهرين يا ملاقاتن جو به ڪو احوال ملي نه سگهيو آهي.

## مولانا عبدالرحمٰن سکرو ارو

هي ئي اهو بزرگ عالِمُ آهي جنهن متعلق اڪثر سوانح نگارن لکيو آهي ته وٽس فقير قادر بخش بيدل پڙهيو هيو. مولانا عبدالرحمٰن سکر وارو، استاد العلماءُ مولانا عبدالحليم ڪنبوي جي شاگرد مولانا محمد يعقوب همايونيءَ جو شاگرد هو ۽ بيدل سائينءَ جي دور ۾ سندس سکر ۾ مدرسو هو. هاڻي اچو ته انهن ماخذن جو سرسري جائزو وٺون جن ۾ اهو چيو ويو آهي ته مولانا عبدالرحمٰن سکر وارو فقير قادر بخش بيدل جو استاد هيو.

فقير هدايت علي نجفي تارڪ ئي اهو پهريون سوانح نگار آهي جنهن لکيو ته ”مولوي عبدالرحمٰن سکر وارو فقير قادر بخش بيدل جو استاد هو“(76) گدومل هرجاڻي پنهنجي تاليف ”ديوان بيدل“ ۾ اهو ڪٿي به ڪونه

لکيو آهي تہ ڪو مولوي عبدالرحمٰن سکر وارو بيدل سائينءَ جو استاد هو هرجاڻي صاحب صرف اهو لکي ٿو تہ ”سندن حياتيءَ جي وقت ۾ مولوي صاحب ميان عبدالرحمٰن سکر وارو زبردست عالِمُ هو. تنهن هڪڙي معتبر آدميءَ هٿان نياپو موڪليو تہ فقير صاحب! اوهان جهڙو مشترع آدمي گيڙؤ رتا ڪپڙا ڪري ماتم ۾ شامل ٿي سا تہ وڏي ڳالهہ ڇئبي، جڏهن اهو پيغام فقير صاحب کي مليو تڏهن فرمايائون تہ ابا! پنو ۽ مس ڪٺي وٺو تہ انهيءَ باري ۾ توکي لکايون ڇوتہ متان وسري وڃئي ۽ اهو وڃي مولوي صاحب جي پيش رک“ گلومل هرجاڻي وڏيڪ لکي ٿو تہ پوءِ جڏهن اهو مولوي صاحب پڙهيو تہ فرمايائين تہ ابا فقير صاحب جي علم سان اسان جي علم جي جاءِ ناهي. فقير صاحب پل پيو ائين ڪري.“(77) مٿي بيان ڪيل ساڳي روايت بولچند راجپال بہ پنهنجي ڪتاب ”بيدل جو سنڌي ڪلام“ ۾ نقل ڪئي آهي. پر هن صاحب بہ ڪٿي ائين نہ لکيو آهي تہ ڪو مولانا عبدالرحمٰن سکر وارو بيدل سائينءَ جو استاد هيو.(78)

مرحوم عبدالحسين شاهہ موسوي صاحب پڻ اها روايت نقل ڪندي لکيو آهي تہ ”مولوي عبدالرحمٰن سکر وارو ان وقت جي جيد عالمن مان هو تنهن هڪ لڳا تعزيہ داري تي اعتراض ورتو جنهن تي فقير صاحب ان جي جواز ۾ ڪتابي سندون لکي موڪليون“ اڳتي هلي مرحوم موسوي صاحب آخوند عبدالغفور ساڪن سکر پراڻي جي زباني هڪ روايت ڏني آهي تہ ”هڪ دفعي فقير صاحب مولوي عبدالرحمٰن وٽ ”شرح ملا“ وٺي پڙهيو. پڙهندي پڙهندي مٿس اهڙو اوقات اچي چڙهيو جو اچي روئڻ ۾ ڇنڪيو. ڪتاب جا ورق پسي پيا ۽ چوڻ لڳو تہ اسان کي عشق ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ نظر نہ ٿو اچي.“(79) مرحوم لطف الله بدوي وري ان ڳالهہ جو قائل آهي تہ مولوي عبدالرحمٰن سکر واري وٽ بيدل سائين مثنوي مولانا روم جو ڪجهہ حصو پڙهيو. هو صاحب تذڪره لطفيءَ ۾ لکي ٿو تہ ”مولوي عبدالرحمٰن صاحب سکر جو هڪ برگزيده عالم ٿي گذريو آهي ان کان مثنوي مولانا روم جو ڪجهہ حصو پڙهيو هئائين. چون ٿا تہ فقير صاحب مثنوي جو سبق وٺندي اهڙا نڪتا پڇي وهندو هو جنهن جي حل ڪرڻ لاءِ مولوي صاحب کي سبق اڌ ۾ ڇڏي ڏيڻو پوندو هو نتيجو اهو نڪتو جو محقق شاگرد، استاد کي محقق تر بڻائي ڇڏيو“(80) مولانا دين محمد وفائي مولوي عبدالرحمٰن سکر واري وٽ بيدل سائين جي پڙهڻ جو واقعو هن طرح ٻڌايو آهي. هو صاحب لکي ٿو تہ هڪ ڏينهن فقير قادر بخش (بيدل) شرح جامي جو درس وٺي رهيو هو تہ اوچتو ”عشق جو لفظ اچي ويو جنهن تي فقير قادر بخش بيدل کان اکين مان

ڳوڙها اچي ڪتاب تي پيا. مولانا کي عرض ڪيائين "سائين منهنجا عشق جو لفظ تہ زمين آسمان کان وڏو نظر اچي ٿو مونکي اهو بس آهي. هاڻي پڙهڻ نہ ٿو پڇي سگهيم." مٿي بيان ڪيل واقعي مان اها ڳالهہ پڪيءَ طرح واضع ٿئي ٿي تہ مولوي عبدالرحمٰن صاحب وٽ جڏهن فقير قادر بخش بيدل جو وڃڻ ٿيو ان وقت مٿس باطني طور "عشق" جي عطا ۽ فيض مليل هو هو پاڻ هڪ عجيب مستيءَ ۽ اضطراب جي حالت ۾ هو ۽ ان موقعي تي بيدل سائينءَ جو اهڙو چوڻ تہ "اسان کي اهو بس آهي هاڻي پڙهڻ نہ ٿو پڇي سگهيم"(81) ثابت ڪري ٿو تہ پاڻ مولوي عبدالرحمٰن صاحب وٽ وري اڳتي ڪونہ پڙهيا. مرحوم سبحان بخش قريشي بہ ائين لکيو آهي تہ فقير صاحب پنهنجي والد جي فرمان موجب سکر مولانا عبدالرحمٰن وٽ پڙهڻ ويا تہ سهي پر جوش ۽ جلال ڪري اڳتي پڙهي ڪونہ سگهيا".(82)

انهيءَ مان اها بہ خبر پوي ٿي تہ فقير قادر بخش بيدل پنهنجي علم ۽ عرفان ۾ مولوي عبدالرحمٰن وٽ وڃڻ کان اڳ ئي ڪمال جي درجي تي پهچي چُڪا هئا. مولانا عبدالوهاب چاچڙ صاحب بہ لکيو آهي تہ "بيدل سائينءَ جو جنم 1231ھ ۾ ۽ مولانا عبدالرحمٰن جو جنم 1240ھ جي لڳ ڀڳ آهي. بيدل سائينءَ جي وفات 1289ھ ۾ ۽ مولانا عبدالرحمٰن جي وفات 1314ھ ۾ آهي. انهن سنن ۾ اهو (بيدل سائينءَ جو) پڙهڻ ممڪن تہ آهي پر نہ مڃجي تہ بہ حرج ناهي." مولانا عبدالوهاب چاچڙ صاحب تہ ايترو بہ لکيو آهي تہ انهيءَ غير يقينيءَ ڳالهہ کانسواءِ بيدل سائين جي تعليم حاصل ڪرڻ جو ٻيو ڪو بہ ذڪر موجود ناهي، اها ڏک جهڙي ڳالهہ آهي"(83) خاص ۽ اهم ڳالهہ تہ انهن ئي ڏينهن ۾ خود مولوي عبدالرحمٰن سکر واري جو ڏاڏا اُستاد مولانا عبدالحليم ڪنڊوي بيدل سائينءَ جي ئي شهر روهڙيءَ ۾ ۽ سندس پاڙي ۾ رهندو هو پر ان وٽ بہ بيدل سائينءَ جي اچڻ وڃڻ يا پڙهڻ متعلق تذڪرا ۽ تاريخون خاموش آهن. بهرحال اها ڳالهہ ضرور مڃبي تہ فقير قادر بخش بيدل، مولانا عبدالرحمٰن سکر واري جي علمي شخصيت ۽ مقام جو قائل ۽ متعرف ضرور هو. ان ڳالهہ جو ثبوت فقير قادر بخش بيدل جي انهي رقعہ (خط) مان ملي ٿو جيڪو پاڻ مولانا عبدالرحمٰن سکر واري ڏانهن لکيو اٿائون. مذڪوره رقعہ /خط منظوم لکيل آهي ۽ اهو بيدل سائين جي فرزند فقير محمد محسن بيڪس پنهنجي هڪ قلمي ڪتاب ۾ نقل ڪيو آهي، جيڪو هتي پيش ڪجي ٿو.

رقعہ منظوم در دفع اشکال مولوي عبدالرحمٰن
کہ در ترکیب الفاظ تاریخ مذکور آورده بود ترقیم یافت

اي در هــر عـلـم بـاکـمــالي — در نحو ز مخشري مثالي
خلجان کہ بشعر من عیان بود — دفعش ز خیال من نهان بود
الحـال بـیـمـن مـقـدم تــان — باد آمـد دفـع وي بـاآسان
کـیـن صورت هو بهوست پیدا — از سعدي برگزیده شعرا
اي بــار خـدائـي گـیـتي آرائي — بر بنده پیر خود بہ بخشائي
پیر است صفت کہ درمیان است — تائید کلام بیکسان است
بـنده است مـضاف خـد الـهش — خود نیک بداني اي قوي هش
دربـــاره خـــاکسار بـــیـــدل — فرمائي دعائي عشق کامل(84)

هتي انهيءَ خط جو سنڌيءَ ۾ ترجمو پيش ڪجي ٿو:

هي نظم جي صورت ۾ لکيل خط مولوي عبدالرحمٰن جي اعتراض جي جواب ۾ لکيو ويو آهي.

”اي هر علم ۾ ڪمال رکندڙ، جيئن نحوجي علم ۾ عالم ز مخشري جي مثال آهين. جيڪو وسوسو منهنجي شعر متعلق منهنجي ذهن ۾ هيو. منهنجي خيال ۾ ان جو دفع ڪرڻ مونکان ڳجهو هيو. هاڻي تنهنجي اچڻ جي برڪت سان نهايت سولائيءَ سان (ان جو حل) ذهن ۾ اچي ويو، جو اهوئي نظريو برگزيده شاعر شيخ سعديءَ جي نظريہ جي مترادف آهي. اي هن جهان جا خالق پنهنجي هن پيڙي ٻانهي کي بخش ڪر. اسانجي ڪراڙپ جي جيڪا صفت وچ ۾ آئي آهي (ان جي هجڻ سان) اسان جي نظريي جي تائيد درست آهي هي بندو پنهنجي الله سان واسطہ ۾ آهي. تون پاڻ هن کي بهتر ڄاڻي ٿو. اي قوي ترين هوش جا مالڪ، هن خاڪسار ٻانهي کي ڪامل عشق جي دُعا ڪرڻ فرماءِ“.(85)

بيدل سائينءَ جي لکيل مولوي عبدالرحمٰن صاحب ڏانهن انهيءَ منظوم خط مان مولانا عبدالرحمٰن صاحب جي وڏي علمي مقام جي خبر پوي ٿي ساڳي وقت فقير قادر بخش بيدل جي ساڻس عقيدتمندي ۽ نيازمندي پڻ ظاهر ٿئي ٿي. توڙي جو فقير بيدل سائين انهيءَ خط جي سري ۾ مولانا عبدالرحمٰن صاحب کي پنهنجو استاد طور مخاطب نہ ٿيو آهي پوءِ بہ بيدل سائينءَ جي ڪائنس عشق ڪامل جي دُعا گهرڻ ان ڳالهہ کي ظاهر ڪري ٿو تہ بيدل سائينءَ وٽ مولوي عبدالرحمٰن صاحب جو مرتبو ۽ مقام افضل هيو.

# طريقت جو سلسلو ۽ باطني فيض

فقير قادر بخش بيدل جو تعلق ئي هڪ روحاني ۽ فقيري گهراڻي سان هُيو، اهو گهراڻو جنهن جي طريقت جو سلسلو بيدل سائين جي ولادت کان اڳ ئي صوفين جي سرواڻ حضرت شاه عنايت شهيد جهوڪ واري جي فڪري ۽ روحاني سلسلي سان ڳنڍجي چڪو هو پر بيدل سائين پنهنجي گهراڻي ۾ پنهنجي باطني فيض ۾ وڌيڪ فيضياب ٿيو جو ڪيس سنڌ جي تمام اعليٰ روحاني هستين کان فيض حاصل ٿيو. اهو فيض ظاهري بہ هو تہ باطني بہ. فقير قادر بخش بيدل جيئن تہ پنهنجي وقت جو هڪ سُڄاڻ شاعر، مفڪر ۽ گهڻو پڙهيل ڳڙهيل هُيو تنهن ڪري هو سنڌ جي اڪثر روحاني شخصيتن ۽ درگاهن جو هڪ ئي وقت تمام وڏو عقيدتمند ۽ پانديئڙو رهيو. ننڍپڻ کان ئي روهڙي، سکر ۽ ان جي پسگردائيءَ جي درگاهن جي زيارت ڪرڻ سندس معمول هيو. انهن ۾ اروڙ جي درگاهہ حضرت شاهہ محمود شڪرگنج، روهڙيءَ جي درگاهہ شاه حيدر حقاني ۽ پُراڻي سکر جي درگاهہ شاه خير الدين جيلاني عرف جيئي شاه اهم آهن. اسين جڏهن فقير قادر بخش بيدل جي ظاهري ۽ باطني فيض جي ڳالهہ ڪنداسون تہ پوءِ انهن ۾ اسان کي سنڌ جون ٽي درگاهون اهڙيون معلوم ٿين ٿيون جن سان بيدل سائينءَ جو گهرو تعلق رهيو آهي. اُهي آهن حضرت سچل سرمست جي درگاهہ درازا شريف، درگاهہ مير جان الله شاهہ روهڙي ۽ ٽئين سيوهاڻي سرڪار حضرت لعل شهباز قلندر جي دربار. انهن خاص ٽن درگاهن سان گهري تعلق جا چٽا اشارا اسان کي هڪ طرف بيدل سائينءَ جي پنهنجي ڪلام ۽ تصنيفات مان ملن ٿا تہ ٻئي طرف بيدل سائينءَ جي سوانح عُمريءَ جي اڪثر ماخذن ۾ بہ انهن جو خصوصي طور تي ذڪر ڪيو ويو آهي. حضرت لعل شهباز قلندر جو باطني فيض تہ بيدل سائينءَ تي ڪجهہ وڌيڪ ئي رهيو ۽ سندس ئي روحاني راز سان بيدل سائين رچي رتو ٿيو دل ڏئي بيدل ٿيو ۽ مجاز ۽ حقيقت جون سڀئي منزلون پار ڪيون. مٿي ذڪر ڪيل ٽن اهم درگاهن کانسواءِ بيدل سائين سنڌ جي ٻين روحاني مرڪزن ۽ درگاهن جو پانديئڙو پڻ رهيو جهڙوڪ درگاهہ پٽ شاهہ، درگاهہ پيرجوڳوٺ، درگاهہ پريالوءِ، درگاهہ جهوڪ شريف جن جو احوال پڻ اسان هن باب ۾ اڳتي ڏينداسون. اچو تہ هينئر مٿي ذڪر ڪيل انهن ٽن اهم درگاهن سان بيدل سائينءَ جي گهري تعلق ۽ اتان مليل فيض جو سلسليوار جائزو وٺون.

## در تهين داتا جي بيدل پرت جو پينار هو

فقير قادر بخش بيدل جو والد بزرگوار فقير محمد محسن سنڌ جي منصور حضرت سچل سرمست جو همعصر هو. جيئن ته روهڙي ۽ درازا کو گهڻي پنڌ تي ڪونه هئا تنهن ڪري توڙي جو فقير محمد محسن دست بيعت طالب سيد عبدالوهاب شاهه جيلاني پاڳناڙي واري جو ٿيو پر هن پنهنجي مرشد جي همنام حضرت عبدالوهاب عرف سچل سائين جي منصوري شخصيت جو ديدار ضرور ڪيو هوندو. جڏهن سچل سائين سن 1242هه ۾ وصال فرمايو تڏهن فقير بيدل سائينءَ جي عمر 11 – 12 سال هئي، انهيءَ عمر ۾ بيدل سائين پنهنجي درسي تعليم مڪمل ڪري چڪو هو ۽ چون ٿا ته بيدل سائين سچل سائينءَ جو ديدار ڪيو هيو. ان ڳالهه جي هڪ شاهدي بيدل سائينءَ جي انهيءَ ڪلام مان به ملي ٿي جيڪو ڪلام بيدل سائينءَ، سچل سائينءَ جي وصال تي چيو:

قرب دارن جي ڪنڪ ۾ مرد منصبدار هو
در تهين داتا جي بيدل پرت جو پينار هو.(86)

هنن سٽن ۾ بيدل سائين اهو ٻڌائي ٿو ته سچل سائين سندس داتا ۽ مرشد هو ۽ پاڻ (بيدل) سندس پرت (فيض) جو سوالي ۽ پينار هو. ٻي پاسي چون ٿا ته سچل سائينءَ جو روهڙيءَ ۾ اچڻ ٿيو هو. مرزا علي قلي بيگ پنهنجي مرتب ڪيل سچل سائين جي پهرين رسالي مطبوعه 1902ع ۾ لکيو آهي ته سچل فقير پري پري جو سفر نه ڪيو ۽ نه ڪو مريدن ۽ ٻالڪن وٽ ويو روهڙي، سکر، شڪارپور گهميو هئائين جتي سندس درويشيءَ جي ماڻهن ڏاڍي تعريف ڪئي ۽ گهڻا ماڻهو سندس طالب ٿيا“(87) مرزا علي قلي بيگ سن 1856ع ۾ ڄايو ۽ 1904ع ۾ وفات ڪري ويو. جڏهن بيدل سائين 1872ع ۾ وصال ڪيو تڏهن مرزا علي قلي بيگ جي عمر 16 سال هئي گويا پاڻ بيدل سائينءَ جو همعصر هو، ان لحاظ کان جيئن ته مرزا علي قلي بيگ سچل سائين جي بلڪل ويجهي دور جو هو ان ڪري سندس احوال مستند سمجهڻ گهرجي. هو جڏهن سچل سائينءَ جي روهڙي اچڻ جي ڳالهه ڪري ٿو ته ٿي سگهي ٿو ته سندس فقيري هاڪ ٻڌي فقير محمد محسن پنهنجي هونهار فرزند فقير قادر بخش بيدل سان گڏجي سندس ديدار ڪيو هجي. ٻي پاسي مرزا علي قلي بيگ اهو به لکي ويو آهي ته ”ميان قادر بخش فقير بيدل روهڙيءَ وارو جو پڻ مشهور فقير ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. انهيءَ درگاهه (درازا) تي گهڻو ايندڙ هو.“(88) مرزا علي قلي بيگ جڏهن سچل سائينءَ جو

رسالو مرتب ڪري رهيو هو تڏهن سچل سائين جي ڪلام جو هڪ اهم قلمي نسخو پڻ روهڙيءَ مان گهرايو هئائين. ان متعلق مرزا صاحب لکي ٿو ته ”ٻيو ڪتاب روهڙيءَ مان فقير غلام حسين جو، مختيارڪار صاحب جي معرفت هٿ ڪيم هي ڪتاب وڏيڪ ڪمائتو هو“(89) جنهن فقير غلام حسين کان روهڙيءَ مان سچل سائينءَ جو ڪلام جو قلمي ڪتاب مرزا صاحب کي مليو اهو فقير قاضي غلام حسين ٿي سگهي ٿو جيڪو بيدل سائينءَ جو شاگرد ۽ سندس محبوب قاضي پير محمد جو فرزند هو ۽ ٿي سگهي ٿو ته بيدل سائينءَ جي درازا درگاهه تي وڃڻ ۽ سچل سائينءَ جي روهڙي اچڻ واري ڳالهه ڪيس قاضي غلام حسين کان ئي ملي هجي، مرزا علي قلي بيگ ئي سڀ کان پهريان بيدل سائينءَ جو اهو شعر شايع ڪري ظاهر ڪيو جيڪو بيدل سائينءَ سچل سائين جي وصال تي چيو. پير حسام الدين راشدي به بيدل سائين لاءِ لکيو آهي ته ان وقت جي صوفي سرمست عبدالوهاب عرف سچل سائين کان الاهي الفت جا انگ سکڻ لڳو. مرد اتان خوب مٽيا هٿ ڪئي.“ راشدي صاحب مرحوم ته بيدل سائين لاءِ ايترو به لکي ويو آهي ته طريقت جو پير مرشد هوس ”درازن جو داتا“ حضرت سچل سرمست“.(90) بولچند راجپال به لکيو آهي ته ”ميان عبدالقادر درازن جي هاڪاري بزرگ عبدالوهاب (سچو فقير) جي در جو پانديئڙو هو“ بولچند راجپال وڏيڪ لکيو آهي ته ”سمجهجي ٿو ته ميان محمد محسن، بيدل جي والد جو سچل فقير وٽ اچڻ وڃڻ جو رستو هو ۽ ميان عبدالقادر پيءُ سان گڏجي ان وٽ ويندو هو“(91) مرحوم عبدالحسين شاهه موسوي پڻ ان سلسلي ۾ هڪ اهم روايت نقل ڪئي آهي. هو صاحب لکي ٿو ته ”هڪ ڀيري راڻيپور ۾ وڃڻ ٿيو ۽ مولوي محمد صادق راڻيپور واري سان ملاقات ٿي. دوران گفتگو مولوي صاحب کان معلوم ٿيو ته بيدل فقير، سچل فقير جي خدمت ۾ آيو ۽ سچل فقير سندس وات ۾ پنهنجي پير جي ڪڙي وجهي فرمايو ته ”اسان هن ۾ حلول ٿي وياسين“، موسوي صاحب اڳتي لکيو آهي ته جنهن صورت ۾ سچل فقير بيدل فقير جي زندگيءَ ۾ وصال ڪيو آهي تنهن صورت ۾ ممڪن آهي ته پاڻ ۾ مليا هُجن“(92) بهرحال! هتي اسين حضرت سچل سرمست جي وصال تي چيل، فقير قادر بخش بيدل جو اهو ڪلام ڏئي رهيا آهيون جنهن مان بيدل سائينءَ جي سچل سائينءَ سان والهانه عقيدت ۽ گهرو تعلق ظاهر ٿئي ٿو.

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو
مست سالڪ من سچو عارف اُتي اظهار هو.

برھ جي برسات جو تنھن وير تي وسڪار ھو،
وجد وحدت جو سدا خاصو تھين خُمار ھو

ظاھر و باطن تھين وٽ درد جو ڏڪار ھو،
مرد سو منصور وانگر عشق جو اوتار ھو

منجھہ سخن تنھن جي الوھيت سندو آثار ھو،
جُنگ جذبي جوش مستيءَ ۾ مثل عطار ھو.

پنھنجي رائي پرين نوي ورھيہ نروار ھو،
وصل جي پوءِ موج ماڻي ذوق جو ذخار ھو.

طور ٻارھن سؤ ٻائيتاليھہ ۾ طيار ھو،
چوڏھين رمضان جي ھادي پون ھسوار ھو،

قربدارن جي ڪنڪ ۾ مرد منصبدار ھو
در تھين داتا جي بيدل پرت جو پينار ھو.(93)

انھيءَ ڪلام مان اھو بخوبي ظاھر ٿئي ٿو تہ بيدل سائين، سچل سائينءَ جي شخصيت جو ويجھو مشاھدو ماڻيو، جڏھن پاڻ چوي ٿو تہ ”در تھين داتا جي بيدل پرت جو پينار ھو“ تہ ان مان اھا پڪ ٿيو وڃي تہ ڪيس سچل سائينءَ وٽان فيض بہ حاصل ٿيو.

## جناب شاھہ جان الله صوفي مڪمل مرشد پير طريقت

فقير قادر بخش بيدل مٿيون سٽون پنھنجي ان فارسي قطعي جي منڍ ۾ لکيون آھن جيڪو شعر ھُن سيد مير جان الله شاھ رضوي ثانيءَ جي وفات تي چيو. سيد مير جان الله شاھ ثاني، سيد عبدالوھاب شاھ جيلاني پاڳناڙي واري جو طالب ۽ قادري سلسلي جو وڏو بزرگ ھيو. فقير قادر بخش بيدل جو والد بزرگوار فقير محمد محسن پڻ سيد عبدالوھاب شاھ جيلاني جو طالب ھو ۽ ڪيس پنھنجي مرشد شاھ شاھان عبدالوھاب شاھہ، سيد مير جان الله شاھ ثاني جي خلافت ۾ شامل ڪيو. فقير محمد محسن، سيد مير جان الله شاھ کي پنھنجي مرشد جي ساڳي صورت سمجھي، سندس خدمت ۾ سڄي عمر گذاري. اسان اڳ بہ لکي آيا آھيون تہ جڏھن فقير قادر بخش بيدل جي ولادت ٿي تڏھن فقير محمد محسن، مير جان الله شاھ جي ڪچھريءَ ۾ ويٺو

هو، جتي بيدل سائينءَ متعلق جڏهن اهو ٻڌايو ويو تہ نينگر هڪ پير کان ضعيف آهي تہ مير جان الله شاه اهو فرمايو تہ ”ابا منبلو نہ چئو، اهو روهڙي شهر جو جهنبو ٿيندو.“ اهو يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ فقير محمد محسن، پنهنجي نينگر (فقير قادر بخش) کي پنهنجي مرشد سيد مير جان الله شاه وٽ دُعا جي لاءِ ضرور وٺي ويندو هو. اسان وٽ اها بہ روايت رهي آهي تہ اولاد پنهنجن وڏن جي ئي مرشدن جي عقيدت مند ۽ طالب ٿيندي آهي. البت اهو ضروري بہ ناهي، پر فقير قادر بخش بيدل جي حوالي سان اها ڳالهہ شروع کان ئي اهم ماخذن ۾ ملي ٿي تہ بيدل سائين درگاهہ مير جان الله شاه رضوي جو دست بيعت مريد هُيو. قاضي غلام مهدي بن قاضي پير محمد پڻ پنهنجي ڪتاب ”انيس المساڪين عرف راحت السالڪين“ جي صفحي 107 تي اهڙي ڳالهہ لکي آهي. مذڪوره صفحي تي مير جان الله شاه اول جي فرزند شاه قلندر علي شاه جي وفات جو احوال ڏيندي بيدل سائينءَ جو هڪ فارسي قطعو نقل ڪيو ويو آهي جنهن متعلق لکيو ويو آهي تہ ”شاه قلندر علي شاه سائين جي وفات جي تاريخ فقير صاحب مرحوم فقير قادر بخش صاحب روهڙي شريف مريد سندن درگاهہ جي جوڙي آهي جو هتي درج آهي.“(94) پيرومل مهرچند آڏواڻي بيدل سائين متعلق لکيو آهي تہ ”سچو پچو فيض پنهنجي مرشد وٽان پرايائين. بيدل فقير بہ مير جانشاهہ نندي جو مريد وڃي ٿيو. هن کي اصل کان عشق جي عنايت ٿيل هئي ويتر جو هي ڪامل مرشد مليس تہ هيڪاري رچي پيو.“(95) گلومل هرجاڻي بہ لکيو آهي تہ فقير صاحب (بيدل) خدا جي واٽ ۽ رياضت جي راهہ پنهنجي والد صاحب جي وقت ۾ مير جان الله شاهہ وچين کان پُڇي هئي(96) بولچند راجپال بہ اهوئي نقل ڪيو تہ ”عبدالقادر پنهنجي والد جي حياتيءَ جي وقت ۾ مير جان الله شاه ٻي جو مريد ٿيو هو.“(97) مولانا دين محمد وفائي بہ لکيو آهي تہ برابر 12 سالن جي عمر تائين هو باقاعده استاد وٽان علم پرائيندو رهيو ان وچ ۾ سيد جان الله شاه رضوي ثاني کان بيعت بہ ڪيائين“(98) تذڪره لُطفيءَ ۾ مرحوم لطف الله بلوي، بيدل سائين مٿان سيد مير جان الله شاه جي فيض جو ذڪر ڪندي اهو لکيو آهي تہ ”سندس (بيدل جي) استاد سندس ترقي کان مايوس ٿي ويو مگر مير جان الله ٻئي جي فيض جي نظر هتي بہ ڪم ڪري وئي. فقير صاحب 12 ورهين جي عمر ۾ فارغ التحصيل ٿي نڪتو.“(99) مرحوم سبحان بخش قريشي تہ ڪتاب ”پنج گنج“ ۾ بيدل سائين جي مير جان الله شاه وٽ بيعت جو سن بہ ڏنو آهي. هو صاحب لکي ٿو تہ ”سندن (بيدل جي) والد صاحب سن

1243ھ ۾ صوفي جان علي شاه (اصل ۾ جان الله شاه) وٽ سندن بيعت ڪرائي، ذڪر فڪر جي تلقين ڪرائي.“(100)

فقير قادر بخش بيدل پاڻ بہ سيد مير جان الله شاه ثانيءَ جي وفات تي جيڪو فارسي شعر چيو آهي انهيءَ مان بہ بيدل سائين جي ساڻس وڏي عقيدمندي جو اظهار ٿئي ٿو.

| | |
|---|---|
| جناب شاه جان الله صوفي | مڪمل مرشد پير طريقت |
| بهنگام تڪلم طالبان را | خبر ميداد ز اسرار حقيقت |
| چو در وحدت وجودي لب ڪشودي | بديدي سالڪ انوار انيت |
| عيان مي بود درهر مستفيدش | ازو آثار جذبات محبت |
| بسلسلہ قادري مي ساخت مسرور | دل دوران بہ تقريب معيت |
| چو عزم سير ملڪ لامڪان ڪرد | جلوس آورد بر تخت هويت |
| پئي سال وصالش هاتفي گفت | ولي تا جور اقليم وحدت |

1255ھ (101)

هتي بيدل سائينءَ جي ميرجان الله شاه ثاني جي وصال تي لکيل ان فارسي شعر جو سنڌيءَ ۾ ترجمو پيش ڪجي ٿو:

”جناب جان الله شاه، صوفي طريقت جي رستي جو مڪمل پير ۽ مرشد هو. وحدت الوجود بابت جڏهن چپ چوريندو هو تہ تو ڏٺو هوندو تہ اهو سالڪ طالبن کي حقيقت جي رازن کان واقف ڪندو هو. سندس هر مفيد ڳالھ ۾ سندس محبت پئي بکندي هئي. قادري طريقي سان خوش هو. سندس دل ذڪر سان ڳنڍيل هئي. جڏهن لامڪان جي وڃڻ جو ارادو ڪيائين تہ تخت قدرت تي موج سان وڃي ويٺڪ ڪيائين. سندس وصال جي سال کان پوءِ هاتف چيو تہ وحدت جي ملڪ جو تاجدار ۽ ڪامل ولي هو.“(102)

بيدل سائين مٿئين شعر ۾ سيد مير جان الله شا رضوي ثانيءَ کي پنهنجي وقت جو مڪمل مرشد ۽ پير طريقت سڏيو آهي تہ پوءِ ڪيئن ٿو ٿي سگھي تہ بيدل سائين پنهنجي دور جي، پنهنجي ئي شهر ۾ رهندڙ مڪمل طريقت جي صاحب کان فيض نہ ورتو هُجي، ٻي پاسي بيدل سائين مير جان الله شاه ثاني جي متعلق ان شعر ۾ اهڙيون گهريون ڳالهيون ڪيون آهن جيڪي ڪوئي گهڻو ويجهو رهندڙ ۽ ڪو طالب ئي ڪري سگھي ٿو. مثال طور بيدل سائين ٻڌائي ٿو تہ هو (جان الله شاه) سالڪ هو ۽ پنهنجن طالبن کي حقيقت جي رازن کان واقف ڪندو هو ۽ جڏهن اها ڳالھ پاڻ کي مخاطب ٿي ڪري چوي ٿو تہ ”تو ڏٺو هوندو“، تہ ان مان خبر پوي ٿي تہ انهن طالبن ۾ بيدل سائين پاڻ بہ موجود هوندو. مير جان الله شاه رضوي جو تعلق جئين تہ

قادري سلسلي سان هو ان لحاظ کان بيدل سائين جو ظاهري طريقت جو سلسلو هن ريت بڻجي ٿو. فقير قادر بخش بيدل طالب مير جان الله شاه رضوي ثاني جو اهو طالب عبدالوهاب شاه جيلاني پاڳناڙي واري جو اهو طالب فقير غلام محمد جو اهو طالب غلام رسول وڻجاري جو اهو طالب مير جان الله شاه رضوي اول جو اهو طالب شاه عنايت شهيد جهوڪ واري جو.

## ميرا مرشد مکمل هي قلندر
## حسيني حيدري سلطان سرور

فقير قادر بخش بيدل جون تصنيفون، ڪلام ۽ سندس سوانح عُمريءَ جا سمورا ماخذ ان ڳالهہ جي پڪي شاهدي ڏين ٿا تہ بيدل سائينءَ کي سيوهاڻي سرڪار حضرت لعل شهباز قلندر وٽان روحاني ۽ باطني فيض حاصل ٿيو. فقير بيدل سائين پاڻ بہ حضرت شهباز قلندر کي پنهنجو "مڪمل مرشد"، "رهنما" ۽ "پيشوا" سڏيو آهي. فقير بيدل سائين اٽڪل 11 — 12 سالن جي ئي عُمر جو هيو ۽ علم تدريس ۾ مشغول هو، جو حضرت لعل شهباز قلندر جي روحاني ڪشش ۽ باطني اسرار ۾ سيوهڻ شريف پهتو. سيوهڻ شريف ۾ ئي کيس سموري ذات حاصل ٿي، نہ صرف ايترو بلڪ پاڻ فارسي، عربي ۽ اردو ۾ باڪمال شاعريءَ جو آغاز پڻ اتان ئي ڪيائون. نارائڻ ڏيي ڳرناڻي جي بقول بيدل سائين "جڏهن ٻارهن ورهين جو هو تڏهن سيوهڻ واري لعل شهباز قلندر جي زيارت ڪرڻ ويو جتان اها سڀ ذات مليس."(103) نارائڻ ڳرناڻي اهو پهريون سوانح نگار آهي جنهن بيدل سائين کي متعارف ڪرائڻ جي پهرين ڪوشش ڪئي. فقير هدايت علي نجفي تارڪ بيدل سائين جي سيوهڻ سفر جو مختصر احوال ڏنو آهي، پاڻ لکن ٿا تہ "قادر بخش کي طالب علمي وارن ڏينهن ۾ خواب ۾ حڪم ٿيو تہ توکي قلندر شهباز سڏي ٿو. صبح جو اٿيو تہ خواب کي وساري ڇڏيائين ٻي دفعي وري خواب ڏٺائين تہ وري فراموش ڪري ڇڏيائين. ٽئين دفعي هڪ خوفناڪ خواب ڏٺائين تہ هڪ ملنگ لنگوٽو ٻڌل چئي رهيو آهي تہ هَلُ توکي قلندر شهباز سڏي ٿو، پوءِ پٺيءَ کي پڪڙي کٽ کان ڪٺي زور سان زمين تي اڇلايائين تہ کيس ننڊ مان جاڳ ٿي ويس ڏٺائين تہ کٽ تان هيٺ زمين تي پيو آهي دل ۾ پڪو ارادو ڪري سيوهڻ وڃڻ جي تياري ڪيائين. سکر بندر تان ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي روانو ٿيو ۽ سيوهڻ پهتو. قلندر شهباز جي درگاهہ ۾ داخل ٿيو تہ سوره والضحيٰ وليل جو ٽي سؤ سٺ دفعا ورد ڪيائين ۽ اتي ئي ٻہ رباعيون هڪ فارسي ۽ هڪ اردو ۾ چيائين"(104) گدومل هرجاڻي پنهنجي تاليف

”ديوان بيدل“ ۾ فقير بيدل سائينءَ جي سيوهڻ واري سفر جو ساڳيو احوال گهڻو تفصيلوار ڏنو آهي جنهن کي سمورو نقل ڪرڻ طوالت جو سبب بڻبو. تنهن ڪري هرجاڻي صاحب واري احوال کي اسين هتي مختصر طور پيش ڪريون ٿا. هرجاڻي گدومل لکي ٿو ته ”ٻارهن ورهين جي عُمر ۾ هڪ رات جو خواب ۾ فقير قادر بخش کي هڪ مست ۽ ملنگ فقير (لانگوٽ بند) اچي فرمايو ته اسان ڏانهن اچ. اهڙي طرح ٻي رات به ٿيو، آخر ٽئين رات ۾ ان ملنگ فرمايو ته اسين سيوهڻ ۾ ويٺا آهيون، سو اسان ڏانهن هليو اچ. ان ڪري صبح دم ڪنهن به عزيز کي ٻڌائڻ بنان ننڊ مان جاڳي سڌا پنڌ تي آياسين. آخر پنڌ لنگهي سيوهڻ شريف قلندر شهباز جي درگاهه تي پهتاسي. اتي جنهن شيءِ جي گهرج پوندي هئي سا جهٽ ۾ حاضر ۽ هڪي تڪي هوندي هئي. حضرت قلندر لعل شهباز وڏا وڙ ڪيا. سيوهڻ شريف ۾ شعر چوڻ جي به اجازت ملي هڪ اردو ۽ ٻيو فارسي چيوسين جنهن ۾ تخلص بيدل رکيو ويو. گدومل هرجاڻي اهو به لکيو آهي ته حضرت لعل شهباز قلندر جي درگاهه ۾ قرآن شريف مان ڪا سوره پڙهائون جڏهن پڙهي رهيا هئا ته اچانڪ بيهوش ۽ بي خود ٿي ڪري پيا. برابر ست ڏينهن روضي شريف ۾ مدهوشيءَ جي حالت ۾ ٿاسيا ۽ بڪيا رهيا. درگاهه جا مجاور دروازي محفوظ ڪرڻ وقت ڪيترا به حيلا هلائيندا هئا ته به هوش ۾ نه ايندا هئا. جڏهن اٺون ڏينهن ٿيو ته اٿيا پر ساڳي ديوانگيءَ جي دور ۾ ڪين شعر چوڻ جو شوق ٿيو ۽ ڪلام هڪ اردو ۽ پارسي چيائون.“(105) بولچند راجپال ساڳيو احوال مختصر ڏنو آهي. جنهن ته مرحوم لطف الله بدوي لکيو آهي ته ”قلندر شهباز جي روضي ۾ گهڙڻ سان مٿس عجيب ڪيفيت طاري ٿي. قريباً پنج ڇهه ڏينهن بيخوديءَ جي حالت ۾ پيو رهيو. جڏهن هن اک پٽي تڏهن قادر بخش جي بجاءِ بيدل، عالم ۽ عاقل بدران مجذوب هو. جيترو وقت سيوهڻ ۾ رهيو اوترو وقت مٿس استغراق جي حالت طاري رهي.“ مرحوم بدوي صاحب وڌيڪ لکيو آهي ته هي ڳالهه بلڪل صاف ٿيل آهي ته فقير صاحب کي سچو فيض حضرت شهباز قلندر کان حاصل ٿيو.“(106) مرحوم عبدالحسين شاهه موسوي پڻ، فقير قادر بخش بيدل جي سيوهڻ واري سفر جو احوال ساڳي طرح بلڪ مختصر طور ڏنو آهي. ساڳي وقت موسوي صاحب اها اردو منقبت، هڪ اردو غزل ۽ هڪ فارسي غزل پڻ نقل ڪيو آهي جيڪو بقول گدومل هرجاڻي بيدل سائين سيوهڻ جي درگاهه ۾ استغراق جي حالت ۾ چيا.(107)

مرحوم سبحان بخش قريشي پنهنجي تاليف ”پنج گنج“ ۾ بيدل سائينءَ جي سيوهڻ واري سفر ۽ اتان ملندڙ روحاني فيض جو احوال گهڻو

تفصيلوار ۽ گلومل هرجاڻي واري ڪتاب تان ئي نقل ڪري تورن اضافن سان ڏنو آهي جنهن ته مرحوم سبحان بخش قريشي انهيءَ واقعي ۽ سفر وقت بيدل سائينءَ جي عمر 15 سال ڄاڻائي آهي.

هتي اسين فقير قادر بخش بيدل جي حضرت لعل شهباز قلندر جي عقيدت ۾ چيل منقبت ڏئي رهيا آهيون.

دلامت ڊر ز حول روز محشر
پڪڙلي دامن ابن پيغمبر
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر
حسيني حيدري سلطان سرور.

قلندر چون محمد رهنما هي
قلندر چون علي مشڪلڪشا هي
قلندر نور حسن المجتبيٰ هي
قلندر نسل شاه ڪربلا هي
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر
حسيني حيدري سلطان سرور.

قلندر جلوه نور جليل است
قلندر محرم سر خليل است
قلندر شافي قلب عليل است
قلندر يا ور جان ذليل است
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر
حُسيني حيدري سلطان سرور.

قلندر آفتاب اوليا هي
قلندر مظهر سر صفا هي
قلندر صورت شير خدا هي
قلندر محض ذات ڪبريا هي
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر
حسيني حيدري سلطان سرور.

قلندر مخزن اسرار مولا است
قلندر مطلع الانوار مولا است

قلندر منبع آثار مولا است
قلندر مجمع اطوار مولا است
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر
حسيني حيدري سلطان سرور.

جمال اوست شڪل شاه مردان
ڪمال اوست شمع راه مردان
خدا است اوست عز و جاه مردان
جناب اوست زيارت گاه مردان
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر
حسيني حيدري سلطان سرور.

قلندر سرور ابدال و اوتاد
قلندر سرگروه اهل ارشاد
مريدانش زِهر دو عالم آزاد
موجہ جاوداني خرم وشاد
ميرا مرشد مڪمل هي قلندر
حسيني حيدري سلطان سرور(108)

مٿين منقبت ڪجهہ اردوءَ ۾ آهي تہ ڪجهہ فارسيءَ ۾ چو تہ فقير قادر بخش بيدل تي سيوهڻ ۾ ايتري تہ بيخودي ۽ مدهوشي طاري ٿي هئي جو پنهنجي مادري ٻولي بہ وسري وئي هُين. مٿي ڏنل منقبت ۾ فقير بيدل سائينءَ تي حضرت لعل شهباز قلندر جي فيض جي پالوٽ نظر اچي رهي آهي ۽ پاڻ حضرت لعل شهباز قلندر ۾ مڪمل فنا ٿي ڪري ان سان والهانہ عقيدت جو اظهار فرمايو اٿائون ۽ کين پنهنجو ”مڪمل مرشد“، ”رهنما“ ۽ عليل قلب لاءِ شافي سڏيو اٿائون ساڳي وقت سندن رتبي کي بہ وڏي شان شوڪت سان بيان ڪيو اٿائون. سچ پچ فقير بيدل سائين تي حضرت قلندر شهباز جو وڏو باطني فيض ۽ راز ٿيو. ان لحاظ کان باطني طور تي فقير قادر بخش بيدل جو سلسلو اويسي ۽ قلندري ٻڌجي ٿو. اهوئي سبب آهي تہ هن وقت تائين فقير قادر بخش بيدل جي درگاهہ تي روزانو فجر جي وقت ۽ مغرب جي نماز بعد قلندري ڌمال/نوبت وڄائي ويندي آهي، جڏهن تہ سالياني عُرس مبارڪ ۽ ٻين خاص موقعين تي درگاهہ جو گادي نشين ۽ ٻيا فقير راڳ وئراڳ ۽ سماع کان سواءِ قلندري ڌمال تي محضوص رقص پڻ ڪندا آهن. نہ

صرف ايترو پر هتي هڪ اها روايت بہ قائم آهي تہ هر مهيني چنڊ جي 21 رات حضرت لعل شهباز قلندر باطني طور روهڙيءَ ۾ فقير بيدل سائين وٽ ايندا آهن. ان روايت متعلق فقير رجب علي درازي پنهنجي هڪ مقالي ۾ لکيو آهي تہ ”باوجود پيرن جي معذوري جي فقير صاحب (بيدل) الله جي درگاهن ڏانهن پياده سفر ڪندا هئا ۽ سيوهڻ شريف تائين بہ پياده سفر ڪندا هئا آخر مخدوم لعل شهباز جن جو ارشاد ٿين تہ هينئر پنڌ اوهان تان معاف، آئينده اسان پاڻ اوهان وٽ تشريف فرمائينداسون.“(109) فقير قادر بخش بيدل حضرت لعل شهباز قلندر جي عقيدت ۾ ڀيو بہ ڪافي ڪلام چيو آهي جيڪو سنڌي، اردو ۽ فارسي ۾ آهي.

## ٻين درگاهن جون زيارتون

فقير قادر بخش بيدل، سيوهڻ شريف جي زيارت ۽ اُتان ملندڙ باطني فيض کان پوءِ سنڌ جي ٻين اهم درگاهن جي زيارت پڻ ڪئي. انهن درگاهن ۾ جن ٻهرين درگاهن جو ذڪر اچي ٿو اُهي آهن درگاهہ پيرجوڳوٺ ۽ درگاهہ پريالوءِ. اڪثر سوانح نگارن بيدل سائين جي درگاهہ پيرجوڳوٺ زيارت لاءِ اچڻ ۽ اُتي سيد علي گوهر شاه اصغر ڪي مثنوي مولانا روم پڙهائڻ جو واقعو نقل ڪيو آهي. سڀ کان ٻهريان حوالي طور انهيءَ ماخذ جو ذڪر ڪجي ٿو جيڪو هن وقت تائين گمنام رهيو ۽ ڪنهن بہ مؤلف جي شايد نظرن مان نہ گذريو تنهن ڪري اهو احوال ڪجهہ تفصيلوار ۽ مختلف پڻ آهي. اهو اهم ماخذ آهي فقير هدايت علي نجفي تارڪ جو ڪتاب ”تاريخ شعراء سنڌ“، جيڪو نجفي صاحب 1930ع ۾ لکيو هو پر بعد ۾ 1945ع ۾ ٻهاولپور پنجاب مان شايع ٿيو. فقير هدايت علي نجفي واري ڪتاب ۾ بيدل سائين جي پيرڳوٺ زيارت جو احوال هن طرح آيل آهي. ”هڪ دفعي قادر بخش فقير پير پاڳاري جي ڳوٺ زيارت لاءِ ويا. زيارت بعد مسجد ۾ قيام ڪيو. اتي هڪ مولوي رهندو هو. ان ڪي چيائون مولوي صاحب سورت انا اعطينا جي معنيٰ تہ ٻڌايو. مولوي صاحب ڪي جيڪا معنيٰ ايندي هئي ٻڌائين. بيدل فقير چيو تہ ”اها معنيٰ تہ تُوت ماءُ سانياٽي روهڙيءَ ۾ آهي اها بہ ڪندي آهي.“ مولوي صاحب ڪي ڪاوڙ آئي ۽ چيو توکي جيڪڏهن وڌيڪ معنيٰ اچي ٿي تہ تون ٻڌاءِ. فقير چيو چڱو ٻڌ ۽ معنيٰ شروع ڪئي مگر ٽي ڏينهن گذري ويا معنيٰ پوري نہ ٿي روايت ٻڌائيندا ويا. ڪنهن شخص وڃي پير حزب الله شاه گادي نشين کي اطلاع ڪيو تہ هڪ منڊڙو فقير مسجد ۾ آيو آهي ۽ مولوي صاحب سان سوره انا عطينہ جي معنيٰ تي تڪرار ڪيو آهي ۽ پاڻ وينو

تقرير ٿو ڪري. پير صاحب اهو ٻڌي مسجد ۾ آيو بيدل نالو پڇيائين. نالو پڇي ڳلي لڳايائين ڏينهن رات خدمت ڪري پنهنجي خاص جڳهه تي ويهاريائين. آخر بيدل فقير اجازت گهري پير صاحب چيو مون تي ڪا مهرباني ڪيو. فقير چيو تنهنجو هٿ حضرت امام حسين جي هٿ ۾ ڏيان ٿو. ۽ اهو چئي روهڙي روانو ٿيو.“(110) فقير هدايت علي نجفي ڪانپوءِ جيڪو اهم ڪتاب بيدل سائين جي سوانح عُمري جو آهي اُهو آهي گلومل هرجاڻي وارو. انهيءَ ۾ بہ بيدل سائينءَ جي پيرڳوٺ زيارت لاءِ وڃڻ جو احوال لکيل آهي پر حيرت ان ڳالهہ جي آهي تہ هرجاڻي صاحب وارو احوال، فقير هدايت علي تارڪ کان بنهہ مختلف آهي، گلومل هرجاڻي اهو احوال هن طرح ڏنو آهي. ”فقير صاحبن حضرت لعل شهباز قلندر جي خدمت ۾ عرض ڪيو تہ وطن وڃڻ جي موڪل عطا ٿي ۽ ديوانگي دور ٿئي. جواب ملين تہ سنڌو پيرجوڳوٺ وڃڻ سان جي پير محمد راشد جي درگاهہ تي رهندا تہ ديوانگي ڇڏي ويندي ۽ پوءِ اتان پريالوءِ وڃي حضرت مخدوم محمد اسماعيل صاحب جن جي درگاهہ تي ڪجهہ ڏينهن رهندا شريعت حاصل ٿيندي. انهيءَ ارشاد بعد فقير صاحب سيوهڻ شريف کان سنڌو پيرڳوٺ اچي ميان محمد راشد صاحب جي درگاهہ ۾ وڃي ويٺا. ڪجهہ وقت بعد ميان پير محمد راشد صاحب جن فقير صاحبن کي ٽي دفعا فرمايو تہ اول اوطاق مان گاديءَ واري صاحب وٽان ٿي پوءِ ويهو. فقير صاحب ٽئين دفعي چوڻ سان اٿيا ۽ سنڌو مسجد ۾ ويا جا درگاهہ جي لڳ هئي. (اهو واقعيو پير صاحب جي پراڻي ڳوٺ جو آهي چوتہ جڏهن هو ڳوٺ ٻُڏي ويو تڏهن پير علي گوهر شاهہ هي نئون ڳوٺ ٻڌايو هو.) مسجد ۾ هڪ مولوي شاگردن کي وڏا عربي ڪتاب ويٺي پڙهايا. فقير صاحب کي تہ لدني علم عطا ٿيل هو جنهن ڪري مولويءَ جون چڪون ڪڍڻ لڳا. انهن غلطين ڪڍڻ ڪري علم جو گفتگو هليو مگر مولوي صاحب پورا جواب نہ ٿي ڏئي سگهيو. آخر اها خبر گاديءَ جي ڌڻي پير صبغت الله شاهہ کي پئي سو سنڌو مسجد ۾ آيا. گفتگو ٻڌي مولويءَ کي فرمايائون تہ مولوي صاحب اسان کي تہ وڏا وعظ ڪندا آهيو پر هن فقير کي چونہ ٿا معقول جواب ڏئي سگهو؟ مولويءَ چيو تہ هي لدُني علم آهي. مون وٽ ظاهري علم آهي. تڏهن پير صاحب، فقير صاحبن کي فرمايو تہ ڪجهہ ڏينهن هت رهي اسان جي فرزند علي گوهر شاهہ کي ڪجهہ علم سيکاريو پوءِ پاڻ ڪجهہ ڏينهن اتي رهي پير علي گوهر شاهہ کي رومي صاحب جي مثنوي مان سبق ڏنا. انهي وچ ۾ ديوانگي دور ٿين. مطلب حاصل ٿيڻ تي موڪلائي پريالوءِ آيا. اتي مخدوم محمد اسماعيل جي درگاهہ شريف ۾ رهيا جتي ڪين شريعت حاصل

تي.“(111) بولچند راجپال، مرحوم لطف الله بدوي، مرحوم عبدالحسين شاهه موسوي ۽ مرحوم سبحان بخش قريشي، بيدل سائينءَ جي پيرڳوٺ اچڻ ۽ سيد علي گوهر شاهه کي مثنوي مولانا روم پڙهائڻ وارو احوال مختصر ڏنو آهي. ۽ انهن جو بنياد ۽ ماخذ گلومل هرجاڻي وارو مٿيون احوال ئي آهي. جڏهن ته مرحوم موسوي صاحب وٽ ان واقعي جو هڪ حوالو جهامنداس پاتيه وارو قلمي ڪتاب ”سوانح عمري بيدل“ به آهي. جيڪو ڪتاب اڃان تائين گمنامي جي گوشي ۾ آهي. هاڻي اسان ڏسنداسون ته فقير هدايت علي نجفي جو ڏنل احوال، گلومل هرجاڻي جي ڏنل احوال کان بنهه مختلف آهي ۽ غور طلب آهي. خاص ڳالهه ته فقير هدايت علي نجفي، بيدل سائين جي پيرڳوٺ اچڻ وارو واقعيو پير حزب الله شاهه ”مسڪين“ جي دور ۾ ڄاڻايو آهي جيڪو سيد علي گوهر شاه جو فرزند هيو. يعني ان واقعي وقت سيد علي گوهر شاهه اصغر حال حيات نه هئا ۽ وصال ڪري چڪا هئا. ڇاڪاڻ ته پير حزب الله شاهه جي ولادت آهي 1258هه ۾ سيد علي گوهر شاه جو وصال آهي 1268هه ۾. يعني جڏهن پير حزب الله شاهه جي دستار بندي ٿي تڏهن سندس عُمر صرف ڏهه سال هئي جڏهن ته نجفي صاحب واري احوال مان اهو معلوم ٿئي ٿو ته جڏهن بيدل سائين پيرجوڳوٺ آيو تڏهن پير حزب الله شاه ڪافي عُمر کي رسي چڪو هيو ۽ جوان هيو جو بيدل سائينءَ کي هن ايڏي وڏي تعظيم سان پاڻ وٽ رهايو. ٻي پاسي گلومل هرجاڻي وري بيدل سائينءَ جي پيرڳوٺ واري سفر ۽ زيارت کي سندس سيوهڻ شريف واري سفر سان ڳنڍي وڃي ان دور سان ملايو آهي جڏهن بيدل سائين جي عمر 12 — 13 سال آهي ته سيد علي گوهر شاهه جي عمر به 12 — 13 سال آهي ۽ ان وقت پير صاحبن جي گاديءَ تي پير صبغت الله شاه اول هئا. گلومل هرجاڻي واري انهيءَ بيان ۾ ڪنهن به حوالي يا ڪنهن اهم راويءَ جو ذڪر به ناهي ٿيل. وري اچون ٿا ٻي پاسي ته خود گلومل هرجاڻي واري ڪتاب ”ديوان بيدل“ مطبوعه 1940ع جي صفحي 15 تي بيدل سائين جي سيوهڻ واري سفر ۽ باطني فيض جو جيڪو احوال ڏنل آهي ان جو راوي بيدل سائين جي محبوب قاضي پير محمد جو فرزند قاضي غلام مهدي آهي جنهن جو چوڻ اهو آهي ته اهو احوال ڪيس فقير صاحبن (بيدل سائين) پاڻ سبق پاڙهي ڪيو هيو ته ان احوال ۾ به سيوهڻ شريف کان پوءِ صرف حضرت مخدوم محمد اسماعيل پريالوءَ جي درگاهه جي زيارت جو ذڪر آهي ۽ درگاهه پيرڳوٺ جو ڪوبه ذڪر ناهي ۽ ان ۾ اهو به ڪونه لکيو ۽ ٻڌايو ويو آهي ته ڪو بيدل سائينءَ کي پيرڳوٺ وڃڻ لاءِ سيوهڻ شريف مان اشارو مليو. اڳتي هلي گلومل هرجاڻي بقول سندس

جيڪو احوال ونس درج هو. اهو احوال صفحي 16 کان 25 تائين ڏنو ۽ ان واقعي ۽ پيرڳوٺ جي زيارت کي بيدل سائين جي سيوهڻ واري سفر سان ڳنڍي ڇڏيو ۽ اهو به لکي ڇڏيو ته پيرڳوٺ وڃڻ جو ارشاد سيوهڻ سرڪار وٽان ٿيو.(112) ٻي پاسي درگاهه سيوهڻ شريف ۾ جڏهن بيدل سائينءَ تي باطني ۽ روحاني فيض جي ايتري پالوٽ ٿيل هجي جو بيدل سائين انهيءَ فيض جو هن طرح ڇنو اظهار ڪري ته ”ميرا مرشد مڪمل هي قلندر“ ته پوءِ اهڙي حالت ۾ وڌيڪ فيض حاصل ڪرڻ لاءِ درگاهه پيرڳوٺ وڃڻ وارو واقعيو ۽ روايت عامي ٿي لڳي. ٻي طرف سنڌ جي برک محقق مرحوم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پڻ بيدل سائين جي پير علي گوهر شاهه اصغر کي مثنوي روم پڙهائڻ واري روايت سان اختلاف ڏيکاريندي ان کي رد ڪيو آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ڪتاب ”اصغر سائين جو ڪلام“ مطبوعہ 1999ع جي مقدمي ۾ مٿي ڏنل روايت کي رد ڪندي لکي ٿو ته غور ڪبو ته انهن روايتن ۾ ڪوبه ربط ڪونهي. اهي عام روايتون آهن، جن کي گلومل ۽ جهامنداس پاڻيہ پنهنجن ڪتابن ۾ آندو. پيو ته بيدل قلندر شهباز تي ويو ۽ اتان وري ڪيس ارشاد ٿيو ته پير صاحب جي ڳوٺ وڃو انهيءَ جو به طريقي ۽ تصوف جي نگاهه کان ڪو ربط ڪونہ ٿو نظر اچي.“(113) مٿي بيان ڪيل مختلف ماخذن جي روشنيءَ ۾ انهيءَ نتيجي تي پهچجي ٿو ته بيدل سائينءَ پيرڳوٺ جي زيارت ۽ سفر ضرور ڪيو پر سيوهڻ شريف جي زيارت ۽ فيض کان گهڻو پوءِ. ان حساب سان فقير هدايت علي نجفي جي ڏنل روايت صحيح لڳي ٿي ڇاڪاڻ ته سندس ڪتاب بيدل سائين جي سوانح عُمري جو قديم ترين ۽ شروعاتي ماخذ آهي پيو ته فقير هدايت علي نجفي جو روهڙي گهڻو اچڻ وڃڻ ٿيندو هو. فقير قادر بخش بيدل هڪ وڏو پڙهيل ڳڙهيل ۽ وحدت الوجودي صوفي هُيو. تنهن ڪري ٿي سگهي ٿو ته بيدل سائين سيوهڻ شريف جي زيارت کان پوءِ مختلف درگاهن جون زيارتون ڪنهن خاص طريقي يا مسلڪ کان هٽي ڪري به ڪيون هجن ۽ اهو سندن علمي سيرُ هجي. ڇاڪاڻ ته ونس طريقو، سلسلو يا مسلڪ وحدت جي واٽ ۾ زائل ٿي وڃي ٿو.

## شيعا سُني آپ بڻيندا نقشبندي تي قادري (بيدل)

بهرحال فقير قادر بخش بيدل سيد علي گوهر شاه اصغر جو همعصر هو تنهن سيد علي گوهر شاهٰ اصغر جي وفات تي جيڪو فارسي شعر لکيو آهي اهو هتي پيش ڪجي ٿو جنهن ۾ بيدل سائين سيد علي گوهر شاه اصغر سان وڏي عقيدت جو اظهار ڪيو آهي.

| | |
|---|---|
| جناب پير علي گوهر آن ڪريم رشيد | چو رمز ارجعي از پردگاهہ راز شنيد |
| گذاشت جسم در اين دامگاهہ ناسوتي | بسوئي گلشن لاهوت مرغ جانش پريد |
| بسوئي اصل خود آر درجوع هر چيزي | بہ بحر وحدت آن قطره سفير رسيد |
| بتافت رخ ز ظهورات آن سراپا نور | بقاف معني سيمرغ وش نهان گرديد |
| دلم چو سال وصالش بجست هاتف گفت | بـا آفتاب بپيوست نور مي وحيد(114) |

1268 هجري

هتي انهيءَ شعر جو سنڌيءَ ۾ ترجمو پيش ڪجي ٿو.

”جناب پير علي گوهر جيڪو رشد و هدايت ۾ سخي هو. جڏهن پردي واري جاءِ مان ارجعي (موٽ) جو اشارو پروردگار جي راز جو ٻڌائين تہ جسم کي هن فاني جهان جي ڦندي مان ڦٽو ڪيائين ۽ سندس روح مبارڪ جو پکي لاهوت جي باغ ڏانهن اُڏامي هليو ويو. هر شيءِ پنهنجي اصل ڏانهن موٽي ٿي. اهڙي طرح هي مسافر قطرو وحدت جي درياهہ ۾ هيو. سندس منهن مبارڪ نوراني تجليات سبب منور هو. سندس روح جو سيمرغ پکي معنيٰ جي ڪوهہ قاف ۾ نہي هٽي ويو. منهنجي دل جڏهن سندس وصال جو سال جاچيو تہ هاتفي آواز آيو تہ سج سان گڏ رهندو. سندس وحدانيت جو نور حيات جاودان ۾ رهندو. (115)

فقير قادر بخش بيدل سيد علي گوهر شاهہ اصغر جي وصال جو سن 1268هجري ڏنو آهي جڏهن تہ ڪتاب ”اصغر سائين جو ڪلام“ مؤلف شيخ محمد فاضل ۾ وري اصغر سائينءَ جي وفات جو سنہ 1263 هجري ڄاڻايو ويو آهي. جيڪو درست ناهي ۽ بيدل سائينءَ جو ڄاڻايل سن وڌيڪ مستند آهي.

بيدل سائين مٿي ذڪر ڪيل درگاهن ڪانسواءِ جهوڪ شريف، پٽ شاهہ، درگاهہ شاهہ نصير نوشهرو فيروز، تجل شريف، ۽ پنهواري پڻ ويو جن جو تفصيلي ذڪر ڪرڻ طوالت جو سبب بڻبو.

## تصنيف ۽ تاليف

فقير قادر بخش بيدل سنڌ جو هڪ جيد عالم، مُفڪر، عارف، باڪمال صوفي ۽ وحدت الوجودي شاعر هُيو. سندس علمي مانَ ۽ مرتبي جو ذڪر تہ اسين هن کان اڳ ڪري چُڪا آهيون هتي اسين بيدل سائينءَ جي انهن تصنيفات ۽ تاليفات جو وچور پيش ڪنداسون جيڪي سندس عارفانہ ۽ عالمانہ شخصيت جو نہ صرف چٽو عڪس پيش ڪن ٿيون بلڪہ ان ڳالهہ جو ثبوت بہ پيش ڪن ٿيون تہ بيدل سائينءَ جي پائي جو سنڌ جي تاريخ ۾ ڪو

ورلي صوفي عالم ۽ عارف هوندو. بيدل سائينءَ جي علمي فضيلت ۽ عرفاني منزل جو اندازو ان مان بخوبي لڳائي سگهجي ٿو تہ بيدل سائينءَ پنهنجي 59 سالن جي حياتيءَ ۾ عربي، فارسي، اردو، سنڌي ۽ سرائڪي ٻولين ۾ نظم توڙي نثر جا بيمثال ڪتاب تصنيف ڪيا جن مان بہ سواءِ ٽن ڪتابن جي سمورا ڪتاب عربي ۽ فارسي ٻولين ۾ اٿس. بيدل سائينءَ جا اهي بي مثال ۽ اعليٰ پائي جا ڪتاب سندس صوفياڻي، رندي ۽ مجازي ڪلام کان سواءِ قرآن پاڪ جي ڳوڙهي اڀياس، علم حديث، تاريخ، تصوف جي اهم موضوعن، رازن، اسرارن، اشارن بابت تصوف جي طالبن کي هڪ چٽي روشني ۽ رهنمائي بخشن ٿا. ان لحاظ کان بيدل سائين سنڌ ۾ سمورن صوفي بزرگن ۽ عالمن ۾ پنهنجو مَٽُ پاڻ آهي. هتي اسين فقير قادر بخش بيدل جي سمورين تصانيفات جو سلسليوار تعارف پيش ڪريون ٿا. جن ۾ بيدل سائين جي ڪلام جا ديوان، مثنويون، سندس سنڌي ۽ سرائڪي ڪافين جو ڪتاب سرود نامو ۽ سندس بيتن جي مجموعن وحدت نامو ۽ فرائض صوفيہ کان علاوه عربي ۽ فارسي ٻولين ۾ ٻيون نثري تصانيف شامل آهن. اهڙي طرح سندس سيني ننڍن ۽ وڏن ڪتابن جو ڪُلَ تعداد 34 ٿئي ٿو.

## 1. مثنوي رياض الفقر

فقير قادر بخش بيدل هيءَ تصنيف پهرين فارسي مثنوي جي روپ ۾ سن 1258هہ ۾ مڪمل ڪئي، جڏهن سندس عمر 27 سال هئي. رياض الفقر ۾ صوفي درويشن ۽ فقيرن جي رياضتن جو بيان آهي ۽ منجهس هڪ هزار شعر آهن. 27 سالن جي ڦوهہ جوانيءَ ۾ ايڏي وڏي علمي فارسي منظوم تصنيف سو بہ تصوف ۽ روحانيت جي موضوع، تي بيدل سائينءَ جي علمي ۽ فني ڪمال کي ظاهر ڪري ٿي. مثنوي ”رياض الفقر“ کي بيدل سائين جي مجازي محبوب قاضي پير محمد پنهنجن هٿ اکرن ۾ سن 1264هہ ۾ نقل ڪيو جنهن کي وري مرحوم فقير غلام علي مسرور 1 نومبر 1924ع تي نقل ڪيو. مثنوي ”رياض الفقر“ جي شروعات هنن شعرن سان ٿئي ٿي:

الا اي ساقي پيمانہ عشق — رهم بکشا سو ئي مئخانہ عشق
رسان بوئي محبت در دما غم — لبالب شوق خود گردان ايا غم

مثنوي رياض الفقر جو اختتام هنن شعرن سان ٿئي ٿو، جنهن ۾ مثنويءَ ۾ شامل شعرن جي تعداد ۽ تصنيف جي سن کي بہ شعر ۾ محفوظ ڪيو ويو آهي.

غرض اين پاره الفاظ خوشرنگ، هزار ابيات شد منظوم فرهنگ
بهفتم شهر رمضان وقت پشين، بشد آراستہ اين پيکر چنين

دو ازده صد فزوه ز و هشت پنجاه، بود سالش بنزد مرد آگاهہ.(116)

## 2. ديوان: سلوڪ الطالبين

بيدل سائينءَ جو هي فارسي ديوان سن 2006ع ۾ بيدل يادگار ڪاميٽيءَ پاران شايع ڪيو ويو آهي جنهن کي ڊاڪٽر خضر نوشاهي صاحب مُرتب ڪيو آهي. 90 فارسي غزلن تي مشتمل هي ديوان بيدل سائين سن 1259ھ ۾ تصنيف ڪيو جنهن ۾ پاڻ پنهنجو تخلص "طالب" استعمال ڪيو اٿائين. فارسي ڪلام جي هن ديوان کي بہ قاضي پير محمد سن 1280ھ ۾ نقل ڪيو جنهن بعد هن ڪتاب کي بيدل سائينءَ جي فرزند فقير محمد محسن بيڪس سن 1293ھ ۾ پڻ نقل ڪيو.

ڊاڪٽر خضر نوشاهي لکيو آهي تہ انهيءَ ديوان ۾ بيدل سائين پورو فني زور ڏيکاريو آهي. ديوان سلوڪ الطالبين ۾ خاص ڳالهہ اها آهي تہ هر غزل ۾ جنهن حرف جو رديف مقرر آهي ان غزل جي هر مصرع انهيءَ ئي حرف سان شروع ٿئي ٿي. هن فارسي ديوان ۾ بيدل سائينءَ جو هڪ عربي غزل بہ شامل آهي. ديوان سلوڪ الطالبين ۾ بيدل سائين نبي اڪرم صلي الله عليه وآله وسلم، اصحاب اڪرام، ۽ امامن پاڪن سان پڻ عقيدت جو اظهار ڪيو آهي. سندس هڪ غزل جي رديف ۾ هڪ بزرگ "رشد الحق صفي الله" جو ذڪر پڻ آهي.

هادي مهدي مرشد راهہ رشد الحق صفي الله
سر الاهي شاهنشاه رشد الحق صفي الله

ڊاڪٽر خضر نوشاهي موجب هن ديوان ۾ بيدل سائينءَ ۽ علامہ اقبال جي فڪر جي مماثلت ملي ٿي يعني جيڪو فڪر علامہ اقبال ڏنو اهو ساڳيو فڪر علامہ اقبال کان گهڻو اڳ بيدل سائين جي ڪلام ۾ ملي ٿو.

مثال: پري هي چرخ نيلي فام سي منزل مسلمان ڪي (علامہ اقبال)
اهو ساڳيو خيال اقبال کان پهريان بيدل سائين وٽ هن طرح آهي:

ز عرش اعظم بالاست آشيانہ تو
قفس شڪن بسوئي آشيان بڪن پرواز.
(بيدل)

ديوان سلوڪ الطالبين جي پهرين غزل جو مطلع هن طرح آهي.

الاهي موج وحدت بخش درياي خيالم را
بہ بحرِ حال گم گردان حباب قيل و قالم را.

بيدل سائينءَ جي انهيءَ فارسي غزل کان اڳ ۾ اسان کي ساڳي تتبع تي لکيل حضرت مير جان الله شاه رضوي اول ۽ حضرت مير جان الله شاه رضوي ثاني جا غزل ملن ٿا جيڪي ترتيبوار سندن ديوان مير ۽ ديوان عاشق ۾ شامل آهن.

الاهي جوش طوفان بخش چشم اشکبارم را
سحاب دجلہ افشان کن رگ ابر بهارم را
(مير جان الله شاه رضوي اول)

الاهي موج طوفان بخش اشک ديد گريان را
سحاب آسا بر افشان کن مداهم چشم گريان را
(مير جان الله شاه رضوي عاشق)(117)

ديوان سلوڪ الطالبين جي آخري غزل جو آخري شعر هن طرح آهي، جنهن مان هن ديوان جي تصنيف جو سال بہ نڪري ٿو.

يمن قلب طالب در فقره تار بخش
مضمون رموز کن بنو شت باتمامي.(118)

## 3. رموز القادري

بيدل سائينءَ هن فارسي مثنويءَ ۾ غوث الاعظم سيدنا عبدالقادر جيلاني جي عربي تصنيف قصيده غوثيہ جي فارسي نظم ۾ شرح ڪئي آهي. هي ڪتاب بہ 1259هہ ۾ تصنيف ٿيو ۽ قاضي پير محمد 1280هہ ۾ نقل ڪيو. مثنوي ”رموز القادري“ جي شروعات هنن شعرن سان ٿئي ٿي.

عشق ساقي سالڪان ست اي رفيق، مي دهد پئمانہ لبريز از رحيق
آن رحيق خوشگوار و مشکبوئي، کزوي آدم گشتہ سرخوش باده جوئي.

رموز القادري جا آخري شعر هن طرح آهن:

شربت از جا م طلب نوشان سرا آيت وحدت بيا موزان سرا
هديہ ام بخشا ز باغستان عشق بيدلم فرما عطايم جان عشق(119)

## 4. مثنوي دلڪُشا:

بيدل سائين هي مثنوي سن 1263هہ ۾ تصنيف ڪئي جڏهن سندس عمر 32 سال هُئي. بيدل سائين جي هن پُر لطف ۽ پُراسرار مثنويءَ ۾ ذڪر فڪر بابت شعر چيل آهن. جنهن ۾ بيدل سائين ذڪر فڪر بابت هڪ اُستاد جي روپ ۾ سمجهاڻيون ڏنيون آهن ۽ ذڪر فڪر بابت هڪ هڪ نڪتو بيان ڪيو آهي. مثنوي دلڪشا جو هڪ نسخو سن 1295هہ ۾ فقير محمد محسن

بيڪس نقل ڪيو هيو نسخو قاضي غلام مهدي بن قاضي پير محمد 1310ه ۾ پڻ نقل ڪيو. مثنوي دلڪشا ۾ ڪل 279 شعر آهن. پهريون شعر هن طرح
حمد محبوبي ذڪرش دل ڪشاست، باعث تفريح طبع و جا نفز است
جڏهن ته آخري شعر هن طرح آهي:
قصہ ڪو تہ شد نفس رابر ميار جز بذڪر شائق ديدار يار(120)
"مثنوي دلڪشا" جو سنڌيءَ ۾ نثري ترجمو پروفيسر ڊي ڪي منشاراماڻي ڪيو جيڪو 1996ع ۾ صوفي سنگت بمبئي پاران شايع ٿيو، بعد ۾ ان کي ڊاڪٽر نواز علي شوق مرتب ڪيو جنهن کي بيدل يادگار ڪاميٽيءَ پاران 2005ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي.

## 5. مثنوي نهر البحر

فقير قادر بخش بيدل جي هيءَ نهايت ئي خوبصورت ۽ اهم مثنوي آهي. جيڪا سن 1264ه ۾ تصنيف ٿي ۽ قاضي پير محمد سن 1280ه ۾ نقل ڪئي، بعد ۾ قاضي پير محمد جي فرزند قاضي غلام مهدي پڻ ان کي سن 1310ه ۾ نقل ڪيو. هيءَ مثنوي فقير قادر بخش بيدل، مولانا جلال الدين رومي کان متاثر ٿي ڪري ساڳي بحر وزن ۾ لکي آهي. ۽ ان جي نالي مان بہ اها ڳالهہ ظاهر ٿئي ٿي تہ مولانا رومي صاحب جي مثنوي هڪ بحر آهي جڏهن تہ بيدل سائين جي اها مثنوي ان بحر مان نڪتل هڪ نهر آهي.
مولانا جلال الدين رومي جي مثنوي جا شروعاتي شعر هن طرح آهن:
بشنو از ني چون حڪايت مي ڪند، و از جدائي ها شڪايت مي ڪند
بيدل سائين ۽ جي مثنوي نهر البحر جا شروعاتي شعر وري هن طرح آهن:
بشنو از ني نغمہ سر الست، تا چہ مي گويد از ان عهد درست
مثنوي نهر البحر جا آخري شعر هن طرح آهن:
جرعہ از جام تعشق ڪن ڪرم حرمت هر اوليائي محترم(121)

## 6. ديوان مصباح الطريقت

فقير قادر بخش بيدل جو هي فارسي ديوان سيني شعري تصانيف کان ضخيم ۽ اهم آهي. بيدل سائين هي فارسي ديوان حافظ شيرازيءَ کان متاثر ٿي ڪري 1265ه ۾ تصنيف ڪيو. ديوان مصباح الطريقت کي پڻ ڊاڪٽر خضر نوشاهي صاحب مُرتب ڪيو آهي جنهن کي بيدل يادگار ڪاميٽي پاران شايع ڪيو ويو آهي. ان ۾ بيدل سائينءَ جو فن توڙي فڪر ڪمال درجي جو آهي. ديوان مصباح الطريقت ۾ مختلف شعري صنعتون ۽

خوبصورتيون شامل آهن. جڏهن تہ ان ۾ هڪ اهڙو غزل بہ شامل آهي جيڪو غير منقوط (بغير نقطي جي) آهي. مطلب تہ ديوان مصباح الطريقت ۾ بيدل سائينءَ جي رندي ۽ عافانہ ڪلام جي پالوٺ آهي جنهن ۾ فارسي غزل جي ديوان ڪان سواءِ ٻيون فارسي شعري صنفون رباعيات، مخمس، مسدس، قطعات، ۽ فرديات پڻ شامل آهن. جڏهن تہ هن ديوان ۾ بيدل سائين جا ڪجھ عربي غزل بہ شامل آهن. ديوان مصباح الطريقت جو پهريون شعر هن طرح آهي.

الاهي مطلع انوار وحدت ساز جانم را
ز ظلمت هائي ڪثرت رستگاري ده روانم را

ديوان مصباح الطريقت جو آخري شعر هن طرح آهي:

صوفي و صفا ڪيشي هم بيدل درويش
در جلوه حسن از دل آرام ربائي(122)

## 7.ديوان منهاج الحقيقت

بيدل سائينءَ جو هي ننڍڙو فارسي ديوان آهي جنهن کي پڻ بيدل يادگار ڪاميٽي پاران 2007ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي. جنهن جو مرتب پڻ ڊاڪٽر خضر نوشاهي آهي. هي فارسي ديوان سن 1265ھ ۾ تصنيف ٿيو. ديوان منهاج الحقيقت ۾ ڪُل 28 غزل آهن يعني هر رديف جو هڪ غزل آهي. پهرين غزل جو مطلع هن طرح آهي:

اي رخ تو به چشم جان آئينہ خدا نما
نور صفاش سو خته پرده ديده دل مرا

آخري غزل جو مقطع هن طرح آهي:

بيدل از تو در ره تو حيد مي خواهد مدد
المدد اي آنڪہ از همہ پايہ برتر يافتي(123)

## 8.ڪُرسي نامہ قادريہ

مرحوم عبدالحسين شاهہ موسوي بيدل سائينءَ جي فارسي منظوم تصنيفات ۾ 10 نمبر تي ”ڪرسي نامہ صوفيان قادري“ جو نهايت ئي مختصر ذڪر ڪيو آهي ۽ ان جا صرف ٻہ شعر ڏنا آهن. دراصل ”ڪُرسي نامہ“ فقير قادر بخش بيدل جا ٽي مختصر فارسي نظم آهن پهرين نظم ۾ بيدل سائين دعائيہ انداز ۾ سرور ڪائنات حضرت محمد مصطفي صلي الله عليه وسلم کان وٺي ٻارهن امامن ۽ پوءِ ويندي قادري سلسلي جي بزرگن جو ذڪر شاه عبدالوهاب قادري تائين ڏنو آهي. جنهن ۾ 16 شعر آهن ٻي نظم ۾ ساڳي طرح

انهن بزرگن جي ذڪر ”طريق ثاني“ جي عنوان ۾ ڪيو اٿائين جنهن ۾ ڪُل 7 شعر آهن. اهڙي طرح آخري نظم ۾ جنهن ۾ ڪل 6 شعر آهن انهن ۾ وري شاهه عنايت جهوڪ واري جي سلسلي جي بزرگن ۾ جهوڪ ڏٺي ڪان پوءِ شيخ ابراهيم، شاهه سلام الله، عزت الله، محمد زاهد، فضل الله، محمد صديق ۽ سندس فرزند بايزيد جو ذڪر ڪندي سمورن صوفي درويشن اڳيان دُعا جو طالب آهي. ڪرسي نامه قادريه جا اهي نظم فقير محمد محسن بيڪس پڻ سن 1294هه ۾ نقل ڪيا آهن. پهرين نظم هن طرح شروع ٿئي ٿو.

يا رب بحر مت شه ڪونين مصطفيٰ
يا رب بحرمت شه شهدء ڪربلا

ڪُرسي نامه جو ٻيو نظم هن طرح شروع ٿئي ٿو.

احمد و علي و حسن و شه زين العابدين
باقر و امام جعفر و ڪاظم و علي رضا

آخري نظم هن طرح شروع ٿئي ٿو.

با حرمت وحيد شهيد فرنگ عشق
حضرت عنايت الله سلطان اصفيا(124)

## 9. سرود نامو:

هي بيدل سائينءَ جي سنڌي ۽ سرائڪي ڪافين جو مجموعو آهي. جنهن جو تفصيلي ذڪر هن ڪتاب جي پيش لفظ ۾ ڪيو ويو آهي.

## 10. وحدت نامو(سنڌي):

هي بيدل سائينءَ جي سنڌي بيتن جو مجموعو آهي جنهن جو پڻ تفصيلي ذڪر هن ڪتاب ۾ الڳ طور ڪيو ويو آهي.

## 11. وحدت نامه(اردو):

فقير قادر بخش بيدل جي شارح گلومل هرجاڻي 1943ع ۾ ڇپايل بيدل سائين جي وحدت نامي (سنڌي) جي پيش لفظن ۾ بيدل سائين جي اردو وحدت نامه (اردو ڏوهيڙن جي مجموعي) جو ذڪر ڪيو آهي پر اردو وحدت نامي جا بيت ڪٿان ملي نه سگهيا آهن البت گلومل هرجاڻي اردو وحدت نامي جو هڪ بيت ڏنو آهي:

وحدت دا چشمه جاري هي هم نه رمز حقيقي پائي هي
سادا پڙهني تهين چت چايا هي بيدل اکو الف پڪايا هي(125)

## 12. ديوان بيدل (اردو):

فقير قادر بخش بيدل جو هي اردو ديوان آهي جنهن کي مختلف قلمي ۽ ڇاپي نسخن ۾ بيدل سائين جي "غزليات هندي" جي نالي سان پڻ لکيو ويو آهي. بيدل سائين جي هن اردو ڪلام/ديوان کي قاضي پير محمد جي فرزند قاضي غلام مهدي 1893ع ۾ نقل ڪيو جنهن کي پهريون ڀيرو راقم الحروف مُرتب ڪري "بيدل جو اردو ڪلام" جي نالي سان 1997ع ۾ شايع ڪرايو ۽ ان جو ٻيو ايڊيشن بيدل يادگار ڪاميٽيءَ پاران 2003ع ۾ ديوان بيدل (اردو) جي نالي سان شايع ٿيو. ديوان بيدل (اردو) جو پهريون غزل هن طرح آهي:

دل وحدت طلب فارغ ز قيد جسم و جان هوگا
کہ بيٺڪ عاشقان دائم بملک لامکان هوگا

آخري غزل جو مقطع هن طرح آهي:

درد کي راه مين مشکل هي جانا بيدل
اس کون معلوم هي جوئي کہ قلم پاتا هي(126)

## 13. فرائض صوفيہ:

هي بہ بيدل سائينءَ جي سنڌي بيتن جو ننڍڙو مجموعو آهي جنهن جو پڻ تفصيلي ذڪر ڪتاب ۾ الڳ طور ڪيو ويو آهي.

## 14. قصۂ هير رانجها:

هيءُ بيدل سائينءَ جو هڪ فارسي نظم آهي جنهن ۾ ڪُل 88 شعر آهن ۽ انهن ۾ هير رانجهي جي قصي کي منظوم ڪيو اٿائين. هير رانجها کي پڻ قاضي پير محمد نقل ڪيو.

زهرچہ خامہ نويسد بنامہ دوران
سواد حرف غم عشق خوشترا ست بدان

هير رانجها جو آخري شعر هن طرح آهي:

بمير بيدل در عشق گر بقا خواهي
کہ بعد مرگ بيابي حيات جا ويدان.(127)

## 15. قصہ ليليٰ و مجنون:

هيءُ پڻ بيدل سائينءَ جو هڪ ننڍڙو فارسي نظم آهي جنهن ۾ ڪُل 18 شعر آهن ۽ انهن ۾ ليليٰ مجنون جي تاريخي عشقيہ داستان کي مختصر

ڪري پيش ڪيو ويو آهي. هن نظم کي فقير محمد محسن بيڪس 1294ھ ۾ نقل ڪيو. قصہ ليليٰ و مجنون جو پهريون شعر هن طرح آهي:

عشق بازان رتبہ دارند عالي بيگمان
قصہ ايشان بود احسن قصص اندر جهان

جڏهن تہ آخري شعر هن طرح آهي:

ليليٰ آنجا بود بيدل قيس هم برزد بخاڪ
صد ڪتاب دانش و دين برفت از خانمان(128)

مٿي ذڪر ڪيل فقير قادر بخش بيدل جي ٻن مختصر نظمن "قصہ هير رانجها ۽ قصہ ليليٰ و مجنون" کي گڏيل طور "روض عشق" جي نالي سان مرزا فتح علي بيگ مُرتب ڪيو آهي ۽ بيدل يادگار ڪاميٽي پاران ان کي 2009ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي.

## 16. ظهورنامہ:

مرحوم عبدالحسين شاه موسوي هن ڪتاب جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ "ظهور نامہ در تصوف بہ نغمہ اناالحق" هن ۾ ڪل 22 بيت آهن. شروعاتي شعر هن طرح آهي:

چون ذان حق شائق نام و نشان شده
با وصف احمدي بدو عالم عيان شده

آخري شعر هي آهي:

جز ذات بي تکيف موجود نيست هيچ
بيدل حديث فاد تو پاڪ از ميان شده(129)

## 17. قصيده من تواريخ:

فقير قادر بخش بيدل جي هيءَ هڪ اهم ۽ تاريخي تصنيف آهي جنهن ۾ پاڻ فارسي نظم ۾ سرور ڪائنات حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم ، اصحابن سڳورن، امامن پاڪن ۽ ڪيترن ئي بزرگن ۽ ولين جي وصال جون تاريخون ابجد منجهان ڪڍيون آهن. پير حسام الدين راشدي هن تصنيف جو نالو "تاريخهاي وفات" لکيو آهي جڏهن تہ گدومل هرجاڻيءَ "تاريخهاي" ۽ عبدالحسين شاهہ موسوي ان جو نالو "تواريخ رحلت هاي رجال الله" رقم ڪيو آهي، بيدل سائين جي فرزند فقير محمد محسن بيڪس پڻ 1294ھ ۾ بيدل سائينءَ جي ڪلام جي قلمي نسخي ۾ انهن فارسي نظمن کي نقل ڪيو آهي. جنهن ۾ هڪ حصي مٿان عنوان "قصيده من تواريخ" لکيو اٿائين. ان

حصي جي ٻن ٻن شعرن ۾ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم، اصحابن سڳورن، ٻارهن امامن، غوث پاڪ رضہ، قلندر شهباز، مخدوم نوح، شاه خير الدين، سيد عبدالڪريم، شاه حيدر حقاني، شاه شهيد جهوڪ واري، شاه عبداللطيف، محمد راشد روضي ڌڻي ۽ سچل سائين، جي وفات جي تاريخ ڪڍي آهي، بيڪس سائين هن جي ٻي حصي تي عنوان ”تاريخهاي“ لکيو آهي جنهن ۾ پڻ ٻن ٻن شعرن ۾ بيدل سائين ڪربلا جي شهات کي ڪبريٰ قيامت، منصور حلاج جي شهادت کي وسطي قيامت ۽ شاه عنايت جهوڪ واري جي شهادت کي صغريٰ قيامت سڏيو آهي. انهيءَ حصي کان ٻين شخصيتن جي وصال جي تاريخن کي بيدل سائين فارسي نظم ذريعي تفصيلي بيان ڪيو آهي ۽ اهڙي نظم مٿان هر ان شخصيت/بزرگ جو نالو لکيل آهي. اهڙن بزرگن ۾ قلندر شهباز، مخدوم نوح، حضرت غوث بهاءُ الحق، حيدر حقاني، شاه عبداللطيف شامل آهي. ان بعد شاه شهيد جهوڪ واري جي شهادت جي قصي کي تاريخي طور تي فارسي نظم ۾ تفصيلوار پيش ڪيو اٿائين ۽ ان مٿان عنوان آهي: ”قصيده تاريخ شهادت صاحب ڪريمان شهدان حضرت ميران پور“ اڳي هلي ڪيترن کي بزرگن جي وفات جون تاريخون الڳ طور تي فارسي نظم ۾ لکيون اٿائين جنهن ۾ سندس مجازي محبوبن قاضي پير محمد ۽ غلام محمد جي وفات جا تاريخي نظم بہ شامل آهن. بيدل سائينءَ جي انهيءَ تاريخي تصنيف کي بيدل يادگار ڪاميٽي ”تاريخي قطعات“ جي نالي سان شايع ڪرايو آهي. جنهن جو مُرتب آهي مرزا فتح علي بيگ.(130)

### 18. پنج گنج:

”پنج گنج“ فقير قادر بخش بيدل جي هڪ اعليٰ پائي جي نثري تصنيف آهي. جيڪا عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ آهي ڇاڪاڻ تہ ان ۾ قرآن پاڪ جون آيتون، احاديث شريف، فارسيءَ ۾ مولانا روميءَ جي بيتن کان سواءِ سنڌيءَ ۾ شاه عبداللطيف ڀٽائيءَ جا بيت شامل آهن. پنج گنج بيدل سائينءَ جو تمام گهڻو مقبول ڪتاب آهي ۽ علمي ۽ روحاني حوالي سان هن تصنيف جي اهميت مٿاهين آهي. پنج گنج ۾ تصوف ۽ عرفان جي موضوعن کي 40 درجن ۾ ورهايو ويو آهي ۽ هر درجي لاءِ پنج دليل ۽ شاهديون بيان ڪيون ويون آهن. جن ۾ قرآن پاڪ جي آيت، حديث مبارڪ، مولانا رومي جي مثنوي جو شعر، شاه لطيف ڀٽائي جو بيت ۽ پنجين ڪا حڪايت شامل آهي. پنج گنج 1264هه ۾ تصنيف ٿيو جنهن کي پڻ قاضي پير محمد نقل ڪيو. پنج گنج ڪتاب کي سڀ کان پهريان مرحوم سبحان بخش قريشي سنڌي ترجمي سان

گڏ مُرتب ڪيو ۽ 1976ع ۾ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز پاران شايع ڪيو ويو بعد ۾ ان ڪتاب ڪي اردو ترجمي سان ڊاڪٽر نواز علي شوق مُرتب ڪيو جنهن کي شاهه لطيف چيئر ڪراچي يونيورسٽي 2000ع ۾ شايع ڪيو آهي.(131)

## 19. فوائد المعنوي:

فقير قادر بخش بيدل جي هيءَ عربي نثري تصنيف آهي جنهن ۾ فقير بيدل سائين جا 177 اقوال شامل آهن جيڪي انتهائي شاندار ۽ وڏي معنيٰ خيز آهن. مثال طور هڪ قول اٿس: "عشق بادشاهه آهي جيڪو هنهي جهانن تي حڪومت ڪري ٿو." فوائد المعنوي 1264هه ۾ قاضي پير محمد نقل ڪيو جنهن تان فقير غلام علي مسرور 1343هه ۾ نقل ڪيو. فقير غلام علي مسرور جو ئي نقل ڪيل فوائد المعنويءَ جو نسخو سنڌي ترجمي سان مسرور پبليڪيشن ڪراچي پاران 2001ع ۾ شايع ڪيو ويو آهي. فوائد المعنوي جو آخري قول هن طرح آهي.

جنهن گفتگو کي مقصد ٻڌايو تنهن کي حال جو بخرو نصيب نہ ٿيندو. (132)

## 20. سند الموحدين:

فقير قادر بخش بيدل هن فارسي تصنيف ۾ وحدت جي باري ۾ سند طور مختلف بزرگن ۽ فقيرن جو چونڊ ڪلام سهيڙيو آهي ۽ انهن جي عالمانہ شرح ڪئي اٿائين. هي ڪتاب بہ 1264هه ۾ لکيو ويو ۽ قاضي پير محمد ان کي نقل ڪيو. هن ڪتاب ۾ مولانا رومي، قلندر شهباز، غوث الاعظم، خواجا حافظ شيرازي، شيخ سعدي، مولانا جامي، شيخ فريد الدين عطار، شاهه شرف، شاهه عبداللطيف ڀٽائي، مير قلندر علي رضوي، پير محمد راشد روضي ڌڻي، خواجہ عبدالحق درازي، ۽ سچل سرمست جو وحدت بابت ڪلام ڏئي ان جي شرح سمجهاڻي ڏني وئي آهي. جڏهن تہ "سند الموحدين" تصنيف ۾ بيدل سائين ابن العربي جي مقبول تصنيف فصوص الحڪم جي مختصر فارسي شرح پڻ ڪئي آهي.(133)

## 21. رموز العارفين:

فقير قادر بخش بيدل هي ڪتاب سن 1268هه ۾ تصنيف ڪيو ۽ ان کي پڻ قاضي پير محمد نقل ڪيو، جنهن تان فقير غلام علي مسرور 1343هه ۾ نقل ڪيو ۽ عنوان لکيو "نسخہ رموز العارفين". رموز العارفين ۾ بيدل سائين فارسي مثنوي جي گهاڙيٽي ۾ مختلف بزرگن ۽ عارفن جي

اقوالن ۽ اشعارن جي تشريح ڪئي آهي گويا عارفن جي رمزن کي کولي بيان ڪيو آهي. شروعات هنن اشعارن سان آهي

اي انڪہ توئي وجود مطلق ذات تو حقيقتہ الحقائق
با شڪل مهر آ نچہ هست پيدا از ملڪ و ملڪ توئي هويدا.

رموز العارفين جو آخري شعر هن طرح آهي:

اين نسخہ ڪي اصل اهل دين است نامي برموز العارفين است
بيدل ڪہ نمود ترجماني اين چند رموز بس نهاني(134)

سندالموحدين ۾ حديث مبارڪن، امامن پاڪن جي قولن، اويسي قرني، منصور حلاج، بايزيد بسطامي، ابوالحسن فرقاني، جنيد بغدادي، ابوبڪر شبلي، خواجہ عبدالله، معين الدين چشتي اجميري، خواجہ فريد الدين شڪر گنج، ابن العربي، مولانا جلال الدين رومي، حافظ شيرازي، قلندر شهباز سيوستاني، ابو علي شرف قلندر، فخر الدين عراقي، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سائين جي ڪلام جي تشريح ڪئي وئي آهي.

## 22. تقويت القلوب في تذڪرتہ المحبوب:

فقير قادر بخش بيدل جو هي فارسي نثر جو ڪتاب آهي. جنهن ۾ پاڻ علم ۽ عرفان جو هڪ وڏو ذخيرو پيش ڪيو اٿائون. هن تصنيف ۾ پڻ قرآن شريف جي آيتن، حديث مبارڪن، بزرگن جي ڪلام ۽ اقوالن کي سهيڙيو ويو آهي. جن جي بيدل سائين عالمانہ ۽ عارفانہ انداز ۾ شرح ڪئي آهي. هي ڪتاب 1266هہ ۾ تصنيف ٿيو ۽ ان کي بہ قاضي پير محمد نقل ڪيو جنهن تان فقير غلام علي مسرور نقل ڪيو. تمهيد کان پوءِ مولانا رومي صاحب جي مثنويءَ جي شعرن کي پيش ڪري ان جي شرح ڪئي وئي آهي. اڳتي هلي قرآن شريف جون آيتون، احاديث شريف ۽ مختلف حڪايتون بہ بيان ڪيون ويون آهن. جن بزرگن جو ڪلام ڏنو ويو آهي انهن ۾ حافظ شيرازي، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، غوث پاڪ، منصور حلاج، مير جان الله شاهہ اول، مولانا عبدالرحمٰن جامي، مولانا رومي شامل آهن جن جي ڪلام کي حديث مبارڪ ۽ حڪايتن جي روشنيءَ ۾ روشناس ڪرايو ويو آهي.(135)

## 23. في بطن احاديث:

هن تصنيف ۾ فقير قادر بخش بيدل ڇهن حديثن مبارڪن جي معنيٰ ۽ تشريح ڪئي آهي جنهن کي قاضي پير محمد 5 رجب 1280هہ ۾ لکيو جنهن تان فقير غلام علي مسرور پڻ نقل ڪيو جيڪو نسخو راقم الحروف وٽ پڻ موجود آهي.(136)

## 24. قرت العينين في مناقب السبطين:

هن تصنيف ۾ فقير قادر بخش بيدل ڪربلا جي واقعي متعلق حُسين واعظ ڪاشفيءَ جي ڪتاب ”روضتہ الشهداء“ جي چونڊ ڪئي آهي هن ڪتاب ڪي پڻ قاضي پير محمد 1280هہ ۾ لکيو جنهن تان هين ڪاتبن پڻ نقل ڪيو. هن ڪتاب ڪي محترم نوشاد علي جعفري صاحب وڏي محنت ۽ محبت سان سهيڙيو آهي ساڳي وقت ان جو سنڌي ترجمو بہ ڪيو آهي جنهن کي هن سال ئي 2011ع ۾ موج وحدت پبليڪيشن روهڙي پاران شايع ڪيو ويو آهي.(137)

## 25. انشاء قادري:

انشاء پردازي جو ڪتاب آهي، جنهن جو ذڪر پير حسام الدين راشدي، گدومل هرجاڻيءَ ۽ مرحوم عبدالحسين شاهہ موسوي پڻ ڪيو آهي. راشدي صاحب صرف ايترو لکيو آهي تہ هن ۾ فارسي زبان جا ڏهہ رقعا آهن جن کي ڪابہ تاريخ لکيل نہ آهي.(138) گدومل هرجاڻي لکي ٿو تہ هيءُ ڪتاب چئن پنن ۾ جزن جو انشاء نموني تي لکيل پارسي ۾ آهي. هن ۾ سڀ قسم جا القاب، آداب ۽ خاتمہ لکي پوءِ ڏهہ رقعا لکيا اٿس. گدومل هرجاڻي اهڙو هڪڙو القاب ۽ ان جي وضاحت پيش ڪئي آهي(139) جڏهن تہ مرحوم موسوي صاحب پڻ هن ڪتاب جو شروعاتي حصو نقل ڪيو آهي.(140)

## 26. تاريخ سنڌ:

هن ڪتاب جو ذڪر سڀ کان پهريان مرحوم سبحان بخش قريشي پنهنجي تاليف پنج گنج ۾ ڪيو آهي لکي ٿو تہ هي فارسي نثر ۾ آهي. گهڻو ڪري اُهي تاريخي ٽڪرا لکيا ويا آهن جن ۾ هين ملڪن جي بزرگان دين جي سنڌ ملڪ ۾ رهائش اختيار ڪرڻ بابت ذڪر آهي.(141)

## 27. خطبات:

مرحوم راشدي صاحب موجب هن ۾ جمعي جا 3 — 4 خطبا آهن(142) مرحوم موسوي صاحب لکي ٿو تہ هن ۾ ٽي خطبا آهن گرچہ آهن عربيءَ ۾ پر منجهن فارسي بيت چڱي انداز ۾ آندل آهن ۽ پنهنجي رنگ ڍنگ ۾ لکيل آهن(143) مرحوم سبحان بخش چوي ٿو تہ هي چار خطبا شايد جمعي ۾ پڙهندا هوندا جو فارسيءَ ۾ لکيا اٿن(144) جڏهن تہ بيدل سائينءَ جا اهڙا 8 خطبا آهن جيڪي جمعي تي پڙهندا ها اهي خطبا سندس فرزند فقير محمد بيکس 1294هہ ۾ نقل پڻ ڪيا آهن. جن جي قلمي نسخي جي ڪاپي راقم الحروف

وٽ پڻ موجود آهي. بيڪس سائين پهرين خطبي جو عنوان ”خطبتہ الجمعته المثنوي المعنوي“ لکيو آهي. ان کان پوءِ خطبو ثاني، خطبو ثالث، خطبو اربعہ لکيو اٿائين اڳتي خطبو پنجون ۽ ڇهون ستون، انهن پڻ نقل ڪيو اٿائين آخر ۾ انهن خطبي جو عنوان ”خطبتہ الجمعتہ في الوحدت“ آهي. اهڙي طرح هي 33 صفحن جو ڪتاب ٿي وڃي ٿو. (145)

## 28. عقائد:

عقائد جي عنوان سان بيدل سائينءَ جو هڪ فارسي نظم آهي جنهن جا ڪُل 13 شعر آهن ۽ هڪ فارسي فرد اٿس. جڏهن تہ عربي ۽ فارسي نثر ۾ پڻ بيدل سائين پنهنجا عقائد بيان ڪيا آهن. فقير محمد محسن بيڪس پڻ هنن عقائد کي 1294هہ ۾ نقل ڪيو آهي جنهن جي ڪاپي راقم الحروف وٽ موجود آهي. فارسي نظم وارو حصو مرحوم عبدالحسين شاهہ موسوي پنهنجي تاليف ديوان بيدل ۾ پڻ ڏنو آهي.(146)

## 29. لغت ميزان طب:

هن ۾ ”ميزان طب“ ڪتاب جي لغت يعني ڏکين لفظن جي معنيٰ لکي وئي آهي. گدومل هرجاڻي مرحوم قاضي غلام مهدي جي حوالي سان لکي ٿو تہ جڏهن هو بيدل سائين وٽ ميزان طب پڙهندو هو ان جي لغت بيدل سائين لکي ڏني.(147)

## 30. وصيت نامو:

مرحوم عبدالحسين شاهہ موسوي لکيو آهي تہ هڪ شخص امام بخش نامي چرچي ۾ چئي ويٺو تہ مون ايمان وڪيو جنهن تي ماڻهن ۾ تاءُ پيدا ٿيو گرچہ هن پڇتايو ۽ توبهہ ڪئي تڏهن بہ ماڻهن هن سان ڪاٺ پيئڻ بند ڪري ڇڏيو جنهن تي فقير صاحب (بيدل) هن جي امداد ۾ هڪ فتويٰ جاري ڪئي. مرحوم سبحان بخش هن وصيت نامي جو بيدل سائين جي خطبن سان گڏ ذڪر ڪيو آهي.(148)

## 31. وحدت نامہ (فارسي):

گدومل هرجاڻي بيدل سائين جي سنڌي وحدت نامي سان گڏ سنڌس فارسي وحدت نامي جو بہ ذڪر ڪيو آهي، جڏهن تہ حسام الدين راشدي وحدت نامہ جي سري هيٺ اهڙي ڪتاب جو ذڪر ڪيو آهي جيڪو قاضي پير محمد مرتب ڪيو هو. ان متعلق لکي ٿو تہ هي قاضي پير محمد بيدل جي

تصنيفن جو انتخاب ڪيو آهي ۽ ديباچي ۾ قاضي صاحب لکيو آهي تہ وحدت الوجود جي سلسلي ۾ جيڪي غزل مصباح الطريقت ۾ فقير صاحب ڇپيا آهن تن سڀني کي پنهنجي مطالعي لاءِ گڏ ڪيان ٿو. (149)

### 32. مخمسات:

مرحوم حسام الدين راشدي ۽ مولانا دين محمد وفائي بيدل سائين جي فارسي مخمسات جو الڳ ڪتاب طور ذڪر ڪيو آهي. راشدي صاحب موجب 24 صفحن جو آهي جنهن ۾ مخمسات سان گڏ فارسي غزل بہ آهن.(150) بيدل سائين جي فرزند فقير محمد محسن بيڪس پڻ بيدل سائين جي فارسي مخمسات کي 1294هہ ۾ نقل ڪيو آهي جن جي وچ وچ ۾ فارسي غزل ۽ قصيده بہ آهن. بيڪس سائين جو نقل ڪيل پهريون مخمس هن طرح شروع ٿئي ٿو:

ايدل از روز ازل آ شفتہ بروئي شما
جان بہ پيچ و تاب زان شبرنگ گيسو ئي شما(151)

### 33. متفرق فارسي ڪلام:

فقير قادر بخش بيدل جو هڪ اهڙو متفرق فارسي ڪلام بہ آهي جيڪو ڪنهن بہ اڳ ذڪر ڪيل ديوان يا مثنويءَ ۾ شامل ناهي. بيدل سائينءَ جي اهڙي متفرق ڪلام جو ذڪر پير حسام الدين راشدي پڻ ڪيو آهي فقير محمد محسن بيڪس پڻ بيدل سائينءَ جو متفرق فارسي ڪلام نقل ڪيو آهي. جنهن ۾ قصيده، مرثيا، غزل، فرد شامل آهن.(152)

### 34. صراط السالڪين:

مرحوم عبدالحسين شاه موسوي بيدل سائينءَ جي هڪ قلمي ڪتاب صراط السالڪين جو مبهم ذڪر ڪيو آهي پر ان جو ڪوبہ ڏس پتو ڪونہ ڏنو اٿائين.(153)

# مجازي مام

فقير قادر بخش بيدل جي صحبتي فقيرن، مريدن ۽ طالبن جو انگ تمام گھڻو هيو، جن ۾ مسلمانن سان گڏ هندو پڻ شامل هئا. فقير بيدل جا ڪافي طالب ۽ مريد اڳتي هلي پاڻ بہ وڏا شاعر ۽ عالم بڻيا، پر هتي اسين انهن ٽن شخصيتن جو ذڪر ڪنداسون، جن کي فقير بيدل جي حوالي سان وڏي اهميت حاصل ٿي. اهي آهن: ڪرمچند، غلام محمد ۽ قاضي پير محمد. چاڪاڻ تہ انهن فقيرن کي فقير بيدل جي مجازي محبوب هئڻ جو درجو پڻ حاصل آهي. صوفين جي نزديڪ حقيقي عشق جي منزل حاصل ڪرڻ لاءِ مجازي عشق جو ڏاڪو پار ڪرڻ ضروري آهي. اهڙي طرح اسان جو بيدل سائين بہ اهڙي مجاز ۾ يگانو ۽ نرالو ۽ عشق جو اوتار بڻيو. مٿي ذڪر ڪيل فقير بيدل جا صحبتي فقير پنهنجي پنهنجي جاءِ تي پاڻ بہ وڏي ڪمال جي شخصيت جا مالڪ هئا، پر هن ڪان اڳ انهن جي شخصيت جي ٻين پهلوئن کي نظرانداز ڪيو ويو آهي. فقير بيدل جي صحبتي فقيرن منجهان خاص طور تي فقير غلام محمد ۽ قاضي پير محمد کي وڏو مان ۽ مرتبو حاصل آهي، هو پنهنجي وقت جي اهم صوفي سرواڻ فقير بيدل جا نہ صرف مريد هئا، پر سندس فڪر ۽ سلسلي جا اهم سپاهي پڻ هئا، پر فقير بيدل جيئن تہ هڪ سچو صوفي ۽ پير پرستيءَ جي خلاف هو، تنهن ڪري هن جو پنهنجي پيارن طالبن ۽ مريدن سان سلوڪ هڪ محبتي دوست ۽ ساٿي جهڙو هيو. اهو فقير بيدل جي حسن سلوڪ، اخلاق، انوکي فڪر ۽ پُر اثر شخصيت جو ئي اثر هو، جو اهي شخصيتون ڇڪجي سندس حلقي ۾ شامل ٿيون ۽ پنهنجي سموري حياتي فقير بيدل جي شخصيت ۽ فڪر کي اَرپي ڇڏيائون، هتي فقير بيدل جي انهن اهم صحبتي فقيرن ۽ محبوب دوستن جو احوال پيش ڪجي ٿو.

## ڪرمچند

فقير قادر بخش بيدل پنهنجي تعليم تربيت ۽ سير سياحت کان پوءِ عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهيو. تان جو سندس هڪ نوجوان ڪرمچند سان نينهن جو ناتو جڙي ويو. ڪرمچند بجاج روهڙيءَ ۾ رهندڙ بيدل جي جوانيءَ واري دور جو دوست هو. مرحوم سبحان بخش قريشي، فقير بيدل ۽ ڪرمچند جي دوستيءَ جو سن 1248هجري ڄاڻايو آهي(154) بيدل جي سمورين سوانح عمرين ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ انهيءَ زماني ۾ ڪرمچند جو بکر ۾ انگريزن جي

چانوٽيءَ لڳ دوڪان هيو فقير بيدل ڪرمچند جي سڪ ۽ محبت ۾ روزانو روهڙيءَ کان بکر ويندو هو ۽ شام جو واپس موٽندو هو. تاريخ جا ورق اٿلائڻ سان اسان کي انگريزن جو بکر تي قبضي ڪرڻ ۽ ان ۾ فوجي چانوٽي ٺاهڻ جو سن 1838ع مطابق 1254هجري معلوم ٿئي ٿو. برک مورخ مولائي شيدائي لکي ٿو ته "وائسراءِ لارڊ آڪليند ڪابل سان جنگ ڪرڻ جو ارادو ڪيو، تنهن ڪري بولان جو رستو صاف ڪرڻ کان اڳ وائسراءِ اليگزينڊر برنس کي 8 شوال 1254هه ۾ مير رستم ڏانهن مُڪو جنهن سنگينن جي زورتي بکر جو قلعو هٿ ڪيو. بکر ۾ فوجي چانوٽي ٻڌجڻ ڪري سکر پراڻي ۽ روهڙي جي هندن مناري معصوم هيٺيان فريئر روڊ جي منهن وٽ ننڍين جهوپڙين ۾ سيدي سامان جا دوڪان کوليا." (155) ڪرمچند ٻه انهن ئي ڏينهن ۾ يا سال ٻن کان پوءِ يعني (56-1255هه ۾) چانوٽي لڳ دوڪان کوليو هوندو. ان وقت فقير بيدل جي عمر 24 سال ٿئي ٿي. جڏهن ته ڪرمچند سندس هم عمر يا ڪٽي ٻه ٽي سال ننڍيو هوندو. ڇاڪاڻ ته هو ايتري عمر تائين رسيل هوجو هو اڪيلي سر دڪان هلائيندو هو ۽ هن کي دوڪان، ڪاروبار ڪرڻ لاءِ روزانو روهڙيءَ کان بکر پيادل اچڻو وڃڻو پوندو هو. فقير بيدل جو ڪرمچند سان مجاز وارن ڏينهن جو هڪ واقعو پڻ ڇاڻايو ويو آهي. موسوي عبدالحسين شاهه لکي ٿو ته: انهن ڏينهن ۾ صديق فقير (ضلعو ٿرپارڪر وارو) اچي ميان سوال شاهه جي اوطاق ۾ لٿو. صديق فقير جي تشريف آوريءَ جو ٻڌي بيدل فقير ٻه آيو، صديق فقير ڪيس آجيان ڪئي ۽ چيائين ته "اچو، هندو فقير" بعد ۾ بيدل فقير کان جڏهن پڇيو ويو ته توهان کي هندو ڪري ڇو سڏيائون؟ پاڻ جواب ڏنائون ته "مون هڪ هندو ڪرمچند ۾ فنا ڪاڏي آهي، تڏهن هندو ڪري سڏيو اٿن." (156) ٻئي هنڌ آيو آهي ته صوفي صديق فقير عمر جي آخري حصي يعني پيرسنيءَ ۾ روهڙي آيو هو.(157) صديق فقير وصال کان پنج ڇهه سال پهريان روهڙي آيو هوندو ته اهو سن 1259هجري بيهي ٿو. مرحوم سبحان بخش قريشيءَ، ڪرمچند جوفقير بيدل سان مجاز جو عرصو ٽي سال ڇاڻايو آهي.(158) موسوي عبدالحسين شاهه لکيو آهي ته فقير بيدل ڪرمچند کان منهن مَٽي وڃي روهڙيءَ پنهنجي دڪان تي ويٺو(159). ان ڳالهه مان فقير بيدل جي ڪرمچند سان ناراضگي معلوم ٿئي ٿي. هڪ اهم روايت اها ٻه آهي ته فقيربيدل ڪرمچند جي بکر ۾ انگريزن جي چانوٽي لڳ دڪان کولڻ تي سخت ناراضگيءَ جو اظهار ڪندوهو. فقير بيدل جيئن ته هڪ وطن دوست صوفي ۽ وحدت الوجودي هو، تنهن ڪري فطري

طور تي هو ڏارين فاتحن کان نفرت ڪندو هو. گمان آهي تہ پوءِ هن ڪرمچند کي دڪان بند ڪرڻ جو زور رکيو ڪرمچند سندس اهو چيو نہ مڃيو جو فقير بيدل جلد ئي ساڻس منهن مٿي آيو. ڪرمچند جي ديهانت جي تاريخ ڪٿي بہ ڇاڻائي نہ وئي آهي البت گدومل هرجاڻي لکيو آهي تہ ”اهو ساڳيو ڪرمچند، بيدل فقير وٽ عمر جي آخري وقت تائين ايندو ويندو هو“(160) ان مان خبر پوي ٿي تہ ڪرمچند بيدل سائين جي حياتيءَ ۾ ئي ديهانت ڪري ويو هيو.

## غلام محمد فقير

فقير قادر بخش بيدل جي صحبتي فقيرن ۾ غلام محمد کي اهم حيثيت حاصل آهي. غلام محمد فقير بيدل جو قرب ۽ فيض حاصل ڪري وڏي مرتبي تي پهتو، سندس مرتبي ۽ منزل جي خبر بيدل فقير جي فرزند فقير بيڪس جي هن شعرمان چڱي ريت پوي ٿي.

”بَہ محبوب غلام محمد فقير مرغ لاهوتي“ (فقير غلام محمد لاهوت لامڪان تائين اڏامندڙ پکيئڙو هو.)

غلام محمد ذات جو داروگر مغل، شڪارپور جو رهندڙ هو، سندس مائٽ اتي درزڪو ڌنڌو ڪندا هئا. فقير بيدل جڏهن ڪرمچند کان منهن مٿي روهڙيءَ ۾ پنهنجي دڪان تي ويٺو، تن ڏينهن ذوالحج مهيني ۾ وار مبارڪ جي ساليانی زيارت لاءِ غلام محمد پنهنجن مائٽن سان گڏجي روهڙيءَ آيو، تان جو بيدل فقير جي ساڻس نظر فيض ٿي بيدل جي شخصيت غلام محمد تي ايترو اثر ڪيو، جو هو شڪارپور کان بنا مائٽن کي ٻڌائڻ جي بيدل سائين سان ملڻ روهڙي ايندو هو آخر جڏهن مائٽن غلام محمد کي روهڙي وڃڻ کان روڪي ويهاريو، تڏهن فقير بيدل پاڻ شڪارپور وڃي غلام محمد کي پاڻ سان وٺي آيو. غلام محمد سموري حياتي وٽس گذاري. غلام محمد فقير، بيدل کان پورو پورو فيض حاصل ڪيو ۽ تمام گهڻي نياز ۽ نوڙت ۾ رهيو. هن بيدل سائين کان سندس دڪان بند ڪرايو ۽ پاڻ درزڪو ڌنڌو ڪري جيڪو ڪمائيندو هو سو بيدل فقير جي خدمت ۾ حاضر ڪندو هو(161) قاضي پير محمد، جنهن جو ذڪر اڳتي ايندو، ان جو بيدل سائين وٽ اچڻ وڃڻ بہ غلام محمد جي معرفت ٿيو، ڇوتہ غلام محمد جو قاضي پير محمد سان ويجهڙائيءَ وارو رستو هو. موسوي صاحب لکيو آهي تہ هڪ ڏينهن غلام محمد فقير، بيدل کي عرض ڪيو تہ هڪ تہ بندي کي پنهنجي پيراندي کان جاءِ ڏيندا ۽ ٻيو تہ جنهن قرب جي نظر سان مونکي (غلام محمد کي) ڏسندا آهيو، تنهن سان ئي قاضي پير محمد کي ڏسندا (162) غلام محمد فقير

1261هجريءَ ۾ وفات ڪئي ۽ ڪيس اهڙي هنڌ دفن ڪيو ويو جو هينئر سندس تربت فقير بيدل جي بلڪل پيراندي کان آهي. حيرت جهڙي ڳالهه آهي، جو سنڌ جو برک مؤرخ مرحوم حسام الدين شاهه راشدي 1933ع ۽ 1935ع ۾ ڇپيل پنهنجن مضمونن ۾ غلام محمد جي مزار شڪارپور ۾ ڄاڻائي آهي. هڪ هنڌ لکي ٿو ته ”غلام محمد اڳي ئي مري نه وڃي ها ته بيدل سائين جي مزار به جيڪر اڄ شڪارپور ۾ هجي ها، مگر قدرت کي اهو منظور نه هو، جنهن ڪري غلام محمد جي فوت ٿيڻ بعد سن 1265هه ۾ بيدل سائين وري اچي پنهنجو قتل گهر آباد ڪيو.“(163) ٻئي هنڌ لکي ٿو ته ”يار ڪان پوءِ پلا شڪارپور جي شهر ۾ رهي چا ڪندو. تاهم به ٽي سال دوست جي تربت تي گهاريائين ۽ نيٺ اچي پنهنجا اصلوڪا ماڳ روهڙيءَ ۾ وسايائين.“(164). راشدي صاحب شايد اڻڄاڻائيءَ کان اهو بيان لکيو آهي نه ته هو شڪارپور جو اهو ماڳ ضرور ڄاڻائي ها، جتي غلام محمد جي مزار آهي. اڳتي هلي مرحوم عبدالحسين شاهه موسوي ۽ مرحوم سبحان بخش قريشي پنهنجن تذڪرن ۾ غلام محمد فقير جو تفصيلي احوال ڏنو آهي ۽ سندس مزار جي نشاندهي فقير بيدل جي مزار جي پيرانديءَ کان ڪئي آهي. غلام محمد فقير جي مزار اڄ به روهڙيءَ ۾ فقير بيدل سائين جي پيرانديءَ کان پنهنجي اصل شڪل ۾ موجود آهي، البته ان تي ڪوبه ڪتبو وغيره لڳل نه آهي. موسوي عبدالحسين شاهه، غلام محمد جي وفات وقت عمر 40-45 سال ڄاڻائي آهي.(165) هينئر جيڪڏهن غلام محمد فقير جي عمر وفات وقت (1261هه ۾) 40 سال به ڪٿي مقرر ڪجي ته پوءِ غلام محمد جي ڄمڻ جو سن 1221هه بيهي ٿو، ان لحاظ کان غلام محمد فقير، بيدل سائين کان عمر ۾ پورا 10 سال وڏو معلوم ٿئي ٿو ۽ جڏهن فقير بيدل سائينءَ وٽ غلام محمد جو اچڻ ٿئي ٿو، تڏهن فقير بيدل جي عمر 28 سال ۽ غلام محمد جي عمر 38 سال بيهي ٿي. موسوي صاحب لکيو آهي ته فقير غلام محمد، فقير بيدل وٽ سانده 20 — 25 سال رهيو.(166) جيڪو پڻ صحيح ثابت نه ٿو ٿئي، خود موسوي صاحب جي لکڻ مطابق جيڪڏهن فقيربيدل ڪرمچند کان منهن مٽائي غلام محمد سان سڪ پريت جو سلسلو وڌايو هو ته پوءِ ان جو سن اٽڪل 1257هه بڻجي ٿو، ان لحاظ کان ڏسبو ته پوءِ غلام محمد پنهنجي وفات تائين، بيدل فقير جي صحبت ۾ صرف 5 سال رهيو. فقير غلام محمد جي وفات فقير بيدل تي وڏو اثر ڪيو ۽ ڪيس فقير غلام محمد جي وڇوڙي وڏو

صدمو رسايو. آخر قلب کي قرار ڏيڻ لاءِ فقير بيدل هڪ ڀيرو وري سير سياحت اختيار ڪئي ۽ درويشن جي درگاهن تي حاضري ڏيئي ۽ سالڪن سان صحبت ۾ رهي، اٽڪل ڇئن سالن کانپوءِ 1265هه ۾ روهڙي واپس آيا. فقير بيدل سائين، غلام محمد جي وفات تي ڏاڍيون رباعيون چيون آهن، حسام الدين شاهه راشدي، بيدل جي انهن رباعين کي فقير غلام محمد جي وڇوڙي جي غم ۽ گرئي ۾ سندس مرثيه خواني سڏيو آهي. هتي فقير بيدل جا غلام محمد جي وفات تي چيل اِهي شعرءِ رباعيون پيش ڪجن ٿيون، جن مان غلام محمد فقير جي شخصيت ۽ سندس بيدل فقير سان روحاني تعلق جي خبر پوي ٿي.

(1) رفت اج جهان غلام محمد مراگذاشت
مرهون بہ حسرت بہ تاسف اسير هم
پُر سيد دل چو سال وفاتش ز فکر پاک
سالک نظر بگفت مصفا ضمير هم.
(1261 هجري).

(2) چون غلام محمد از عالم
بہ نهانخانہ بي نشان بہ نهفت
غنچہ تنگ صفات کرد قبا
گل جا نش بہ باغ ذات شگفت
سال فوتش از وَ بپر سيدم
نوگل روصئہ جنانم گفت
(1261هجري)

(3) چون شد غلام محمد رحيل زين عالم
بماند بردل محزون داغ درد و بلا
سوال کردم تاريخ فوتش از هاتف
ندا رسيد بناگہ چراغ بزم بها
(1261هجري)

(4) آن مخلص غلام محمد چون زين جهان
با جان شتافتہ بہ سُوي ملک سرمدي
کردم سوال سال و صالش ز عقل گفت
جاويد حاضري بہ جناب محمدي.

(5) چون مونسم غلام محمد وداع کرد
زين عالمي بماند بہ دل داغ و درد و غم
پر سيدم ازدل غمزده سال رحلتش
دل دردمند گفت کہ غمگين مانده ام.
(1261هہ)

(6) آن مخلص يگانہ کہ خوش بود صحبتش
رفت از جهان بماند دل داغ حسرتش.
مقبول حق غلام محمد کہ دور زد
خون شد دلم ز سوز غم و درد فرقتش
يا رب دوام باد بحق حبيب تو
فيضان ابر رحمت برخاک تربتش
جانش مدام غرق بہ بحر وصال دار
شادان نما بہ هويت نور وحدتش
شب چهار شنبہ نوز دهم آخرين جماد
رستہ ز قيد هستي تاريخ رحلتش.
(1261 هہ)

(7) رفت از جهان غلام محمد مراگذاشت
مرهون بہ حسرت و بتاسف اسيرهم
پر سيد دل چو سال وفا تش زفکر پاک
سالک نظر بہ گفت مصفا ضمير هم.
(1261 هہ) (1261هہ)

فقير بيدل سائين جي انهن رباعين ۾ غلام محمد فقير جي شخصيت ۽ مرتبي جي خبر پوي ٿي. انهن ڪانسواءِ فقير بيدل، غلام محمد فقير جي وفات تي ٻيا بہ ڪي الوداعي نظم ۽ نوحا لکيا آهن.

# فقير قاضي پير محمد

فقير قادر بخش بيدل جي صحبتي فقيرن ۽ مجازي محبوبن ۾ قاضي پير محمد کي سيني کان وڌيڪ اهميت ۽ حيثيت حاصل آهي. قاضي پير محمد، فقير بيدل جي صحبتي فقير ۽ محبوب دوست سان گڏوگڏ پاڻ به ڪمال شخصيت جو مالڪ هو. قاضي پير محمد روهڙي جي ننڍن قاضين جو چشم و چراغ هو، جن کي خالدي قاضي به چيو ويچي ٿو، ڇاڪاڻ ته سندن سلسلو اڳتي هلي خالد بن وليد سان ملي ٿو. خالدي قاضين جو وڏو جيڪو روهڙيءَ ۾ آيو، اهو هيو مفتي جيوند روحاني(167). موسوي عبدالحسين شاهه لکيو آهي ته قاضي پير محمد جو وڏو ڏاڏو قاضي مخلوم مفتي جيوند، شيخ صالح شاميءَ سان گڏ دهليءَ کان روهڙيءَآيو(168). مولانا عبدالوهاب چاچڙ خيال ظاهر ڪيو آهي ته مُلا مفتي جيوند، اڪبر يا جهانگير جي دور ۾ سنڌ ڏانهن آيو. مولانا چاچڙ صاحب وڌيڪ ڄاڻايو آهي ته روهڙي جي ننڍن قاضين (خالدي قاضين) ۾ قضا جو سلسلو مخدوم جيوند کان شروع ٿيو. انهيءَ کان پوءِ سندس پُٽ موسيٰ مفتي پوءِ ان جو پٽ جان محمد قاضي ٿيو. جنهن بعد قاضي جان محمد جو ٻيو نمبر پٽ مُلا عمر عالم سگورو ۽ محتسب مقرر ٿيو.(169) فقير بيدل جو محبوب دوست قاضي پير محمد، محتسب ۽ عالم قاضي مُلا عمر جي پنجين پيڙهيءَ ۾ اچي ٿو. قاضي پير محمد جي والد جو نالو قاضي گل محمد ۽ ڏاڏي جو نالو قاضي فيض الله هو. قاضي پير محمد جي ڏاڏي جو پاءُ قاضي محمد عالم، وقت جو محتسب هو. پاڻ عالم هجڻ سان گڏوگڏ شاعر به هو ۽ سندس تخلص خاڪي هو. خبر پئي ته قاضي پير محمد جو تعلق به روهڙيءَ جي هڪ علمي خاندان سان هو. مرحوم سبحان بخش قريشي لکيو آهي ته قاضي پير محمد روهڙي شهر جو هڪ حسين و جميل شادي شده نوجوان ۽ شريف گهراڻي جو فرد هئو".(170) فقير بيدل، غلام محمد جي وفات کان پوءِ سنڌ جي مختلف شهرن جي سير سياحت کان پوءِ جڏهن 1265هجريءَ ۾ واپس روهڙي آيو، تڏهن هن قاضي پير محمد سان نينهن جو ناتو جوڙيو. حسام الدين شاهه راشدي لکيو آهي ته "روهڙي واپس اچڻ کان پوءِ ظاهري گهر ته آباد ٿيس، مگر باطني ديرو ته اڃان تائين ويران هئس. دل ڏيئي بيدل ٿيو هو، سو نهايت پريشان گذارڻ لڳو، نيٺ روهڙيءَ جي قاضي پير محمد صاحب تي ڪٽي پرت جا پلاند وڌائين".(171) ان وقت فقير بيدل جي عمر 34 سال ۽ قاضي پير محمد جي عمر 20 سال هئي گلومل هرجاڻيءَ لکيو آهي ته "بيدل پنهنجي اوطاق ڇڏي قاضي پير محمد جي گهر

پرسان جاءِ تي مسواڙ تي ويٺو."(172) قاضي پير محمد جو بيدل وٽ اچڻ وڃڻ
تہ فقير غلام محمد جي ڏينهن ۾ ئي رهندو هو، پر فقير غلام محمد جي وفات
بعد قاضي صاحب جو بيدل فقير سان نياز نوڙت جو رستو ويتر وڌي ويو.
قاضي پير محمد شروع شروع ۾ پنهنجي طبعيت اندر گهڻو بي پرواهہ ۽
سخت مزاج هو. پر جلد ئي فقير بيدل جي شخصيت ۽ علمي مرتبي کان متاثر
ٿي هن جي طالبن ۾ شامل ٿي ويو. مرحوم سبحان بخش قريشي لکيو آهي تہ
1263هہ ۾ قاضي پير محمد بہ بيدل صاحب کان ذڪر فڪر جي تلقين وٺي دم
جي ڏن ۾ لڳي ويو.(173) قاضي پير محمد جيئن تہ پاڻ بہ هڪ علمي خاندان
سان تعلق رکندو هو، تنهن ڪري فقير بيدل جهڙي برک عالم ۽ صوفي سان
رهندي ويتر ذهين بڻجي ويو. مرحوم سبحان بخش قريشي جي لکڻ موجب
قاضي پير محمد عربي ۽ فارسي جو ڄاڻو ۽ خوشخطيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ
هيو. اهوئي سبب آهي جو قاضي پير محمد، فقير بيدل جا اڪثر ڪتاب
پنهنجن هٿ اکرن ۾ نقل ڪيا. موسوي عبدالحسين شاهہ لکيو آهي تہ قاضي
پير محمد جو بيدل وٽ درجو اهڙو هيو، جهڙو حسام الدين چلپيءَ جو مولانا
روميءَ وٽ، جيئن حسام الدين چلپي، مولانا رومي جي واتان مثنويءَ جا بيت
ٻڌندو ۽ لکندو ويندو هو، تيئن قاضي پير محمد بہ فقير بيدل جو گهڻو ڪلام
لکيو.(174) قاضي پير محمد فقير بيدل جي تصنيفن ۾ ان جو مددگار ۽
ڪاتب رهيو. مرحوم سبحان بخش قريشي تہ ايترو بہ لکيو آهي تہ "قاضي
صاحب جي جدائي (وفات) کان پوءِ بيدل صاحب جن ڪوبہ ڪتاب نہ لکيو، پر
فراق جا ڪلام ۽ ڏوهيڙا چيا اٿس".(175) قاضي پير محمد هڪ طرف فقير
بيدل جي تصنيفن کي پنهنجن هٿن اکرن ۾ لکيو، ٻئي طرف هن پنهنجي
مطالعي لاءِ پڻ فقير بيدل جي ڪلام کي سهيڙيو. حسام الدين شاهہ راشدي
پنهنجي هڪ مضمون ۾ قاضي پير محمد جو مرتب ڪيل بيدل جي ڪلام
جي ان قلمي ڪتاب جو ذڪر ڪيو آهي، جنهن جو نالو "وحدت نامه" آهي.
راشدي صاحب لکيو آهي تہ هي قاضي پير محمد حضرت "بيدل" جي تصنيفن
جو انتخاب ڪيو آهي. ديباچي ۾ لکي ٿو تہ: "وحدت الوجود جي سلسلي ۾
جيڪي مصباح الطريقت ۾ فقير صاحب چيو آهي، تن سيني کي پنهنجي
مطالعي لاءِ گڏ ڪيو اٿم." ان کان سواءِ (بيدل) جي هيٺين ڪتابن جو ان ۾
خلاصو ڏنل آهي. 130 صفحا فارسي غزل، قطعا، فرد، رباعيون اڍائي صفحا
رياض الفقر مان ورتل، 7 صفحا رموز القادري مان اخذ ڪيل، ساڍا ڏهہ
صفحا رموز العارفين مان ڪڍيل، 10 صفحا نهرالجر مان ورتل، هندي غزل

14 صفحا، سنڌي ڪافيون 23 صفحا سي حرفي روپ جوڳ ۽ سي حرفي روپ بلاول"،(176) قاضي پير محمد جي ترتيب ڏنل انهيءَ ڪتاب مان خبر پوي ٿي تہ هو وحدت الوجودي فڪر سان تعلق رکندو هو ۽ ايترو تہ صوفي فڪر ۽ ان جي رمزن، اسرارن ۽ خيالن کان باخبر هو، جو هن فقير بيدل جي سيني تصنيفن جو نچوڙ قلمبند ڪيو. قاضي پير محمد جي علمي فضيلت ۽ ان جي سنڌي صوفيانہ شاعريءَ ڏانهن لاڙي هئڻ جو ثبوت ان ڳالهہ مان بہ ملي ٿو، جو محترم محمد فاضل شيخ پنهنجي هڪ ڪتاب ۾ نامياري شاعر علي گوهر شاهہ اصغر جي ڪلام جي هڪ اهڙي قلمي بياض جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪو قاضي پير محمد جي خاص مطالعي لاءِ لکيو ويو.(177) قاضي پير محمد فقير، بيدل سائينءَ جي حياتيءَ ۾ 17 جنوري 1829ع، 3 شوال سن 1285هجريءَ ۾ وفات ڪئي. فقير بيدل جي هڪ شعر مان سندس وفات وقت عمر 40 سال معلوم ٿئي ٿي. قاضي پير محمد جي تربت ريلوي لائين روهڙيءَ پرسان مشهور عالم مولوي عبدالحليم ڪنڊويءَ جي مزار لڳ آهي. قاضي پير محمد جي منزل ۽ مرتبي جي خبر فقير بيڪس جي هن شعر مان چڱي ريت پروڙي سگهجي ٿي.

"ڪہ قاضي پير محمد مست و مجذوب خمار عشق"

فقير بيدل کي فقير غلام محمد جيان قاضي پير محمد جي وڇوڙي پڻ تمام گهڻو صدمو رسايو ۽ جهوري وڌو. ڇوتہ قاضي صاحب سندس هڏ ڏوکي، مونس، غمخوار ۽ محبوب دوست سان گڏوگڏ وڏو طالب ۽ مريد هيو. فقير بيدل، قاضي پير محمد جي وفات تي بہ ڪافي مرثيہ خواني ڪئي آهي، هتي فقير بيدل جا قاضي پير محمد جي وصال تي چيل چند شعر پيش ڪجن ٿا، جن مان قاضي پير محمد جي فقيراڻي شخصيت ۽ مرتبي جي بہ خبر پوي ٿي، تہ ساڳئي وقت فقير بيدل جي ساڻس قرب ۽ تعلق جي بہ ڄاڻ ملي ٿي.

تاريخ وصال:

اخي و عضدي بمزلتہ الروحُ مِن جسدي

مقبول بارگاهہ صمدي مغفور مرحوم قاضي پير محمد غفر الله له

(1) سالڪ طريق پير محمد ڪہ در زمان
گو برده در سلوڪ طريقت ز سالڪان
با خاص و عام داشت ره خدمت و نياز
مي ديد نور جلوه همت اوست را عيان
بعد از بلوغ سير الي الله سر نمود

سال چهل جدا ازتن آمد بہ ملک جان
سیم (3) شوال درشب یک شنبه نیم شب
دست از نشان بہ شست در آن بحر بي نشان
وقت عروج طائر روحش فرشتہ گفت
پرواز کرده نیم شب سوئي آشیان

سال 1285 هہ

دیگر. تاریخ وفات درویش، محبت کیش، محو ذات احد مغفور مرحوم قاضي پیر محمد

(2) چون کہ قاضي پیر محمد با هدیٰ
کرد اندر عشق حق جان را فدا
دل زسال وصل او داده خبر
گفت بُد پروانہ شمع خدا

(سال 1285هہ)

دیگر. تاریخ وصال محبوب القلوب او صلہ الله الیٰ ما تیمناهہ

پیر محمد مظهر فیض الله
چون سُوي عالم بقا پیموده راهہ
هاتف از سال وصالش باز گفت
در جهان جان گفت آرام گاهہ.

(سال 1285 هجري)

# بيدل سائين جو اولاد

فقير قادر بخش بيدل ٻه شاديون ڪيون، پهرين گهر مان ڪيس هڪ نياڻي تولد ٿي ۽ ٻئي گهر مان ڪيس فرزند تولد ٿيا. موسوي صاحب موجب فقير بيدل کي تاريخن لکڻ جو بيحد شوق هو، جڏهن قاضي پير محمد جي ٽئني پٽن جي ڄمڻ جون تاريخون لکيون اٿس، تڏهن پنهنجن پٽن جون تاريخون ڇيون هونديون، پر تولد جون تاريخون فقير بيدل جي صرف ٻن پٽن جون مليون آهن.(178) جيڪي آهن، محمد محسن (ڄم 1275هه) ۽ محمد فريد (ڄم 1277هه) جي هتي ڏجن ٿيون.

تاريخ تولد برخوردار محمد محسن (1275هه)

بيست و ششم جمادالثاني زاد — محسن و مولدش مبارڪباد
پنج هفتاد يڪ هزار دوصد — بد ز هجري رسول شاه رشاد
حق تعاليٰ بحق حسنينش — از خوادث مصمون داراد.

تاريخ تولد برخوردار محمد فريد (1277هه)

شب آدينه بيست وسيم — از جماد اول فريد زاد
هفت، هفتاد يک هزار دوصد — بودڪين ابتهاج دست بداد
يارب از فتنه دار مامونش — به نبي وآله الا مجاد.

فقير بيدل جي ٽئين نمبر فرزند جو نالو، موسوي عبدالحسين شاه، ۽ حسام الدين شاه راشدي ”امام بخش“ ڄاڻايو آهي جڏهن ته مرحوم سبحان بخش قريشي ان جو نالو ”خدا بخش“ لکيو آهي.(179) فقير بيدل جي ٻن فرزندن ”محمد فريد“ ۽ ”امام بخش“ جي وفات تي پڻ اختلاف آهي. جهامنداس ياڻيا ۽ حسام الدين شاه راشدي مطابق، بيدل جو فرزند ”محمد فريد“ ڄمندي ئي فوت ٿي ويو ۽ ٻيو فرزند ”امام بخش“ ڇئن پنجن سالن جي عمر ۾ وفات ڪري ويو جڏهن ته مرحوم سبحان بخش قريشي اهو ڄاڻايو آهي ته فقير بيدل جو فرزند ”خدا بخش“ ننڍي هوندي ئي گذاري ويو ۽ ”محمد فريد“ ڇئن پنجن سالن جي عمر ۾ سن 1284هه ۾ وفات ڪري ويو. جنهن جي تربت درگاه بيدل جي ڏکڻ ۾ آهي.(180)

فقير بيدل پنهنجي وڏي فرزند تي پنهنجي والد صاحب جو نالو محمد محسن رکيو، جيڪو اڳتي هلي ”بيڪس“ تخلص سان سنڌي، سرائڪي، اردو فارسي ۽ عربي ٻولين جو ناميارو شاعر ۽ صوفي بڻيو. سنڌس شروعاتي تعليم فقير بيدل جي فڪري اسڪول ۾ ٿي. جنهن بعد ڪجهه

وقت بيدل جي سؤٹ فقير عبدالله جي مڪتب ۾ بہ پڙهيو. طريقت جو مرشد بہ والد فقير بيدل هوس. بيڪس مجازي محبت جو تہ هو پندار، پر راڳ وڏراڳ ۽ سماع ۾ هو پنهنجو مٹ پاڻ. حسام الدين شاهہ راشدي لکيو آهي تہ موج ايندي هيس تہ پاڻ بہ گهنگهرو پائي يڪتارو ڪٽي ڪن تي هٿ رکي ”الوميان“ ڪندو هو.(181) بيڪس جو ”ڪنئي“سان مجازي محبت جو پيوند هو، هري دلگير پنهنجي آتم ڪتا ۾ ٻڌايو آهي تہ: ”ٻتو هوم تہ چانڊوڪي رات ۾ درياهہ جي ڪناري تي بيڪس واريءَ تي ليٽي راڳ ڳائيندو هو ۽ ڪنيو ناچ نچندو هو.“(182) بيڪس سائين جي زندگيءَ وفا نہ ڪئي ۽ پاڻ پنهنجي والد بيدل جي وفات کان صرف 9 سال بعد 23 ورهين جي ڦوهہ جوانيءَ ۾ سن 1298هہ مطابق 1 آگسٽ 1881ع تي وصال ڪري ويو.

## فقير بيدل جو وصال

فقير قادر بخش بيدل 16 ذوالقعد 1289هہ مطابق 15 جنوري 1873ع ۾ وصال ڪري ويو. سندس جنازي نماز ۾ سندس مريدن، طالبن ۽ فقيرن تمام گهڻي تعداد ۾ شرڪت ڪئي، جن ۾ مسلمانن سان گڏ هندو پڻ شامل هئا. فقير بيدل کي اهڙي هند رکايو ويو، جتي پاڻ اڪثر وقت اچي مراقبو ڪري ويهندا هئا. فقير بيدل جي مزار تي هيٺيون ڪتبو لڳل آهي، جيڪو حسام الدين راشدي پنهنجي مضمون ۾ پڻ نقل ڪيو آهي.(183)

رحلت نمود: تاريخ وفات مرحوم فقير ميان قادر بخش
وا! دريغا ڪہ سالڪ ڪامل راند ناگہ زدار دنيا رخش
هاتفم گفت سال رحلتش بود ”طالب وحيد قادربخش“

سن 1289 هجري.

فقير بيدل جي مزار مٿان پهريان ڪچو ڪوٺو ٺهرايو ويو ۽ ٽن سالن بعد چوڪنڊيءَ نموني ڪشادي درگاهہ تيار ڪئي وئي. ان بعد 1298هہ ۾ فقير بيدل جي ساڄي پاسي فقير محمد محسن بيڪس ۽ 1301هہ ۾ فقير بيدل جي کاٻي پاسي فقير عبدالله کي دفنايو ويو. 1923ع ۾ ٽنهي مزارن مٿان ڪاشيءَ جو عجيب ڪٽهڙو ٺهي تيار ٿيو، 1945ع ۾ درگاهہ جي ٻيهر تعمير ٿي، جيڪا موجوده صورت ۾ آهي. 1963ع ۾ درگاهہ بيدل سان گڏ اُتر ۾ هڪ عاليشان مسجد پڻ تعمير ڪئي وئي.

# بيدل سائينءَ جي ڪلام جو مختصر جائزو

فقير قادر بخش بيدل جي باري ۾ اسان اهو اڳ ۾ بہ ٻڌائي چُڪا آهيون تہ سندن علمي ۽ روحاني شخصيت وڏي ڪمال جي درجي جي هئي جو پاڻ برک عالم، عارف، ۽ وحدت الوجودي مفڪر هئا، پر جا ڳالهہ ڪيس سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ ممتاز مقام ڏياري ٿي اهو آهي سندس اساسي ۽ عظيم شاعر هجڻ. بيدل سائين هڪ ئي وقت سنڌي، سرائيڪي، اردو، فارسي ۽ عربي ٻولين جو نہ صرف باڪمال شاعر هيو بلڪ انهن ٻولين ۾ پاڻ وڏيون علمي تصانيف پڻ لکيون جن جو تفصيلي اڀياس اسين تصنيف ۽ تاليف واري باب ۾ ڪري چُڪا آهيون. هن هيٺ اسين سندس سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام جو مختصر جائزو وٺنداسون.

بيدل سائينءَ جي هن رسالي ۾ سندس سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام شامل آهي جنهن ۾ ترتيبوار سنڌي بيت (وحدت نامو، فرائض صوفيہ ۽ متفرقا بيت) سنڌي ۽ سرائيڪي ڪافيون (سرود نامو) مرثيو، منقبت، سرائيڪي ڏوهيڙا ۽ سحرفيون شامل آهن. بيدل سائينءَ جو اهو ڪلام وحدت الوجودي فڪر، حسن ۽ عشق جي موضوع ۽ شاعري جي اعليٰ فن سان سرشار سنڌ جي اساسي ۽ عظيم شاعريءَ ۾ هڪ شاهڪار جي حيثيت رکي ٿو. جيتوڻيڪ بيدل سائينءَ کان اڳ سنڌ جي ڪلاسيڪل شعري تاريخ ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ سچل سرمست جهڙا عظيم شاعر پنهنجو وارو وڄائي چُڪا هئا ۽ بيدل سائين بہ انهن ئي بزرگن جي چڏيل فڪر ۽ فن ڪي زورائتي نموني اڳتي وڌايو تنهن هوندي بہ ڪافي حوالن سان بيدل سائين ان ڏس ۾ پنهنجو الڳ ٿلڳ مقام پيدا ڪيو، فني ۽ فڪري طور نئون ۽ نرالو انداز ظاهر ڪيو ۽ شاعريءَ جي فني گهاڙيٽن ۾ نوان تجربا پڻ ڪيا. اهو سڀ ڪجهہ ان ڪري ئي ممڪن ٿي سگهيو تہ بيدل سائين پنهنجي وقت ۾ گهڻو پڙهيل ڳڙهيل سُڃاڻ شاعر هيو ۽ سندس مطالعو تمام وسيع هيو.

## وحدت نامو

بيدل سائينءَ جي سنڌي شاعريءَ ۾ سندس سنڌي بيتن تي مشتمل "وحدت نامو" هڪ شاهڪار تخليق آهي. بيدل سائين کان اڳ "وحدت نامي"

جي ٿي عنوان سان سچل سائينءَ جو چيل هڪ سنڌي بيت ملي ٿو جيڪو الف اشباع سان آهي ۽ ان جون 76 مصراعون آهن. بيدل سائين جيئن ته سچل سائين جو گھڻو معتقد هو، تنهن ڪري شايد پاڻ سچل سائينءَ جي وحدت نامي ڪان متاثر ٿي هي بيت لکيا پر فرق اهو آهي ته سچل سائينءَ جو وحدت نامو مختصر ۽ هڪ وڏي بيت جي شڪل ۾ آهي جڏهن ته بيدل سائينءَ جي وحدت نامي ۾ پورا 149 بيت آهن ۽ انهن ۾ بيدل سائين وحدت الوجود ۽ "هم اوست" واري بيان کي تمام گھڻو تفصيل وار، سهڻي نموني ۽ سمجھائين جي انداز ۾ پيش ڪيو آهي. بيدل سائينءَ جي وحدت نامي متعلق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هڪ تقرير ۾ چيو ته جيڪو به سنڌ جي تصوف کي سمجھڻ چاهي ٿو ته اهو بيدل سائينءَ جو وحدت نامو پڙهي. ڊاڪٽر صاحب اهو به ٻڌايو آهي ته بيدل سائينءَ جي انهن بيتن جو نسخو جيڪو جھوڪ شريف وارن وٽ رکيل آهي ان تي مٿان لکيو اٿن "قانون چهء تصوف" يعني وحدت نامي جا اهي بيت تصوف جو قانون آهن.

بيدل سائين وٽ سنڌي بيت پنهنجو ڪافي ارتقائي سفر ڪري عروج تي نظر اچي ٿو جنهن "ڳاهه" ۽ "ڳنان" کان اڳتي وڃي قاضي قادن وٽ دوهي ۽ سورٺي جو گھاڙيٽو وٺي شاهه ڪريم وٽ "دوها سورٺا" جو گڏيل روپ ڌاري شاهه لطيف وٽ وڏيڪ وسعت اختيار ڪئي.

بيدل سائينءَ جي "وحدت نامي" جا سمورا بيت فني حوالي سان "دوها سورٺا" جي گڏيل گھاڙيٽي تي چيل آهن. جنهن جو پهريون بيت هن طرح آهي.

هستيءَ کي "هم اوست" ۾ ڪيو گم جنين
ڏنو ترت تنين، اکين شعاع شهود جو .

اهو بيت توڙي وحدت نامي جا سمورا بيت "دوها سورٺا" ڇند جا آهن يعني انهن جي پهرين مصرع/سٽ دوهي جي ۽ ٻئي مصرع/سٽ سورٺي جي آهي اهڙي قسم جو پهريون بيت شاهه ڪريم لکيو هيو.

پاڻياريءَ سر ڀڙو جر تي پکي جيئن
اسان سڄڻ تيئن دنيا ۾ ڪو ڏينهڙو.
(شاهه ڪريم)

بيدل سائينءَ جي وحدت نامي جا پهريان پنج بيت ٻن ٻن سٽن جا آهن جن ۾ "هستيءَ کي هم اوست" ۾ جي ورائتي سان پاڻ کي هم اوست يعني وحدت ۾ گم ڪرڻ ۽ فنا ڪرڻ جو ذڪر آهي ۽ اهو ٻڌايل آهي ته ان ڪرڻ سان

شهود جو شعاءُ، اثبات جو آڇوڙو ۽ آگم نروار ٿئي ٿو جئين منصور حلاج تي عيان ٿيو.

حالت جا حلاج جي سمورو آهي سوز
سدائين سوريءَ تي نيهن جو نوروز
رندي راز رموز ڪنهنکي سلن ڪينڪي

بيدل سائينءَ جي وحدت نامي جي خاص خوبي انهن بيتن جون خوبصورت وراڻيون آهن جيڪي پنجن پنجن بيتن کان پوءِ تبديل ٿين ٿيون. بيتن جي وراڻي ۽ انهن جو سلسليوار تڪرار بيتن ۾ فني طرح هڪ خوبصورت موسيقيت ۽ رواني پيدا ڪري ٿو ته ٻئي پاسي انهن وراڻين سان فڪري طرح بہ تصوف جي سبقن ۽ سمجهاڻين تي وڌيڪ زور اچي ٿو ۽ جيڪا ڳالهہ ٻُڌائي ۽ سمجهائي وڃي ٿي ان ڪي بيت جي اها وراڻي ۽ تڪرار اڳتي وٺي هلي ٿو. بيتن جي وراڻ ڪي ڳنڍڻ لاءِ بہ هڪ خوبصورت انداز قائم ڪيو ويو آهي تہ هلندڙ وراڻيءَ وارن بيتن جي آخري بيت جي آخري پد ڪي ٻين ايندڙ بيتن جي وراڻي طور متعارف ڪيو ويو آهي جيئن حالت جا حلاج جي وراڻيءَ جو آخري بيت آهي.

حالت جا حلاج جي ربوبيت راز
حقيقت مجاز ايڪائيءَ ۾ ايڪ ٿيا.

انهيءَ بيت جي آخي حصي/پد ايڪائيءَ ۾ ايڪ ٿيا کي ٻين ايندڙ بيتن جي وراڻي طور آندو ويو آهي.

ايڪائي ۾ ايڪ ٿي معنيٰ ۽ صورت
اڇي احديت دوائيءَ کي دور ڪيو

”دوها سورٺا“ چند جي انهن بيتن ۾ ٻن ٻن سٽن ۽ ٽن ٽن سٽن جا بيت بہ شامل آهن. جڏهن تہ هڪ بيت چئن سٽن جو بہ آهي.

جي تون پسين پاڻ کي جئين ڪئين پسڻ آءِ
تلويح ۽ توضيح جي تاتي ناهي جاءِ
اصولن جي عقل ۾ هي سر ڪين سماءِ
وصولن وٽاءِ سٽي سمجهہ ڳالهڙي.

بيدل سائين وحدت نامي جي بيتن ۾ صوفين جي سرواڻ منصور حلاج جي مستيءَ واري حالت ۽ ڪيفيت کي محمدي معراج سڏيو آهي جئين چوي ٿو.

حالت جا حلاج جي محمدي معراج
سالڪن سرتاج مستيءَ ڪون منصور ٿيو

وحدت نامي ۾ ايڪائي ۾ ايڪ ٿيڻ جي ڳالهہ ڪيل آهي اهڙي ايڪائي جنهن ۾ سڀ صفتون اصلي ۽ حقيقي ذات ۾ فنا ٿين ٿيون ۽ پوءِ حقيقي وجود ئي محيط بڻجي ٿو ۽ پوءِ سيئي لڳ لاڳاپا ۽ ناسوتي قيد زائل ٿي وڃن ٿا

ايڪائيءَ ۾ ايڪ ٿي سيائي صفات
دين ڪفر نابود ٿيو طئي ٿي طلسمات
دورڪري درجات مڙيائي محيط ٿيو.

وحدت نامي ۾ بيدل سائين وحدانيت ۽ توحيد جي وڏي مقام تي پهتل نظر اچي ٿو، جتي ڪثرت وحدت ۾ ائين گم ٿي وڃي ٿي جئين سج اُڀرڻ سان ستارا گم ٿي وڃن ٿا.

حقيقت ۾ هڪ ٿيو ڪفر ۽ ايمان
مظهرموليٰ پاڪ جي هندو مسلمان
تارا ڪيا تالان سورج سندي سوجهري.

وحدت نامي م بيدل سائين قرآن شريف جون آيتون، حديثون ۽ ڪي عربي قول بہ آندا آهن جن جا ڪجهہ مثال هتي ڏجن ٿا.

## قرآن شريف جو آيتون.

اونهي هن اسرار جي جنين پُر جهي مام
لاخوف عليهم ولاهم يحزنون آيام آرام
عارف ٿيا علام، بيخودي باب پڙهي.

اچي ٿيو اثبات ۾ ڪا پڙين قرار
هوالاول والآخر والظاهر والباطن سدا برهہ بهار
جاڏي ڪن نهار تاڏي وستي ويجهڙي

هوڪو هم اوست جو، سڄ ساڻ يقين
اينما تولو فثم وجه الله حق ريءَ آهي ڪين
فرق ڪفر ۽ دين بيشڪ بهانو اٿين.

## حديثون

پسي موج محمدي هاتڪ ٿيا حيران
من راني فقد راي الحق ساڳيو ئي سبحان
مڙيو ئي مهربانُ، صورت سڀ سمائيو

پسي موج محمدي، قطرو ٿيو قلزم
عرفت ربي بربي مستي ٿي محڪم
رکيو قرب قدم بيراڳن باهوت ۾.

## عربي قول

سدا ڪن سبحان جو ذڪر منجهارن ذوق
من اراد ان يجلس مع الله فيجلس مع اهل تصوف پڇ انهن جي جهوڪ
لڪي منجهان لوڪ، ڪا لنو لائج ان سين.

سٽايائون سنگ ڪي سندي راز رهاڻ
الفقر لا يحتاج الا الله ڪنهنجي ڪين نہ ڪاڻ
عبديت جي آڻ ڪين جهليا سي ڪاپڙي.

## فرائض صوفيہ

"وحدت نامي" ڪانپوءِ بيدل سائينءَ جا فرائض صوفيہ جي عنوان سان 23 بيت اچن ٿا جن جي عنوان مان ئي ظاهر اهي تہ انهن ۾ صوفين جي فرض ڪي بيان ڪيو ويو آهي. فرائض صوفيہ وارا بيت اصل ۾ وحدت نامي جو ئي تسلسل آهن جن ۾ وحدت نامي واري فڪر کي ئي اڳتي وڌايو ويو آهي. فني حوالي سان، فرائض صوفيا جي بيت بہ "دوها سورٺا" گهاڙيٽي تي چيل آهن ۽ اهي سمورا بيت ٽن ٽن سٽن جا آهن. پهريون بيت هن طرح آهي.

ڪوٺائين ٿو ڪلمہ گو ڪلمو پڙهڻ سڪ
فڪر جي ڦرهيءَ تي لاجو اکر لک
معنيٰ واري مک حرفن مون هٽ آڻ تون.

ڪوٺائين ٿو ڪلمہ گو وراڻي آهي جيڪا شروعاتي ستن بيتن جي منڍ ۾ آچي ٿي. بيدل سائين انهيءَ وراڻيءَ کي ڪمال سان هين بيتن سان اهڙي طرح ڳنڍيندو ويو آهي جو ان سان هڪ طرف فڪري تلسل قائم رهي ٿو تہ ٻئي طرف فني حوالي سان بہ خوبصورتي ۽ رواني پيدا ٿئي ٿي. ان طرح

ڪوئائين ٿو ڪلمہ گو سان گڏ پُرجهي ڪلمو پڙهہ، ڪل ڪلمي جي ڪول، لهم ڪلمي جي ڪل، گهر ڪلمي جي گهير، ڪلمو نيئي ڪماءِ ڪلمو پيهي پس واري ڳالهہ ۽ نصيحت جو ورجاءُ بيتن جي سمجهاڻيءَ ڪي زورائتي نموني ظاهر ڪري ٿو. ٻي طرف اوهان ڏسندوءَ تہ وراڻين ۾ حرف تجنيس جي فن ڪي بہ ڀرپور نموني پيش ڪيو ويو آهي.

فرائض صوفيہ جي ائين بيت کان وري نئين وراڻي "لاجو ڪنهون هٿ ڪري شروع ٿئي ٿي"

لا جو ڪنهون هٿ ڪري جنگ جسم سان جوڙ
نفيءَ واري نئن ۾ وڃي ٻيائي ٻوڙ
سالڪ سڳو سور نيهي اُتي نانهن جو.

اسان ڏسندا سون تہ بيدل سائينءَ جي هنن بيتن ۾ فني حوالي سان حرف تجنيس جي خوبصورتي ۽ ٻوليءَ جا نوان اصطلاح ملن ٿا جهڙوڪ فڪر جي ڦرهي، لاجو ڪنهون، معنيٰ واري مڪ، نفيءَ واري نئن، نانهن جو سڳو وغيره. فرائض صوفيہ جا سمورا بيت اهڙين فني خوبين سان ٽمٽار آهن.

فڪري حوالي سان بيدل سائين "لا" يعني پنهنجي "نفي" ڪندي ٻيائيءَ ڪي انهيءَ نفيءَ واري نئن ۾ ٻوڙڻ جي صلاح ڏيندي "نانهن" يعني ٻيو ڪجهہ بہ نہ هئڻ ۽ "تون ئي تون" جو سڳو سورڻ جي ڳالهہ ڪري ٿو. اڳتي هلي ٻين بيتن ۾ انهيءَ فڪر ڪي زورائتو بيان ڪندي حوالي طور قرآن شريف جون آيتون، حديثون ۽ اقوال پڻ ڏنا اٿائين. مثال طور:

لا جو ڪنهون هٿ ڪي لڙائي ڪا لاءِ
وجاهدو في سبيله جوش جيئون جاڳاءِ
پير تون پڙ ۾ پاءِ سانگو لاهي سر جو

جڏهن "لا" يعني نفي ڪبي تہ پوءِ "الا الله" يعني اثبات ٿيندو ۽ ڪثرت وحدت جو روپ وٺي گم ٿي ويندي جڏهن عبادت ۾ نيهي نابود ٿبو تہ ساجد توڙي سجود پنهنجي مسجود ۾ محو ۽ فنا ٿي ويندا.

الا الله اثبات ڪر نيهي ٿيءُ نابود
تارن سنلو تاب ويو پسي شمس شهود
ساجد ۽ سجود محو ٿيا مسجود ۾.

بيدل سائينءَ انهن بيتن ۾ نفيءَ کان اثبات ٿيڻ واري ڳالهہ بيان ڪندي منصور حلاج جو مثال بہ ڏي ٿو.

الا الله اثبات ڪرجئين ڪيوحلاج
لا اِلٰہ انا فاعبدون هي حلاجي هاج
ماڻي تون معران جي پاڻ پروڙين پانهجو

## شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو اثر

بيدل سائينءَ سنڌ جي سرتاج شاهه عبداللطيفَ جو وڏو معتقد هو. شاهه جي رسالي جو بيدل سائينءَ وڏي گهرائيءَ سان مطالعو ڪيو هيو ۽ ان جا چٽا عڪس بيدل سائينءَ جي ڀين نثري تصنيفن ۾ به ملن ٿا. جڏهن اسان بيدل سائينءَ جي سنڌي شاعريءَ خاص ڪري بيتن تي نظر وجهون ٿا ته انهن تي شاهه لطيف جو وڏو اثر نظر اچي ٿو هتي اسين بيدل سائينءَ جي وحدت نامي ۽ فرائض صوفياء جي ڪن بيتن ۽ شاهه لطيف جي بيتن کي پيش ڪريون ٿا جن مان خبر پوي ٿي ته بيدل سائين شاهه لطيف جي ڪلام کان گهڻو متاثر آهي.

لائي خنجر ”لا“ جو هن خچر کي هڻ
سڌن جون سيد چوي وٽيون سڀ وڪڻ
پير پروڙي ڪڻ ته هلڻ ۾ هوري وَهين
(شاهه لطيف)

”لا جوکنهون هٿ ڪري جسم سان تون جهيڙ
وساري وجود کي پير نفيءَجو پير
گهر فنا جي گهير ته اوڏو ٿئين اثبات کي.
(بيدل)

آڏو جو اثبات کي سو شرڪ لاهي شڪ
هئي جنهن ۾ حق تنهن نفيءَ جهڙو ناهه ڪو.
(شاهه لطيف)
الا الله اثبات ڪر شارڪ ڇڏي شڪ
آکي انا الحق مسلماني ماڻ تون
(بيدل)

پاڻ ئي پسي پاڻ کي پاڻ ئي محبوب
پاڻ ئي خلقي خوب پاڻ ئي طالب تن جو
(شاهه لطيف)

مڙيوئي محبوب آ، مشتاقن مقصود
سدا حق موجود، همہ ڪي هڪ ڇاڻ تون
(بيدل)

صوفي ڇائين سڏ ڪرين صوفي ايءُ نہ صلاح
ڪاٽي رک ڪلاه وجه اُڇلي آڳ ۾
(شاهہ لطيف)

صوفي سڏ ڦٽي ڪري سمايو ۾ سڪ
وحدت بنان وڪ ڪاڏهين ڪٽي ڪا نہ ڪا
(بيدل)

مري جيءُ تہ ماڻئين جانب جو جمال
ٿئين هوند حلال جي پند اهائي پاڙيئين
(شاهہ لطيف)

مرڻون اڳي جي مرين تہ باقي رهي ذات
هميشہ حيات مرد نہ مرن ڪڏهين.
(بيدل)

نہ صرف ايترو پر بيدل سائينءَ شاهہ لطيف جي فڪر کي اڳتي بہ وٺي ويو آهي:

جوڳيئڙا جهان ۾ نوري ۽ ناري
ٻري جن ٻاري آءٌ نہ جيئندي اُن ري.
(شاهہ لطيف)

بيدل سائينءَ وٽ تہ حقيقت ۽ وحدت جي واٽ ۾ نوري ۽ ناري هڪ ٿيو وڃن.

حقيقت ۾ هڪ ٿيو نوري ۽ ناري
دين ڪفر آهن ٻئي هڪ وڻ جي ٽاري
حاذق هوشياري رکين انهيءَ رموز جي
(بيدل)

## متفرقا بيت

وحدت نامي ۽ فرائض صوفيہ ڪانپوءِ بيدل سائين جي سنڌي بيتن ۾ 27 ابيات سنڌي ۽ 8 متفرقا بيت اچن ٿا جڏهن تہ هن رسالي ۾ بيدل سائينءَ جا 10 نوان بيت بہ شامل ڪيا ويا آهن، جن ۾ پڻ اهو ئي فڪر نروار ڪيو ويو آهي جيڪو وحدت نامي ۽ فرائض صوفيہ جي بيتن ۾آهي، يعني خوديءَ کي فنا ڪرڻ،پاڻ سڃاڻڻ، عشق جي امانت کڻڻ، تحقيق جو طهورا پيئڻ، قال کي ڇڏي حال حاصل ڪرڻ وغيره. ساڳي وقت هن حصي وارن بيتن ۾ بيدل سائين سنڌ جي ڪن لوڪ داستانن جي حوالي سان ڪي تمثيلي بيت بہ چيا آهن پر بيدل سائين انهن بيتن ۾ بہ بجاءِ لوڪ داستانن ۽ قصن کي ٻڌائڻ جي تمثيلي انداز ۾ ”هم اوست“ واري فڪر کي ئي مرڪز بڻايو آهي.

موڪل ٿي مارئيءَ کي هلي پنهنجي ديس
وصل سنلو ويس پهريائين پريت ڪون.

بيدل سائين انهيءَ بيت ۾ مارئيءَ جي روپ ۾ هن جسماني ۽ ناسوتي قيد مان آزاد ٿي حقيقي وصال حاصل ڪرڻ جي ڳالھ ڪئي آهي ۽ ازلي وطن وڃڻ جي خواهش ۽ جستجو بيان ڪئي آهي. اهڙو ئي حقيقي خيال بيدل سائين نوري ڄام تماچي واري لوڪ داستان ۾ هن طرح بيان ڪيو آهي.

سرهي سڳ سمي جي ڪيو نوريءَ کي نور
نسبت نماڻيءَ کي ڏکن ڪون ڪيو ڏور
هلي منجھ حضور مُهاڻيءَ مانُ لتو.

مطلب تہ بيدل سائين مارئيءَ جي ملير کي ازلي ۽ حقيقي ديس سان تشبيھ ڏني آهي ۽ نوريءَ جي نماڻائي، عاجزي ۽ هيڻائينءَ کي اُهڃاڻ بڻائيندي حقيقي مالڪ جي مهر جو ذڪر ڪيو آهي ۽ اڳتي هلي ڳالھ وڃي اُتي ڳُنڍائي اٿائين تہ:

توڙي ۾ ناسوت عبد چوايان عام ۾
بحر آهيان باهوت جو لڙهان ۾ لاهوت
هر دم ۾ هاهوت آسڻ آھ اسانجو

## بيدل سائينءَ جون ڪافيون

بيدل سائينءَ جي ڪافين جو ڪُل تعداد 317 آهي، جنهن ۾ 87 سنڌي ڪافيون، چار ريختي ڪافيون ۽ 226 سرائڪي ڪافيون آهن،

”ڪافي“ سنڌ جي هڪ خوبصورت ۽ مقبول صنف آهي جنهن جي تصوف جي فڪر هيٺ سنڌ جي درگاهن مان اوسر ٿي آهي ۽ هن صنف ۾ پنهنجو هڪ روحاني رنگ شامل آهي سچل سائين وٽ ”ڪافي“ وڏيڪ نکري عروج حاصل ڪيو جڏهن تہ بيدل سائين هن صنف ۾فڪري توڙي فني حوالي سان باڪمال شاعري تخليق ڪئي آهي. بيدل سائين هوندئن تہ اردو ۽ فارسي ٻولين جو صاحب ديوان شاعر هيو پر هن پنهنجي سنڌي ۽ سرائيڪي ڪلام جو بنياد جن صنفن تي رکيو اُهي آهن سنڌ جون اساسي شعري صنفون بيت ۽ ڪافي. ڇاڪاڻ تہ انهن صنفن ۾ مٽيءَ جي خوشبو شامل آهي ۽ بيدل سائين جيئن تہ هڪ سچاڻ شاعر هيو تنهن ڪري هن پنهنجي انهيءَ ڪلام کي ان ساڳي روايت تي قائم رکيو جيڪا روايت ڪائنس اڳ شاهہ لطيف ۽ سچل سرمست وٽ عروج تي پهتل هئي ۽ اها روايت هئي شاعريءَ کي داستانن ۽ سُرن جي بنياد تي ترتيب ڏيڻ. اها شعري روايت شاهہ ڪريم ۽ شاهہ لطف الله قادريءَ کان ٿيندي جڏهن ميون شاهہ عنات رضوي وٽ پهتي تہ ان هڪ طرف ”وائي“ ايجاد ڪئي تہ ٻئي طرف ان ۾ راڳ جو رس ۽ چس بہ شامل ڪيو. شاهہ عنات جن سُرن ۾ ڪلام چيو انهن جو تعداد آهي 20 جن مان 13 سُر تہ مڪمل ڪلاسيڪل موسيقي جا راڳ آهن. شاهہ لطيف انهيءَ راويت کي عروج تي پهچائي ڇڏيو جو پاڻ راڳ جو وڏو ڄاڻو هيو. شاهہ لطيف سنڌي عوامي راڳن ۽ ڪلاسيڪل راڳن کي داستانن ۾ ورهائي پنهنجو رسالو تخليق ڪيو جنهن جي سُرن/راڳن ۽ راڳڻين جو تعداد 30 آهي

سچل سائينءَ 31 سُرن/راڳن تي پنهنجيون ڪافيون چيون جن مان 15 سُر شاه لطيف وارا آهن جڏهن تہ 16 سُر نوان آهن. بيدل سائين شاهہ لطيف جي وفات کان 62 سال پوءِ جنم ورتو جڏهن تہ سچل سائينءَ جي وفات وقت پاڻ 11 - 12 سالن جو هيو بيدل سائين جي وقت تائين شاهہ لطيف جو ڪلام سنڌ جي جهر جهنگ ۾ مقبول ٿي چُڪو هيو جڏهن تہ سچل سائين، بيدل سائينءَ کان ٿورو اڳ ٿي گذريو هيو نتيجي طور شاهہ لطيف ۽ سچل سائينءَ جي ڪلام بيدل سائينءَ جي فڪر توڙي فن تي گهرو اثر ڪيو اهو ئي سبب آهي تہ شاه لطيف سچل سائينءَ جي شعري روايت بيدل سائينءَ وٽ هڪ نئون رنگ ۽ روپ اختيار ڪري نروار ٿي جنهن۾ شاهہ لطيف واري نماڻائي، نهٺائي ۽ اعتدال بہ آهي تہ سچل سائينءَ واري رندي ۽ مستي بہ. بيدل سائين بہ شاهہ لطيف ۽ سچل سائينءَ جيان پنهنجي ڪلام جو بنياد راڳداريءَ تي رکيو ۽ هر ڪافي ڪنهن نہ ڪنهن راڳ يا روپ ۾ ترتيب ڏئي ڪافين جي

مجموعي کي نالو ڏنو سرود نامو. بيدل سائينءَ جي سرود نامي ۾ جن سُرن ۽ روپن جون ڪافيون شامل آهن انهن سُرن/روپن جو تعداد 19 آهي جيڪي آهن بسنت، هوري، جهنگلو، پورب، بروه، ڌناسري، بلاولي، آسا، سورٺ، سسئي، ديسي، سارنگ، جوڳ، نٽ ڪلياڻ، گنوري، ڪامول، مالڪوس، وهاڳ ۽ سهڻي انهن روپن مان سسئي ۽ هوري راڳ يا راڳڻيون ناهن، سسئي هڪ داستان جو نالو آهي جڏهن تہ هوري موسيقيءَ جي هڪ صنف آهي جيڪا ڌرپد جو هڪ قسم آهي جنهن ۾ شري ڪرشن مهاراج جي زندگيءَ جي رومانوي پهلوءَ کي اجاگر ڪيو ويندو آهي. بيدل سائينءَ بہ صرف هڪڙي ڪافي هوري روپ ۾ چئي آهي جنهن ۾ پڻ پوربي ۽ سرائيڪي ٻولين جي آميزش سان شري ڪرشن مهاراج جو عشقيہ بيان ڪيو اٿائين. اهڙي طرح بيدل سائينءَ جي سرود نامي ۾ ڪل راڳ ۽ راڳڻيون جن ۾ ڪافيون ترتيب ڏنل آن انهن جو تعداد 17 بيهي ٿو. بيدل سائينءَ جي ”سرود نامي“ ۾ شامل 17 سُرن/راڳ راڳڻين مان 11 سُر شاهہ لطيف جي رسالي وارا ۽ 16 سُر سچل سائينءَ جي ڪافين وارا آهن، جڏهن تہ بيدل سائين هڪڙو راڳ نئون متعارف ڪرايو آهي جيڪو آهي ”نٽ ڪلياڻ“.

موضوع جي لحاظ کان بيدل سائينءَ جي ڪلام کي چئن حصن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

(1) مدحيہ (ثناخواني) (2) مجازي (3)تمثيلي (4) صوفياڻو

## سرور ڪائنات حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي ثنا خواني

بيدل سائين پنهنجي ڪلام ۾ جا بجا سرور ڪائنات حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم جن جي وڏي عشق ۽ اُڪير سان ثنا خواني ڪئي آهي. هونءَ تہ اڪثر جاين تي تمثيلي انداز ۾ بہ حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جو ذڪر ۽ شان بيان ڪيو اٿائين پر ان سان گڏ چٽي طرح بہ سنڌن مداح ۽ ثنا خواني ڪئي اٿائين.

عرشئون آءِ عرب وچ سائين احمد نام سڏائين.

◉

انا احمد بلا ميم، قول ڪريم دا چاٽي.

◉

انا عرب بلا عين، آڪيس عربستان ۾.

◉

صورت محمدي ۾ روشن هي سر سارا
صورت نہ کھہ اسيکون وہ نور هي نيارا.

◉

کوڙين پتين ان جا هٽ متي هيٺڙ
ٻنهي جهانن، هو ويچارن واهرو.

◉

ذات مقدس جلوا پايا احمد نام ڏرا ڪر آيا
بار نبوت سر تي چايا، هرجا حُڪم هلايا وي

◉

نور الاهي احمد مُرسل، هر مرسل تون اعليٰ افضل
هادي مهدي مير مڪمل، عشق دا راه بتايا وي.

◉

حسن دا جلوا عين عياني مظهر نور نبي دا ڄاڻين
بيدل ٻياڪوئي وهم نہ آڻين احمد آپ وڪاياوي.

◉

## حضرت علي ڪرم الله وجه جي ثنا خواني

سرور ڪائنات حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم ڪانپوءِ بيدل سائينءَ مولاءِ ڪائنات حضرت علي ڪرم الله وجه جي شان ۾ بہ ڪلام چيو آهي ۽ ڪافي جاين تي حضرت علي ڪرم الله وجه جي ثنا خواني ڪئي آهي.

ظاهر بندو باطن مولا عشق جي بازي پُرجهي ڪير
اهو راز ڪري تو روشن علي ولي شاه مردان شير

◉

جي طلب تينون هي بيدل دائمي ديدار دي
هٽ ڪنون ڇوڙين نہ دامن حيدر ڪرار دي

بيدل سائين هڪ پوري ڪافي حضرت علي ڪرم الله وجه جي شان ۾ چئي آهي.

هتِ هُت حامي آهي اسانجو هادي حضرت شاهہ.
لحمڪ لحمي روحڪ روحي، اعليٰ اسد الله.
محبت وارن ساڻ آ ساٿي، وانگي ساهہ پساهہ.
لا قيدن لئہ وحدت واري روشن ڪيائين راهہ.
من عرف جي مام جي بخشي، عُشاقن آ گاهہ.
بيدل مذهب ڪون رهہ نيارو، وحدت رڪ ويساهہ.

## مرثيہ خواني

بيدل سائين سيد الشهداء حضرت امام حُسين عليہ السلام جي شهادت ۽ ڪربلا جي واقعي تي مرثيا خواني پڻ ڪئي آهي ۽ پنهنجن ڪافين ۾ امامن پاڪن جي شهادت تي نهايت دکدائڪ مصراعون چيون آهن.

سر امامان دي عشقي آندا تيز ڪيها طوفان.

⊙

سر امامان دي ڪيوين اُتڙا محبت والڙا مينهن.

⊙

مير حسن نون زهر پلايؤ شاهہ حُسين شهيد ڪرايؤ
عابد ڪنون خون ناب وهايؤ صابر ستم سهايوئي.

⊙

سر امامين آيا بار غمان دا يارو
ويڪو ڪيوين بار درد دا، آل نبي دي اُتايا.
درد غمان دا باري لشڪر، چُم اُنهان سر چايا.
عشق انهان دي سر تي ويڪو، ڏاڍا ستم سهايا.
بيدل صدقي خاڪ اهين تون جٽ اُنهان سر چايا.

بيدل سائين ڪربلا جي واقعي ۽ حضرت امام حُسين عليہ السلام ۽ ان جي جانثارن جي شهادت تي هڪ اهڙو سنڌي مرثيو چيو آهي جيڪو سنڌي شاعريءَ ۾ مرثيہ نگاري جي حوالي سان هڪ شاهڪار آهي ۽ ان ڪي سنڌي ادب جي چند اهم مرثين ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو.

ڪربلا ۾ شاهہ جڏهن مهمان ٿيو
درد غم جو اُت وڏو گهمسان ٿيو

ڪربلا ۾ آيو جڏهن ابن رسول
جا نشين مولا جگر گوشہءِ بتول
ورهہ جي واديءَ ۾ ڪيو نرمل نزول
سوز سورن جو سپو سامان ٿيو.

يا امام العارفين نيهون نهار
شاهہ! بيدل ڪي ڪي برهہ بهرو ڏيار
سوز سڪ جي سيدا سُرڪي پيار
درد تنهنجو دل سندو درمان ٿيو.

بيدل سائين امام آخر زمان حضرت امام محمد مهدي عليہ السلام جي بہ ثنا خواني ڪئي آهي ۽ ان حوالي سان پاڻ امام مهدي عليہ السلام جو وڏو عاشق ۽ سندس ظهورجو وڏو منتظر نظر اچي ٿو. بيدل سائين پنهنجي هڪ ڪافيءَ ۾ عشق کي ”امام مهدي“ ۽ دُوئيءَ کي ”دَجال“ سڏيو آهي.

عشق امام محمد مهدي، دوئي اٿئي دجال.
وجه دجال دوئيءَ جو ڪيري ، گمُ ڪر جسم جنجال.
هوڪو ڦير حقيقت وارو، مهدي شاهہ مثال.
تون آن مهديءَ جو سر سارو، پنهنجو پاڻ سنڀال.
ظاهر مون دل ذوق نہ پاوي، باطن رک برحال.
وحدت وارو دين قبولج، ڇڏ ٻي قيل مقال.
فرق نہ ڇاڻج همہ ۾ بيدل، جميعت ۾ جال.

فني حوالي سان بہ بيدل سائينءَ جي اها ڪافي ڏاڍي خوبصورت آهي هڪ طرف عشق جي امام مهديءَ سان ۽ دوئيءَ جي دجال سان ڀورائتي تشبيهہ بيدل سائينءَ جهڙي برک فقير جو فڪري ڪمال آهي تہ ٻي پاسي هڪ ئي ڪافيءَ ۾ ٽي ڀيرا امام مهديءَ جو اسم مُبارڪ آڻي فني ڪمال سان گڏو گڏ حضرت امام مهدي؏ سان عشق ۽ اُڪير جي بيساختگي ظاهر ڪئي وئي آهي.

## غوث پاڪ رحمته الله عليه جي مدح

بيدل سائين قادري سلسلي جي باني غوث الاعظم حضرت محي الدين عبدالقادر جيلاني رحمته الله عليه جو وڏو عقيدت مند هو ۽ سندس ڪيترن ئي ڪتابن ۾ سندس ذڪر ۽ شان ڀرپور انداز ۾ ملي ٿو جڏهن تہ بيدل سائين جي سنڌي ڪلام ۾ پڻ غوث پاڪ رحمته الله عليه جي شان ۾ هڪ خوبصورت مدح ملي ٿي.

پهچ پير پيران ٻَڌي هي ٻاڏايو
مريدن تي ميران رکو رحم رايو.

سدا ساهہ منهنجو اوهانکي سنڀاري
هميشہ هيئڙون توڏي نينهون نهاري
ڪريو دستگيري، ڪون هستي ڇڏايو.

منگي دان بيدل برهہ جو بکاري
سدا جوش جو لاڻ توحيد تاري
الله لڳ پيلا پيال تنهن سان پلايو.

## قلندر شهباز رحمته الله عليه جي تعريف ۽ منقبت

بيدل سائين سيوهاڻي سرڪار حضرت عثمان مروندي قلندر لعل شهباز رحمته الله عليه جو وڏو عقيدت مند هيو نه صرف ايترو بلڪ ڪيس باطني فيض به قلندر شهباز وٽان مليو. بيدل سائين پنهنجي ڪلام ۾ ڪافي جاين تي پنهنجي باطني مرشد لعل شهباز قلندر رحمته الله عليه جي ثنا ۽ ساراهه ڪئي آهي.

سيوهڻ سجدا تو ڪريان، بيدل تي درويش،



بيدل نالي تي ڪيم، سجلو سيوستان

بيدل سائين سنڌيءَ ۾ حضرت لعل شهباز قلندر جي عقيدت ۽ شان ۾ پوري منقبت به چئي آهي جنهن ۾ قلندر شهباز رحمته الله عليه سان سندس عشق ۽ عقيدت روشن سج جيان شعاع ڏئي رهي آهي.

اي صبا وڃ لڳ خدا جي هڪ گهڙي
طرف روضي شاهه سيوستان وري
صد تحيت صدق مون پڙ تي پڙي
چئج ڏس احوال گر بخشش گري
يا قلندر وير واهر تي وري
مير مروندي رسي ڪر رهبري.

بادشاهه بيدل سندو تون غور ڪر
حضرت حاجت روا في الفور ڪر
دوست همزا نوي دشمن دورڪر
عشق جي پيالي سان دل مخمور ڪر
يا قلندر وير واهر تي وري
مير مروندي رسي ڪر رهبري.

## سچل سائين جي ساراهه

بيدل سائين سچل سائينءَ جو به وڏو عقيدت مند هو ۽ سندس در جو پانديئڙو پڻ. بيدل سائين سچل سائين جي وصال تي جيڪو ڪلام چيو ان مان سندس سچل سائينءَ سان گهري تعلق جي چٽي طرح خبر پوي ٿي.

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو
مست سالڪ من سچو عارف اتي اظهار هو

برھ جي برسات جو تنھن وير تي وسڪار ھو
ظاھر و باطن تنھين وٽ درد جو ڏڏڪارھو

قربدارن جي ڪٽڪ ۾ مرد منصبدار ھو
در تنھين داتا جي بيدل پرت جو پينار ھو.

بيدل سائينءَ جي مٿي ذڪر ڪيل مدح خواني ۽ مرثيہ خواني کانسواءِ سندس ڪلام ۾ جا بجا ھين صوفي سرواڻن جو ذڪر ۽ سندن ساراھ بہ ملي ٿي جن ۾ بايزيد بسطامي، منصور حلاج، شاھ عطار، شيخ صنعان، شمس تبريز، سرمد ۽ شاھ عنايت جھوڪ وارو شامل آھن.

حلاج جي حالت ۾ رھ گھر جان نہ ھي ڪنھن گھير تون.

◉

تون ترت تبريزيءَ جيان پنھنجي ھٿڻ جي کل کلج.

◉

من خدا جو شيخ عطار تي ھاءِ ڪيو ھوڪارو.
سبحانيءَ جو شاھ بسطامي واھ وڄايو نغارو.

◉

شاھ شرف سرمد جيھي عارف حسن جي موج ڪيتي حيران
حسن جي ڪيتي جٹيا پاوي پير طريقت دا صنعان.

◉

شاھ شھيد دا بيک بناوندا شان شھادت پرتئون پاوندا.

## مجازي ڪلام

بيدل سائين مجاز ۾ ممتاز حيثيت جو مالڪ ھو ۽ ھڪ وڏو عاشق ۽ حُسن پرست شاعرھو، جئين چيو اٿائين تہ،

عُشاقاندا بيدل ھوندا، شيوہ حُسن پرستي،

بيدل سائينءَ جو مجازي ڪلام حقيقت سان ڳنڍيندڙ اھي جو ھاڻ مجاز مان حقيقت جي منزل ماڻي ھئائون ۽ سندس سمورو ڪلام اصل ۾ حقيقي عشق جو ئي اظھار آھي تنھن ھوندي بہ سندس مجازي شاعري سندس عشق مجاز جي دور ڪي انھن ڪيفيتن وصل، فراق، بيقرارين، حُسن جي حملن، ۽ ھين رنگينين سان خوبصورت نموني بيان ڪري ٿي. بيدل سائينءَ جي مجازي ۽ عاشقاڻي ڪلام ۾ حُسن ۽ عشق جو اظھار جتي مفڪرانہ سوچ ۽ فلسفي ڪي ظاھر ڪري ٿو اُتي فني حوالي سان بہ شعري

خوبصورتين سان مالا مال آهي، جنهن ۾ جمالياتي حُسن، تشبيهون، تمثيلون ۽ حرف تجنيس جهڙيون خوبيون نروار.

کهڙيون ديدان لايون، ڏاڍيون رمزان لايون
مون سان دلبر يار.



توڙي عشق اويڙو سڄي خوني ۽ خونخوار
سر جو سانگ نہ رک تون مڙڻ تہ آهي ميار.

هن ڪافي ۾ هڪ طرف عشق مجاز جي زوراورين ۽ خونخوارين جو بيان آهي تہ ٻي طرف سچي عاشق لاءِ انهيءَ ميدان ۾ سر جو سانگو رکڻ ميار آهي.فني حوالي سان ڪافيءَ جي "تلھ" ۾ هڪ عجيب رواني ۽ لفظي موسيقيت قائم آهي.

آءٌ بہ هيڙس عقل واري نينهن نهوڙي نيوڙي جيڏيون
مونکي بيخود بي اختياري ڪيفي نيٽن ڪيوڙي جيڏيون

انهيءَ ڪافيءَ ۾ جتي مجازي مام ۾ بي خود ۽ بي اختيار ٿي وڃڻ جي ڳالھ آهي اتي محبوب جي "ڪيفي نيٽن" جي ذڪر شعر کي جمالياتي حُسن بخشيو آهي، ٻي پاسي نيهن نهوڙي نيو، بي خود بي اختياري ۽ ڪيفي نيٽن ڪيو، جهڙي حرف تجنيس بيدل سائينءَ جو ڪمال آهي.

ديدن سان ڪري ڏاڙو، دل لُتيئي يار منهنجي
هيڏو وڇوڙو آءٌ نہ سهندس وارو وصل جو وارو
لڳي تو سان تار منهنجي.

هن ڪافيءَ ۾ جتي محبوب جي ديدن جي ڏاڙي جو نئون ۽ خوبصورت اصطلاح آهي تہ اُتي حرف تجنيس بہ. ڪافيءَ ۾ ديدن جي ڏاڙي سان دل جي لُتجڻ، نہ سهي سگهندڙ وڇوڙي جو ورلاپ ۽ پوءِ وصل جي خواهش سان دل جي ٻيهر زندھ ٿي وڃڻ جي ڳالھ ڏاڍي اثر ڪندڙ آهي. فني حوالي سان هن ڪافيءَ ۾ بيدل سائينءَ ٻِٽا قافيا پڻ استعمال ڪيا آهن.

بيدل سائينءَ جي هن مجازي ڪافيءَ جو تہ ڪو جواب ئي ناهي جيڪا پاڻ پنهنجي مجازي محبوب جي وڇوڙي تي چئي هئائون.

ياڪي ٿي وئين يار، نہ ڪو پيوءِ خيال اسانجو،
توهئون ڏاران سپرين، دل کي ناهي قرار
جيئڻ جنجال اسانجو

مل تہ ماندائي لهي، نرمل ٿي نروار
مٿا مچ سوال اسانجو

بيدل ويچارو ڇڏي، مٽيو پورب پار
هَئي هَئي ڏس حال اسانجو.

هن ڪافيءَ ۾ بيدل سائين پنهنجي محبوب جي وڇوڙي ۾ نڍال ۽ گهٽو بيوس نظر اچي ٿو جو پاڻ کي ويچارو سڏيو اٿائين ۽ پاسي هن ڪافيءَ ۾ هڪ سچي عاشق جي غمگين دل جي، ماندائيءَ جي، بيقراريءَ جي ۽ هيٺي حال جي چٽي تصوير پيش ڪيل آهي.

اکيان تيڏيان ڪاليان ڪجليان مڌ ڀريان مخمور
دلڙي ساڏي چُور ڪيتئہ ڊوليا

حُسن جي حملن ۽ ڪارين ڪجلين اکين سان دل جي چُور ٿي وڃڻ جو ذڪر اهڙو ئي عاشق شاعر ڪري سگهي ٿو جيڪو ”بيدل“ هوندو، جڏهن تہ هن شعر ۾ ڪارين ڪجرين اکين ۽ انهن ۾ مڌ سان ڀريل مخمور جي تشبيهہ شعر ۾ جمالياتي حُسن ڀري ڇڏيو آهي بيدل سائينءَ جي مجازي ڪلام ۾ اهڙو جمالياتي رنگ ۽ ذوق ڏاڍي آب تاب سان نظر اچي ٿو.

سهڻا تيڏي چشمان سانون چيٽڪ لايا
دام زلف دي دلڙي اساڏي، گهور تسا ڏڙي گهايا

اکين جي حسن سان گڏو گڏ هن شعر ۾ محبوب جي زلفن جو بہ ذڪر ڪيو ويو آهي. جن جي ”دام“ يعنيٰ ”ڄار“ ۾ عاشق جي دل ڦاسي پئي آهي ۽ محبوب جي گهورن سان اهو گهائجي ويو آهي.

لٽ نيتي دلڙي چيريان دي چمڪار
فوج حُسن دي شهر دلين وچ آ ڪيتي ڦر مار
بيدل جهي وچ راتا هي ڪنڙي سهس هزار

انهيءَ ڪافيءَ ۾ بيدل سائين جتي عشق مجاز جي وارتا منجهان پيدا ٿيل ديوانگي ۽ بيساختگي جو اظهارڪيوآهي، اُتي هن شعر ۾ بيدل سائين جهڙي سُجاڻ شاعر پنهنجي فني ڪمال سان ”انقلابي رومانيت“ پيش ڪئي آهي، جنهن مطابق هُن حُسن جي حملن کي فوجي چڙهاين، پنهنجي دل کي مظلوم شهر ۽ عشق ۽ حُسن جي ڪارواين کي هڪ بيوس ۽ لاچار عاشق تي راتاهي هڻڻ جي انقلابي تشبيهہ ڏني آهي.

## تمثيلي ڪلام

بيدل سائينءَ جي بيتن ۾ ڪجهہ تمثيلي شاعريءَ جو ذڪر اسين اڳ ۾ ڪري چُڪا آهيون هتي اهو بہ ٻُڌائيندا هلون تہ بيدل سائينءَ جي ڪافين ۾ ڪجهہ اهڙا تمثيلي ڪردار بہ آهن جن جي روپ ۾ بيدل سائين پنهنجي مجازي توڙي صوفيانہ شاعري تخليق ڪئي آهي بيدل سائين داستانن شيرين فرهاد، يوسف زليخا، ليلا مجنون، مومل راڻي، عمر مارئي، سسئي پنهون، سهڻي ميهار ۽ هير رانجهي جي ڪردارن ۾ پڻ پنهنجي صوفيانہ ۽ وحدت الوجود جي خيالن جي اپٽار ڪئي آهي.

بيک زليخان يوسف جي ۾محبت مچ مچايان
شيرين ۽ فرهاد شڪل ٿي آڻي اکيون اٽڪايان.

شيرين فرهاد جو نالو ڪري عالَمَ ۾ آياسي
بهاني بيک مجنونءَ جي نہ ڪي ليليٰ لڪاياسي

مومل واري ويس ورن ۾ گهوٽ هزارين گهايان.

ملڪ مارن جو نت بهاريو تو ڪئين چِترو چايو
مارن ري تو هن ماڙين ۾ چا سان من پرچايو.

پاڻ پنهون تون آهين ڪيچ وٽين چو ڪاهين

دم دم دلبر ڪاڻ سڪ سهڻيءَ ڪي سير گهرڻ جي

صورت والي ويس ۾ رانجهن پيچ ساڏي نال پايا

رانجها تخت هزارون آيا وچ سيالي جلوا پايا.

هير شدي نون انهين سيلاني ڪاجا رمز وڪائي.

مٿي پيش ڪيل مثالن مان خبر پوي ٿي تہ بيدل سائين مشهور لوڪ ۽ رومانوي داستانن جي ڪردارن کي تمثيلي انداز ۾ پيش ڪري انهن جي مجازي عشق کي حقيقي عشق سان ڳنڍي ڇڏيو آهي. بيدل سائين جي انهيءَ تمثيلي شاعريءَ مان مجازي عشق مان حقيقي عشق ۽ ظاهري حُسن مان ازلي حُسن جي حقيقت ۽ پروڙ پوي ٿي.

## صوفياڻو ڪلام

بيدل سائين سنڌ جو هڪ عظيم صوفي شاعر هو نہ صرف صوفي بلڪ وحدت الوجودي. تصوف هر مذهب جو نچوڙ تہ وحدت الوجود وري تصوف جو نچوڙ آهي. بيدل سائين پنهنجي وقت ۾ تصوف جو وڏو مبلغ ۽ فڪري حوالي سان هڪ وحدت الوجودي مفڪر ۽شاعر هيو. وحدت الوجودي فڪر هڪ اهڙو انوکو ۽ آفاقي فڪر آهي جنهن جو سنڌ ۾ اثر تہ صدين کان قائم رهيو آهي نتيجي طور سنڌ جا سمورا اساسي ۽ عظيم شاعر وحدت الوجود ئي رهيا آهن. جن مان بيدل سائين کان اڳ شاهہ لطيف ۽ سچل سرمست وڏي مقام تي آهن. بيدل سائين شاهہ لطيف ۽ سچل سرمست کان پوءِ سنڌ ۾ وحدت الوجود فڪر جو وڏي کان وڏو فيلسوف ۽ سرواڻ هيو. بيدل سائينءَ جي هوندءَ تہ سموري شاعري تصوف ۽ ان جي وحدت الوجودي فڪر جي ترجمان آهي پوءِ پلي اها سندس مجازي شاعري هجي يا تمثيلي جنهن ۾ پڻ هن حقيقي مظهر جي حُسن ۽ عشق جو ئي بيان ڪيو آهي پر سندس اهڙي شاعري بہ آهي جنهن ۾ سندس اظهار نج صوفياڻو ۽ رندي آهي ان حوالي سان بيدل سائين جي وحدت نامہ ۽ فرائض صوفيا وارا بيت ان جو چٽو مثال آهن بيدل سائين "هم اوست" ۽ وحدت الوجود جي فلسفي کي بيان ڪندي اهو ڄاڻايو آهي تہ هن سڄي ڪائنات جو مظهر اها حقيقي ۽ ازلي هستي آهي جيڪو ڪائنات جو خالق آهي. بيدل سائينءَ جي هڪ ڪافيءَ ۾ تہ "هم اوست" جو نعرو رديف استعمال ٿيل آهي.

لُدني علم دا جي تون شائق حرف پڙهي هم اوست دا
دم دم نالي در همہ حالي، ڏيان ڏرين هم اوست دا.

"هم اوست" ۽ "وحدت الوجود" جو هڪ چٽو اظهار بيدل سائينءَ جي هنن سٽن ۾ بہ وڏيڪ عيان آهي، جنهن ۾ وحدت ۽ ڪثرت جو مامرو بہ سمجهايو اٿائين.

آهي ظهورو حسن جو هر جا هر سو در هر شيءِ
حق ريءَ هر دو جهان ۾ لاشڪ ڪين ليي

فوق تحت وحدت ڪثرت، هردم هُل هلائين.
جاءِ بہ جاءِ تو جهاتي پاتي، ڪاٿي ڳجهو تون ناهين

بالا عرش اوتارو تنهنجو هت تو پير گهمائين.

بيدل سائين جي صوفياڻي شاعريءَ ۾ تصوف جا سمورا اصطلاح ۽ نقطا، نفي اثبات، اهم اوست، وحدت ڪثرت، پاڻ سڃاڻڻ، ازلي عشق، فنا بقا ۽ انساني عظمت وغيره ڀرور نمونې بيان ڪيا ويا آهن.

حال فنا جو حاصل ڪرتون باغ بقا جو ڪائج ڪر تون.

---

غير نہ پانئج پاڻ کي بيدل شاهي مار نغارو.

---

ويڙهيچا وحدت جا واصل توکي ڪرن تنوار.

---

ڪثرت وارو قيد ڀڃي تون پر انهن پار.

---

عشق جو ڏس اسرار سڀ صورت ۾ يار سمايو.

---

عشق ازلي جن آهي ڪاڻ ڪنن جي تن کي ناهي.

---

بيدل هر گل سر الاهي انساني آ بيس.

تصوف ۾ انساني عظمت ۽ شان کي وڏيڪ اهميت حاصل آهي ڇو تہ هر انسان اشرف المخلوقات ۽ پنهنجي حقيقي خالق جو مظهر آهي تنهن ڪري صوفيانہ شاعريءَ ۾ انسان کي پاڻ سڃاڻڻ ۽ پنهنجو پاڻ کي حقيقي خالق ۾ فنا ڪرڻ جو ڏس مليو ٿو.

غافل نہ آهين غير تون ٿي برهہ سان بيدار ميان
ڏس شان شاهي پنهنجو ڇڏ عبديت اوتار ميان.

تو ۾ آ ديرو دوست جو ڇاکي وجين وڪار ميان
سڻ من عرف هاديءَ اُتو شهہ حيدر ڪرار ميان

بيدل سائين ٻڌائي ٿو تہ حقيقي منزل تڏهن ملندي جڏهن عشق اختيار ڪبو، پنهنجي محبوب ۾ فنا ٿبو ۽ پنهنجي هستيءَ تان هٿ ڌوئبا.

وڃي محو ٿي محبوب ۾ جي تو طلب تڪرار ميان
هٿ ڌوءِ تون هستيءَ ڪون ٿي خود ڪنون بيزار ميان.

بيدل سائينءَ وٽ اهو حقيقي عشق وڏي مان ۽ مرتبي سان مليو ٿو جنهن لاءِ هو هر شيءِ قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهي.

بيدل بدي نيڪي ڇڏي وڃي عشق ڪج اختيار ميان
دنيا ۽ عقبيٰ ڪر ڦٽي سر ڪڻ برهه جو بار ميان.

نہ صرف ايترو پر بيدل سائين عشق جي عنايت تي شڪرانا ادا ڪري ٿو.

عشق عطا ڪيائون توکي بيدل ڪر شڪرانا.

اهڙو ازلي ۽ حقيقي عشق پنهنجي ازلي محبوب ۾ فنا ڪري ڇڏيندو آهي ۽ پوءِ دنيا جا سڀ قيد ختم ٿي ويندا آهن حتاڪ بزرگيون بہ بي معنيٰ بڻجي وينديون آهن. بيدل سائينءَ بہ پنهنجي نفيءَ ۽ عشق ۾ فنا جو درجو حاصل ڪري رنديءَ جا رنگ رچايا.

برهه جا بار بدناميون ڇمي چشمن تي چايا سي
بزرگيءَ کان ڀڄي بيدل رنديءَ جا رنگ رچايا.

بيدل سائين جڏهن هم اوست جي فڪر جي ڳالهه ڪي ٿو ۽ هڪ ازلي محبوب ۽ هحقيقي ذات مطلق کي هن سڄي ڪائنات جو محور، مرڪز ۽ ازلي حق چوي ٿو تہ پوءِ ذات پات، مذهبي مت ڀيد ۽ انتها پسندي، طبقاتي ڏاڍ ۽ تفرقہ بندي خلاف آواز بلند ڪري ٿو.

آپي وسندا آپي رسندا هي شيعا سُني ڪون.

آهي هندو مومن ايڪ، وچ عقيدت وحدت والي.

هر مظهر ۾ بيدل آکي يار سلام عليڪ.

شيعا سُني ٿيوڻ سوکا صوفي ڪون سڏاويگا

مذهب جو مونجهارو ڇڏي ذاتي ڪُنهہ ڏي ڪاهہ ڪر
شيعي سُنيءَ کان ڀَڄُ پري رخ رمز واري راهہ ڪر.

بيدل سائين سماجي براين ۽ ڏاڍاين جي جڙ انهيءَ طبقاتي ڏاڍ، مذهبي انتها پسندي ۽ فرقيواريت کي سمجهي ٿو انڪري هو ڏاڍ خلاف امن محبت ۽ سلامتي حاصل ڪرڻ لاءِ انسان ذات جي ايڪي ۽ اتحاد جي ڳالهہ ڪندي سمورن ويڇن، وچوٿين، دوئي ۽ ٻيائي کي ختم ڪري سيني کي وحدت جي جهنڊي ۽ فڪر هيٺ آڻڻ جو نعرو هڻي ٿو.

وحدت وارو دين قبولج ڇڏ ٻي قيل مقال.
فرق نہ ڄاڻج همہ ۾ بيدل جميعت ۾ جال.

مذهب واري قيد کان بيدل عشق ڪندئي آزاد.

—

بيدل مذهب ڪون رهه نيارو وحدت رک ويساهه.

—

ذات صفات کان آهيان نيارو نه ڪو نانءُ نشان .

—

وحدت دي خوشبو تون هوندا رنگ دوائي دا نيس.

—

بيدل ڪثرت ڇوڙ تہ ٿيوي وحدت نال وصال.

—

بيدل ٿوڙ موحد ٿيوين ٻيائي والڙي ٽڳي ٽڳي.

## سچل سائينءَ جو اثر

اسان اهو تہ اڳ ۾ بہ ٻڌائي آيا آهيون تہ بيدل سائين سنڌ جي منصور سچل سائين جو نہ صرف معتقد بلڪ انهيءَ جي ئي فڪر جو پانڌيئڙو هو. بيدل سائينءَ جي صوفيانہ شاعريءَ تي فڪري توڙي فني حوالي سان سچل سائين جي ئي شاعريءَ جو گهرو اثر آهي. بيدل سائينءَ جي ڪلام ۾ بہ ساڳيا سچل سائينءَ وارا منصوري ۽ رندي نعرا، اناالحق جا آلاپ، همہ اوست جا ويچار، مستي ۽ بيخودي موجود آهي. جنهن کي سچل سائين ۽ بيدل سائين جي هنن شعرن ذريعي پرکي سگهجي ٿو.

ظاهر پنهنجي ذات ڪيائين جوڙ ڪري جسماني
(سچل)

ظاهر باطن وصف تنهنجو هت هت ناهہ ٺهائين
جوڙ ڪري جسماني
(بيدل)

ڪو ڪيئن چوي ڪو ڪيئن چوي
مان جوئي آهيان سوئي آهيان
(سچل)

جوئي آهيان سوئي آهيان پول نہ ٻيو ڪو پانيان
(بيدل)

نحن اقرب نيڙي آکيس وٽ نهين هڪ وال
(سچل)

نحن اقرب نيڙي وسندا وهو معکم هسندا رسندا
(بيدل)

آهيان آءُ اسرار جيڏيون کير ٽيون پانيو
(سچل)

آءُ آهيان اسرار عالم ليکي آدمي
(بيدل)

نوري ناري ناهيان آهيان رب جبار
(سچل)

پانهپ پولي ناهه کا نور آهيان نروار
(بيدل)

## بيون فني خوبيون

بيدل سائينءَ جي ڪلام ۾ ڪيتريون ئي فني خوبيون موجود آهن جن جو اسان مختصر ذڪر ڪيو آهي جهڙوڪ حرف تجنيس، لفظي موسيقيت، جمالياتي حسن وغيره. هتي اسين سندس شاعريءَ جي ڪن ٻين اهم خوبين جو مختصر ذڪر ڪندا سون.

### ڪافين جا ٿلهه

بيدل سائينءَ پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪجهه ڪافين جا اهڙا ٿلهه استعمال ڪيا آهن جيڪي شعري حوالي سان نوان، نڪور، غير معمولي ۽ ڏاڍا وٽندڙ آهن ۽ انهن جي پڙهڻ سان هڪ عجيب رواني ۽ موسيقيت پيدا ٿئي ٿي. بيدل سائينءَ جي پهرين ٽن سنڌي ڪافين جا ٿلهه هن ريت آهن.

- تون تہ ساڳيو سڄڻ آهيون.
- تون تہ جو آهين سو آهين.
- تون تہ چو ٿو لوڪ ٻلائين.

انهن ٽنهي ڪافين جي هر هڪ ٿلهه ۾ "تون تہ" جو استعمال شاعر جو عجيب لهجو ۽ خوبصورت مزاج ظاهر ڪري ٿو جنهن ۾ هڪ پنهنجائپ ۽ اُڪير نظر اچي ٿي ۽ سچ پچ فني حوالي سان بہ اهي مختصر ٿلهه ڏاڍا وٽندڙ آهن. ۽ انهن سان ڪافيءَ جو هڪ نئون گهاڙيٽو متعارف ٿئي ٿو. بيدل سائينءَ جي ڪافين جا ڪجهه ٻيا ٿلهه ڏسو.

سر حقيقت وارو سالڪ ڪو سمجهي
راز ربانيءَ وارو.

کهڙيون ديدان، ڏاڍيون رمزان لايون
مون سان دلبر يار.

عشق سندو آشار نہ کي ڳجهو رهندو
برهہ سندو بيمار نہ کي لکو رهندو.

انهن ڪافين جي پهرين ۽ ٻي ٽلهہ ۾ فني نواڻ ۽ لفظي موسيقيت آهي جڏهن تہ آخري ٽلهہ ائين لڳي ٿو تہ جيئن سورٺو هجي ڇو تہ ان ۾ سورٺي جيان سٽن جو پهريون پد هم قافيا آهي جڏهن تہ سٽن جي ٻي پد واريون سٽون وري پاڻ ۾ هم قافيا آهن ۽ انهن جي شڪل وراڻي جهڙي آهي. هاڻي وري هڪ ٻيو ٽلهہ ڏسو.

جسم دي ٻول نہ ٻلي تون هين روح روحاني
جسم دي ٻول نہ ٻلين تون هين نور نوراني

## بيدل سائينءَ جا قافيا

بيدل سائينءَ جي ڪافين ۾ جتي ٻيون فني خوبيون ملن ٿيون اتي سندس ڪجهہ ڪافين جا قافيا پڻ وڏيڪ ڌيان ڇڪائيندڙ آهن. قافيو هر شاعر استعمال ڪندو آهي ۽ ڪي شاعر پنهنجي نکور رديفن جي ڪري مشهوري ماڻيندا آهن. بيدل سائينءَ جو ڪمال اهو آهي تہ هن پنهنجي ڪافين ۾ نواڻ آندي آهي ۽ اهڙا تہ نوان قافيا استعمال ڪيا آهن جن مان هڪ طرف عجيب لفظي موسيقيت پيدا ٿئي ٿي.

عاشق ٿئين تان سر ڏين نہ تہ ڪيم عشاقين اچج
منصور واري موج سان اچي رنگ رمزن جي رڇج

اُنهيءَ ڪافيءَ ۾ قافيا اچج، رڇج، سنج، هٽج، مٽج وغيره استعمال ٿيل آهن جن ۾ پنهنجي خوبصورتي ۽ عجيب احساس آهي.

مون سان پيچ پنهونءَ جو ٻو ڙي جيڏيون

هن ڪافيءَ ۾ وري پِيو، نِيو، ڪِيو، وِيو ۽ ٻيو قافيا استعمال ٿيل آهن جڏهن تہ اهي لفظ بوليءَ ۾ زبر سان بہ استعمال ٿيندا آهن پر هتي بيدل سائينءَ اهي لفظ زير سان استعمال ڪري هڪ نئون احساس ۽ موسيقي پيدا ڪئي آهي.

نکرمنجهان ناسوت، اڏر پکيئڙا واهيري ڏي.

بيدل سائين انهيءَ ڪافيءَ ۾ ڇهن منزلن ناسوت، ملڪوت، جبروت، لاهوت، باهوت ۽ هاهوت کي قافيي طور آندو آهي ۽ انهن کي ڏاڍو خوبصورت ۽ ڪاميابي سان استعمال ڪيو آهي.

آهيان نور نفيس جوڙيم جوڙ جڳت جي ساري

هن ڪافيءَ ۾ بيدل سائين نفيس جهڙي نفيس ۽ ڏکئي قافيي مقرر ڪري نهايت فن ۽ ڪمال سان شيس، ادريس، خبيث ۽ ابليس جهڙا قافيا استعمال ڪيا آهن. اهڙي طرح هڪ ٻئي ڪافيءَ ۾ وري ”ويس“ قافيو مقرر ڪري ان سان آبيس، ريس، لبيس، اويس ۽ درويش جهڙو آوازي قافيو ڏاڍو سهڻي نموني سان استعمال ڪيو اٿائين، هاڻي وري هي قافيو ڏسو.

سمجه رک سالک سچا ڏس هُو ٻه هُو محبوب آ

هن سنڌي ڪافيءَ ۾ هُو ٻهَ هُو، سُو ٻهَ سُو، رُوبرو، ڪُو ٻهَ ڪُو، تُو ٻهَ تُو، قافيا استعمال ڪرڻ بيدل سائينءَ جو ئي ڪمال آهي.

## قافين جو تڪرار

بيدل سائينءَ اهڙيون ٻه ڪي خوبصورت ڪافيون چيون آهن جن ۾ قافين جو خوبصورت تڪرار سان ڪافيءَ جو هڪ انوکو انداز قائم ڪيو آهي جنهن سان هڪ طرف عجيب لفظي موسيقيت پيدا ٿئي ٿي تہ ٻي طرف اهڙو استعمال ڏاڍو خوبصورت ٻہ لڳي ٿو.

توريءَ عين عذاب، عين عذاب توڙي باغ بهشت جا
بيدل هٿئون هوت جي ڪسي تيو ڪباب، تيو ڪباب
توڙي باغ بهشت جا.



نت نهاريان راهان، راهان راهان وي.



عشق دا مهڻا وچ سيالين ڇُم اسان سر چايا چايا چايا



مين تہ بيراڳڻ ٿيان ٿيان ٿيان.
پيش رانجهو دي پيان پيان پيان .



سهڻي اڳون ساڏي آزي آزي آزي.

## ٻوليءَ جو استعمال

بيدل سائينءَ جو اهو ٻہ ڪمال آهي تہ هن سنڌي ۽سرائيڪي ڪلام ۾ ٻين ٻولين جا لفظ اهڙي طرح استعمال ڪيا آهن جو اهي لفظ ڌاريا نہ ٿا لڳن ۽ فني لحاظ کان ٻہ انهن جو استعمال ڏاڍو خوبصورت لڳي ٿو.

ذات چپاوت لوڪ پلاوت لالن ڪيڙو لبيس
رين سورج سان خوب رلايس مُک پر ڌاري ڪيس.

انهيءَ سنڌي ڪافيءَ ۾ ”چپاوت“ ۽ ”پلاوت“ پوربي لفظ آهن جڏهن ته رات جي بجاءِ رين ۽ سج جي بجاءِ سورج جو استعمال به ڏاڍو سهڻو ٿو لڳي، هٿي طرف مُک پر ڏاري ڪيس جي پوري سٽ به ڏاري نه ٿي لڳي.

چڏ هستي گهن مستي سڻ رمز ربابون

انهيءَ سنڌي ڪافيءَ ۾ به ”گهن“ ۽ ”سڻ“ سرائيڪي لفظ آهن جيڪي اهڙي ته خوبصورتيءَ سان استعمال ٿيل آهن جو اگرا ۽ ڏاريا نه ٿا لڳن هتان شعر جي سٽ وڌيڪ وٹندڙ ٿي لڳي ۽ ان ۾ اندروني قافيو وڌيڪ رواني پيدا ڪري ٿو.

لاشڪ آشائقن ڪي دل جو ڪتاب ڪافي
جنهن ۾ اصول اصلي لاريب لا خلافي.

بيدل سائينءَ جي انهيءَ ڪافي ۾ عربي لفظ استعمال ٿيل آهن پوءِ به شعر جي فني گهاڙيٽي ۽ خوبصورتيءَ تي ڪو به اثر نه پيو آهي ۽ علمي انداز ۾ چيل انهيءَ ڪافيءَ جو اظهار وڌيڪ اثر انگيز بڻجي ويو آهي. اهڙي طرح بيدل سائينءَ جي ڪن سرائيڪي ڪافين ۾ وري سنڌي لفظ استعمال ٿيل آهن ۽ اهو بيدل سائينءَ جو ڪمال آهي جو هن جي آڏو هر ٻوليءَ جا لفظ غلام بڻجي ويا آهن مرضي پويس ته سنڌي ڪلام ۾ سرائيڪي لفظ استعمال ڪري ۽ مرضي پويس ته سرائيڪي ۾ سنڌي لفظ.

اسان پرديسي بيڪس آهيون پريوندي آوڻ والي،
عشق دي محفل ۾ ناهي جاءِ ڪنهن هوشياري دي
چشما والڙي چال سالڪ سمجهن عشق جا ڪوڏيا.

انهن سرائيڪي ڪافين جي سٽن ۾ لفظ ”آهيون“، ”ناهي“ ۽ هڪ پوري سٽ ”سالڪ سمجهن عشق جا ڪوڏيا“ سنڌي ۾ استعمال ٿيل آهي پر ڏسو ته هنن سان ڪافين ۾ شعري رواني ۽ خوبصورتي ڪيڏي نه وڌي وئي آهي.

اسان هتي بيدل سائينءَ جي ڪلام جو مختصر جائزو پيش ڪيو آهي ۽ ان جون ڪي چند فني خوبيون بيان ڪيون آهن ۽ انهن جا به ڪي ٿورا مثال ڏنا آهن جڏهن ته بيدل سائينءَ جي ڪلام ۾ فڪري توڙي فني حوالي سان گوناگون ويچار ۽ ڪيترين ئي شعري خوبصورتيون ۽ فني خوبيون موجود آهن جن کي ڪو اهل علم، اهل فن ۽ اهل دل ئي گهرائيءَ سان پڙهي، سمجهي ۽ هيٺئين سان هنڊائي سگهي ٿو.

## حوالا


(1) ديوان بيڪس مولف: عبدالحسين شاهہ موسوي مطبوعا 1961ع.
(2) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع.
(3) بيدل جو سنڌي ڪلام: بولچندر اڄپال، مطبوعا 1950ع.
(4) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهہ موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(5) بيدل جي ڪلام جو قلمي نسخوڪاتب: فقير محمد مُحسن بيڪس 1294 هجري.
(6) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع.
(7) وحدت نامو: گلومل هرجاڻي مطبوعا 1943ع.
(8) بيدل جو سنڌي ڪلام: بولچندر اڄپال، مطبوعا 1950ع.
(9) ڪُليات بيوس: محمود شاهہ بُخاري مطبوعا 1991ع.
(10) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع.
(11) بيدل جو سنڌي ڪلام: بولچندر اڄپال، مطبوعا 1950ع.
(12) ديوان بيدل عبدالحسين شاهہ موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(13) ايضاً
(14) بيدل سائين جي ڪلام جو وڏيري دُر محمد گهمري وارو قلمي نسخو: سن ڪتابت نامعلوم
(15) فقير غلام علي مسرور جي هٿ اکرن ۾ لکيل بيدل جي ڪلام جو قلمي نسخو.
(16) انيس المساڪين عرف راحت السالڪين: قلمي: قاضي غلام مهدي نقل 1917ع.
(17) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع.
(18) بيدل جو سنڌي ڪلام: بولچندر اڄپال، مطبوعا 1950ع.
(19) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهہ موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(20) تاريخ شعرء سنڌ: فقير هدايت علي نجفي تارڪ مطبوعا 1945ع.
(21) مضمون: عشق جو اوتار بيدل پوٽار، حسام الدين راشدي مطبوعا بيدل 3.
(22) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع.
(23) بيدل جو سنڌي ڪلام: بولچندر اڄپال، مطبوعا 1950ع.
(24) تنڪره لطفي: لطف الله بدوي مطبوعا 1952ع.
(25) ديوان بيدل عبدالحسين شاهہ موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(26) تاريخ شعرء سنڌ: فقير هدايت علي نجفي تارڪ مطبوعا 1945ع.

(27) تذڪره لطفي: لطف الله بدوي مطبوعا 1952ع.
(28) پنج گنج: مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(29) انيس المساڪين عرف راحت السالڪين، قلمي: قاضي غلام مهدي نقل 1917ع.
(30) مضمون: ”مير جان الله شاهه رضوي“ لطف الله بدوي مطبوعا نئين زندگي فيبروري 1957ع.
(31) مقالو: ”دين جو جهندو حضرت بيدل سائين“ مولانا عبدالوهاب چاچڙ مطبوعا بيدل 4.
(32) تاريخ شعراءِ سنڌ: فقير هدايت علي نجفي تارڪ مطبوعا 1945ع.
(33) تذڪره لطفي: لطف الله بدوي مطبوعا 1952ع.
(34) بيدل جو سنڌي ڪلام: بولچند راجپال، مطبوعا 1950ع.
(35) انيس المساڪين عرف راحت السالڪين، قلمي: قاضي غلام مهدي نقل 1917ع.
(36) ايضاً
(37) ايضاً
(38) ديوان بيدل عبدالحسين شاهه موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(39) تذڪر مشاهير سنڌ: مولانا دين محمد وفائي ڀاڱو ٽيون مطبوعا 1986ع.
(40) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامه: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع.
(41) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(42) انيس المساڪين عرف راحت السالڪين، قلمي: قاضي غلام مهدي نقل 1917ع.
(43) ايضاً
(44) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامه: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع
(45) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(46) ايضاً
(47) انيس المساڪين عرف راحت السالڪين، قلمي: قاضي غلام مهدي نقل 1917ع.
(48) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامه: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع
(49) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهه موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(50) ايضاً
(51) بيدل جي ڪلام جو قلمي نسخو ڪاتب: فقير محمد مُحسن بيڪس 1294 هجري.
(52) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامه: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع
(53) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهه موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).

(54) ايضاً
(55) ايضاً
(56) ايضاً
(57) مضمون ”بيدل جو عبدالقادر مان قادر بخش نالو“: علي اطهر موسائي مطبوعا بيدل 7.
(58) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع
(59) تذکر مشاهير سنڌ:مولانا دين محمد وفائي ياگو ٽيون مطبوعہ 1986ع.
(60) مضمون ”بيدل فقير“ نارائڻ ڏي گرناڻي مطبوعہ 23-1922ع.
(61) تاريخ شعراء سنڌ: فقير هدايت علي نجفي تارڪ مطبوعا 1945ع.
(62) مضمون: ”عشق جو اوتار بيدل پوتار“ حسام الدين راشدي مطبوعا بيدل 3.
(63) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع
(64) بيدل جو سنڌي ڪلام: بولچندر اچپال، مطبوعا 1950ع.
(65) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع
(66) ديوان بيدل عبدالحسين شاهہ موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(67) تذڪره لطفي: لطف الله بدوي مطبوعا 1952ع.
(68) تذکر مشاهير سنڌ: مولانا دين محمد وفائي ياگو ٽيون مطبوعہ 1986ع.
(69) مقالو: ”دين جو جهندو حضرت بيدل سائين“ مولانا عبدالوهاب چاچڙ مطبوعا بيدل 4.
(70) من جي مالا: مولانا عبدالوهاب چاچڙ مطبوعہ 2001ع
(71) ايضاً
(72) راوي مولانا عبدالوهاب چاچڙ صاحب
(73) سنڌ جا اسلامي درس گاهہ: محمد جمن ٽالپر مطبوعہ 1982ع.
(74) مقالات خانائي: قريشي حامد علي خانائي مطبوعہ 2006ع.
(75) سنڌ جا اسلامي درس گاهہ: محمد جمن ٽالپر مطبوعہ 1982ع.
(76) تاريخ شعراء سنڌ: فقير هدايت علي نجفي تارڪ مطبوعا 1945ع.
(77) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع
(78) بيدل جو سنڌي ڪلام: بولچندر اچپال، مطبوعا 1950ع.
(79) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهہ موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(80) تذڪره لطفي: لطف الله بدوي مطبوعا 1952ع.
(81) تذکر مشاهير سنڌ: مولانا دين محمد وفائي ياگو ٽيون مطبوعہ 1986ع.
(82) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(83) مقالو: ”دين جو جهندو حضرت بيدل سائين“ مولانا عبدالوهاب چاچڙ مطبوعا بيدل 4.

(84) بيدل جي ڪلام جو قلمي نسخوڪاتب: فقير محمد مُحسن بيڪس 1294 هجري.
(85) ترجمو فقير عطا فولادي شر.
(86) رسالو سچل جو: مرزا علي قلي بيگ مطبوعه 1902ع
(87) ايضاً
(88) ايضاً
(89) ايضاً
(90) مضمون: ”عشق جو اوتار بيدل پوتار“ حسام الدين راشدي مطبوعا بيدل 3.
(91) بيدل جو سنڌي ڪلام: بولچندر اڇپال، مطبوعا 1950ع.
(92) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهه موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(93) ايضاً
(94) انيس العاشقين عرف راحت السالڪين، قلمي: قاضي غلام مهدي نقل 1917ع.
(95) مضمون بيدل فقير پيرو مل آڏواڻي مطبوعه 1937ع.
(96) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامه: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع
(97) بيدل جو سنڌي ڪلام: بولچندر اڇپال، مطبوعا 1950ع.
(98) تذڪر مشاهير سنڌ: مولانا دين محمد وفائي ياگو ٽيون مطبوعه 1986ع
(99) تذڪره لطفي: لطف الله بدوي مطبوعا 1952ع.
(100) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(101) تاريخي قطعات: مرزا فتح علي بيگ مطبوعا 2008ع
(102) ترجمو فقير عطا فولادي شر.
(103) مضمون ”بيدل فقير“ نارائڻ ڊي گرناڻي مطبوعا 23-1922ع.
(104) تاريخ شعراءِ سنڌ: فقير هدايت علي نجفي تارڪ مطبوعا 1945ع.
(105) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامه: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع.
(106) تذڪره لطفي: لطف الله بدوي مطبوعا 1952ع.
(107) ديوان بيڪس مولف: عبدالحسين شاهه موسوي مطبوعا 1961ع.
(108) ايضاً
(109) مضمون ”فقير قادر بخش بيدل“: رجب علي درازي مطبوعه بيدل 4.
(110) تاريخ شعراءِ سنڌ: فقير هدايت علي نجفي تارڪ مطبوعا 1945ع.
(111) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامه: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع.
(112) ايضاً
(113) اصغر سائينءَ جو ڪلام: محمد فاضل شيخ مطبوعا 1999ع.
(114) تاريخي قطعات: مرزا فتح علي بيگ مطبوعا 2008ع
(115) ترجمو فقير عطا فولادي شر.
(116) بيدل جو اردو ڪلام: اختر درگاهي مطبوعا 1997ع.

(117) ديوان سلوڪ الطالبين: ڊاڪٽر خضر نوشاهي مطبوعا 2006ع.
(118) بيدل جو اردو ڪلام: اختر در گاهي مطبوعا 1997ع.
(119) ايضاً
(120) مثنوي دلڪشا: مُرتب: نواز علي شوق مطبوعا 2005ع.
(121) مثنوي نهر البحر قلمي: ڪاتب فقير غلام علي مسرور سن 1924ع.
(122) ديون مصباح الطريقت قلمي: ڪاتب غلام علي مسرور سن 1924ع.
(123) ديوان منهاج الحقيقت: مُرتب: ڊاڪٽر خضر نوشاهي مطبوعہ 2007ع.
(124) بيدل جي ڪلام جو قلمي نسخوڪاتب: فقير محمد مُحسن بيڪس 1294 هجري.
(125) وحدت نامو مُرتب: گدومل هرجاڻي مطبوعا 1943ع.
(126) ديوان بيدل (اردو) اختر در گاهي مطبوعا 2003ع.
(127) روض عشق: مُرتب مرزا فتح علي بيگ مطبوعا 2009ع
(128) ايضاً
(129) ظهور نامہ قلمي : ڪاتب فقير محمد محسن بيڪس 1294 هجري.
(130) تاريخي قطعات: مُرتب مرزا فتح علي بيگ مطبوعا 2008ع
(131) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(132) فوائد المعنوي ترجمو فقير غلام علي مسرور مطبوعا 2001ع.
(133) سند الموحدين قلمي ڪاتب: فقير غلام علي مسرور سن 1924ع.
(134) رموز القادري = = =
(135) تقويت القلوب في تذڪرة المحبوب = = =
(136) في بطن احاديث = = =
(137) قرة العينين في مناقب السبطين ترجمو: نوشاد علي جعفري مطبوعا 2011ع.
(138) مضمون "بيدل جون تصنيفون" پير حسام الدين راشدي مطبوعا بيدل 3.
(139) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گدو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع.
(140) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهہ موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(141) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(142) مضمون "بيدل جون تصنيفون" پير حسام الدين راشدي مطبوعا بيدل 3.
(143) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهہ موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(144) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(145) بيدل جي ڪلام جو قلمي نسخوڪاتب: فقير محمد مُحسن بيڪس 1294 هجري.
(146) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهہ موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(147) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گدو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع.
(148) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهہ موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(149) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گدو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع.

(150) مضمون "بيدل جون تصنيفون" پير حسام الدين راشدي مطبوعا بيدل 3.
(151) بيدل جي ڪلام جو قلمي نسخو ڪاتب: فقير محمد مُحسن بيڪس 1294 هجري.
(152) مضمون بيدل جون تصنيفون پير حسام الدين راشدي مطبوعا بيدل 3.
(153) ديوان بيدل عبدالحسين شاهه موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(154) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(155) تاريخ سکر: مولائي شيدائي سنڌي ادبي بورڊ مطبوعا 1992ع.
(156) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهه موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(157) ايضاً
(158) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(159) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهه موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(160) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گلو مل هرجاڻي مظبوعا 1940ع.
(161) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهه موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(162) ايضاً
(163) مضمون: "عشق جو اوتار بيدل پوتار" حسام الدين راشدي مطبوعا بيدل 3.
(164) مضمون "بيدل جي دل جو ڏٽي": پير حسام الدين راشدي مطبوعا پيدل3.
(165) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهه موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(166) ايضاً
(167) ايضاً
(168) ايضاً
(169) مضمون (روهڙيءَ جا قاضي): مولانا عبدالوهاب چاچڙ مطبوعا ماهوار شريعت 1990ع.
(170) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(171) مضمون: "عشق جو اوتار بيدل پوتار" حسام الدين راشدي مطبوعا بيدل 3.
(172) ديوان بيدل عرف بيدل جي سوانح عمري ۽ سرود نامہ: گلو مل هرجاڻي مطبوعا 1940ع.
(173) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(174) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهه موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(175) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(176) مضمون بيدل جون تصنيفون پير حسام الدين راشدي مطبوعا بيدل 3.
(177) ماتيلي اوهاوڙي جي هولي: شيخ محمد فاضل مطبوعا 1992ع.
(178) ديوان بيدل: عبدالحسين شاهه موسوي 1991ع (ٽيون ڇاپو).
(179) پنج گنج ترجمو مرحوم سبحان بخش قريشي مطبوعا 1976ع
(180) ايضاً
(181) مضمون: "عشق جو اوتار بيدل پوتار" حسام الدين راشدي مطبوعا بيدل 3.
(182) چولو منهنجو چڪ ڀر: هري دلگير مطبوعا 1990ع.
(183) مضمون: "عشق جو اوتار بيدل پوتار" حسام الدين راشدي مطبوعا بيدل 3.

# ماخذ

ب: بيڪس سائينءَ جو لکيل قلمي نسخو.
ق: قاضي غلام مهدي جو لکيل قلمي بياض.
غ: غلام علي مسرور جو لکيل قلمي نسخو.
گ: گورڌنداس سوپاٽي وارو قلمي نسخو.
س: سڪري عثمان جو لکيل قلمي بياض.
ن: نور محمد آخوند جو لکيل قلمي بياض.
ع: عبدالرحمٰن خانگڙهي وارو قلمي نسخو.
ه: هرجاٽي گدومل جو ڇپيل ڪتاب ”ديوان بيدل“.
ر: راڄپال بولچند جو ڇپيل ڪتاب ”بيدل جو سنڌي ڪلام“.
م: موسوي عبدالحسين شاهه جو ڇپيل ڪتاب ”ديوان بيدل“.
ا: انصاري گل محمد جو ڇپيل ڪتاب ”ڪلام بيدل“.

# وحدت نامو

1. هستيءَ کي "همہ اوست" ۾ ڪيو گم جَنين،
ڏِٺو ترت ٿنين، اکين شُعاع شهود جو.

2. هستيءَ کي "همہ اوست" ۾ جنين گُم ڪيو،
تنين[1] تُرت پيو، آچوڙو اِثبات جو.

3. هستيءَ کي "همہ اوست" ۾ جنين ڪيو گُم،
تنين تي آگم، اچي ٿيو اِثبات جو.

4. هستيءَ کي "همہ اوست" ۾ جنين ڪيو فاني،
تن تي عياني، اچي ٿي اثبات جي.

5. هستيءَ کي "همہ اوست" ۾ ڪيو جن فَنا،
چيو تن اَنا، حالت ۾ حلاج جي.

6. حالت جا حلاج جي سمُورو[2] آهہ سوزُ
سدائي سُوريءَ تي نِيهَن جو نو روز
رندي رازُ رَمُوزُ، ڪنهن کي سَلِن ڪينڪي.

7. حالت جا حلاج جي سمورو آهہ سُوزُ
مَردن ۾ منصُورُ، ڪو ڪو لِيئي[3] ڪاٿهين.

(1) تن (م) (2) سموري (م) (3) ٻُجهي (هہ)

8. حالت جا حلاج جي مُحمدي معراجُ
سالڪن سرتاج، مستيءَ ڪون منصور ٿيو.

9. حالت جا حلاج جي اُونهون هي اسرارُ
اچي اُلوهِيتَ جو بِرههَ اُٿايو بارُ
ڪنهن ڪنهن ڪلادار، ڪَلَ پوي هن ڪُنه[1] جي.

10. حالت جا حلاج جي رَبُو بيت رازُ،
حقيقت مجازُ، ايڪائيءَ ۾ ايڪُ ٿيا.

11. ايڪائيءَ ۾ اَيڪُ ٿي معنيٰ ۽ صورت
اچي "احديت"، دُوائيءَ کي دُور ڪيو.

12. ايڪائيءَ ۾ ايڪُ ٿيو اچي جان جِسم،
ويئي ريت رسم، وحدت سندي ويڙهه[2] ۾.

13. ايڪائيءَ ۾اَيڪُ ٿي سيائي صفاتِ،
دين ڪُفر نابود ٿيو طئي ٿي طلسمات،
دُور ڪري درجاتِ، مڙيائي مُحيط ٿيو.

14. ايڪائيءَ ۾ ايڪُ ٿيو سيو ڏوهه ثوابُ
هستيءَ جو حجابُ، "همه" منجهه هِجِيُ[3] ويو.

---

(1) ڪُن (م) (2) وِير (ر) (3) هنجي (م)

15. ايڪائيءَ ۾ ايڪ ٿيو بيرنگي ۽ رنگُ
وحدت ۾ زائل ٿيو دُوائيءَ جو زنگُ
مُلان ۽ مَلنگُ، حقيقت ۾ هڪ[1] ٿيا

16. حقيقت ۾ هڪ ٿيو موسيٰ ۽ فرعونُ
لوڙهي ڇڏيو[2] لونُ، لَهرُن همه اوست جي.

17. حقيقت ۾ هڪ ٿيو ڪُفر ۽ ايمانُ
مظهر موليٰ پاڪ جي هندو مسلمانُ
تارا ڪيا تالان، سُورج سندي سوجهري.

18. حقيقت ۾ هڪ ٿيو اڇو ۽ ڪارو
نِينهن هنيو نعرو، هر مظهر ۾ هيڪڙو[3].

19. حقيقت ۾ هڪ ٿيو نُوري ۽ ناري
دين ڪُفر آهن ٻئي[4] هڪ وڻ جي ٽاري
حاذق هُشياري، رکِين[5] انهيءَ رموز جي.

20. حقيقت ۾ هڪ ٿيو بيراهي ۽ راهه
"خلق الاشياء فهو عينها" ڏاهن ڪانهي ڏاهه،
عارفن آ گاهه، اونهي هِن اسرار جي.

(1) هيڪ ٿيا (م) (2) ڇڏيون (م) (3) هڪڙو (م) (4) چڻ هڪ (م) (5) رکن (غ) (م)

21. اُونهي هن اسرار جي جن کي پئي ڳَل
لنگهي خوف خلَل، آيا مُلڪ اَمانَ ۾.

22. اُونهي هن اسرار جي جن کي پئي ڏاهَ،
"لهم البشريٰ في الدنيا ولآخرت" هِت هُت صحت ساھ
ڪاڏي ڪرن ڪاھ، جو مڙيو ئي مشاهدو.

23. اُونهي هن اسرار جي جنين پُرجهي مامَ،
"لاخوف عليهم ولا هم يحزنون" آيا ۾ آرام،
عارف ٿيا عَلام، بيخودي بابُ پڙهي.

24. اونهي هن اسرار جو جن تي کُليو دَرُ
جاڏي ڪن نظر، تاڏي پسن پرينءَ[1] کي.

25. اُونهي هِن اسرار جي جِني ڏٺي جُوءِ
حيرت ۾ پيا هُوءِ، پسي موج محمدي.

26. پَسي موج محمدي هاتِڪَ ٿيا حيرانُ
"من راني فقد راي الحق" ساڳيو ئي سُبحانُ
مِڙيوئي مهربانُ، صورت سڀ سمائيو[2].

27. پَسي موج محمدي جَبُروتن ڪيا[3] جوشَ
معنوي مدهوش، لاهُوتُون لنگهي ويا.

---

(1) پِرَ (م) (2) سمايو (م) (هـ) (3) کي جوش (م) (هـ)

28. پَسي موج محمدي قطرو ٿيو قُلزم
"عرفت ربي بِرَبي" مستي ٿي مُحڪم
رکيو قرب قدم، بيراڳن باهوت ۾.

29. پَسي موج محمدي وُجُودون ويا،
"انا رب انا محمد" انهي پنڌ پيا،
جوڳي مَري جيا، هَيرڪ جي ماهُوت جا.

30. پَسي موج محمدي مستي ٿين مُقامُ
آديسن آرام، اچي ٿيو اِثبات ۾.

31. اچي ٿيو اِثبات ۾ ڪاپڙين قرارُ
"هوالاول ولآخر والظاهر ولباطن" سدا برهه بهارُ
جاڏي ڪن نهار، تاڏي وستي[1] ويجهڙي.

32. اچي ٿي اِثبات ۾ جوڳيئڙن جي جُوءِ
"اذا تم الفقر فيڪون عيشت ڪنفس الله"[2] خاصن خاصي خُوءِ
رِندن سندي رُوءِ، چمڪي چوڏس چنڊ جان.

33. اچي ٿيو اِثبات ۾ مستانن[3] جو ماڳُ
رَبُوبيءَ جو راڳُ ڪَن رِيءَ سناسن سُڻيو

---

(1) وسؤن (ق) (2) اذا تم الفقر فيڪون عينه ڪنفس الله (م) (3) مشتاقن (م) (هه)

34. اچي ٿي اِثبات ۾ آديسن اوطاق
”وجوه يومئذ ناظرت الي ربها ناظرتہ“، پلپل پسن پاڪ
بيراڳي بيباڪ، عنصر ڪون آزاد ٿيا.

35. اچي ٿيو اِثبات ۾ اُن جو اوتارو
نانگا نظارو، سدا ڪن سُبحان جو.

36. سدا ڪن سُبحان جو نظارو نيهي
وٺون تن ويهي، سُورَ پِرائي آءُ تون

37. سدا ڪن سُبحان جي واڍوڙيا واڪاڻ
”من احب شيأ اڪثر ذڪره“، عشق اهو اُهياڻ
رِندي رمز رهاڻ، سُٺي سوز پراءِ تون.

38. سدا ڪن سُبحان جو ذڪر منجهارون ذوق
”من ارادان يجلس مع الله فيجلس مع اهل تصوف“ پُڇ[1] انهن[2] جي جهوڪ
لِڪِي منجهان لوڪ، ڪا لَنو لائج اُن سين

39. سدا ڪن سُبحان جي منجهان پِرت پَچارَ
”وما ينطق عن الهويٰ“ عارف ان آچار
تنين جي تنوارَ، جڏا روح جياريا.

---

(1) پس (ق) (2) اُن جي (م)

40. سدا ڪُن[1] سبحان جي وسوڙيل وائي
تنين کون جائي راحت رسي رُوح کي.

41. راحت رَسي روح کي تنين کون تڪرار
"فاصبح مع الله من صحب الله" گوش ڪجان گُفتار
سامي[2] ۾ سنسار، وسي اُتي[3] واهرُو.

42. راحت رسي روح کي ان جي پسي جُوء
"تعرف في وجو ههم نضرت النعيم" سنلن روشن رُوء
خاصن جي خوشبوء، مون مَنُ مسْتانو[4] ڪيو.

43. راحت رسي روح کي سُٺي راز سندونِ
اُتي اوتارونِ جِتي رنگُ نہ رُوپَ ڪو.

44. راحت رسي روح کي سُٺي ڳالھ سندين
"فرحين بما آتيناهم الله من فضله" جميعت ۾ جالين
ڪينو اٿن ڪين، ھمہ کي حق چوَن.[5]

45. راخت رسي روح کي انهن جي آئي
هليا ڦيرائي، هوڪو ھمہ اوست جو.

46. هوڪو ھمہ اوست جو سُٺج ساڻ يقين
"اينما تولو فثم وجه الله" حق رِيءُ آهي ڪين
فرق ڪفر ۽ دين، بيشڪ بهانو اُتهين

(1) رڪن (غ) (2) سامين (م) (3) اُتي (هہ) (4) مستان (م) (5) چون جي (م)

47. هوڪو همہ اوست جو سُٽج ڏيان ڏري
"الا ان بڪل شيءِ محيط" پرين ناهہ[1] پَري
تو سهسين ويس ڪري سيوئي آهہ سُپرين.

48. هوڪو همہ اوست جو سُٽي تيءُ هوشيار
آٽج هي اعتبار جو حق ريءَ آهي ڪينڪي.

49. هوڪو همہ اوست جو سُٽي رک ويساهہ
"وهوالله في السمٰوٰت والارض" هرجا آپ الله
ايهــو[2] شاهنشاهہ، اولي عبديت جي.

50. هوڪو همہ اوست جو ٻڌي ٻَڌ ڪمر
نِيهون ڪر نظر جو مڙيوئي محبوب آ

51. مِڙيوئي محبوب آ تِرِ جو نانهن تفات[3]
ڪُل شيءِ هوالله صاحبَ ياتُون يات
اچي تيو اِثبات جاڏي ڪاڏي سُپرين.

52. مڙيوئي محبوب[4] آ، نانهن تفاوت تِرَ
"لاموجود الاهو" خاصَن هيءَ خبر
آهہ ساروئي سِرُ صورت هن سنسار جي.

53. مڙيوئي محبوب آ تنهن[5] ۾ ناهہ فرق
غازي غير غرق ڪري سمجهہ سِرُ تون.

(1) نہ آهہ (م) (2) اُوهو (م) (3) تفاوت (هہ) (4) جو (م) (5) تن (غ)

54. مـڙيـوئي مـحـبـوب آ سدائي سڀ پار
”ولاسم الا وجود واحد“ صورت سهس[1] هزار
جامان سؤ جنسار، پهريندڙ هڪ پرين.

55. مـڙيـوئـي مـحـبـوب آ، مشتاقن مقصود
سدا حق موجودُ، همہ کي هڪ ڄاڻ تون.

56. همہ کي هڪ ڄاڻ تون تنهن ۾ شڪ نہ آڻ[2]
”ذالک الکتاب لاريب فيه“ هرجا حق سڃاڻ
جاڏي ڪاڏي ڄاڻ، موجودي محبوب جي

57. همہ کي هڪ ڄاڻ تون تنهن ۾ آڻ نہ شڪ
”کان الله ولم يکن معہ شيءِ“ اهو پڙهہ سبق
هيڏان[3] هوڏي حق، ٻولي ناهي ٻي سندي

58. همہ کي هڪ ڄاڻ تون شايق ڇڏ[4] شِرڪ
مَوَحِدنِ مَرڪ، آهي رَهَتِ راز جي.

59. همہ کي هڪ ڄاڻ تونِ وحدت سُڻ وائي
پرين آهي پَڙِرو پسَن[5] ويساهي
ٻوڙِج ٻِيائي، انهيءَ بَحرَ عميقَ ۾.

---

(1) سهسين (م) (2) ڄاڻ (م) (3) هيڏانهن هوڏانهن (م) (4) ڇڏي (م) (5) پسڻ (غ)

60. همہ کي هِڪُ چاڻ تون همہ هِڪُ آهي
"لا" سين چڏ لاهي خام خوديءَ جا خطرا.

61. خامِ خوديءَ جا خطرا "لا" سين سيئي لوڙهہ
فِڪرَ ترازي هٿ رکي خيال طلب جو تور
خيما بِيئي کوڙ، نفيءَ کون اِثبات ۾.

62. خام خوديءَ جا خطرا نفيءَ سان ڪج ناس
"وهو معکم اينما کنتم" پرين تنهنجي پاس
فکر فنا رک راس تہ اوڏو تئين اِثبات کي

63. خام خوديءَ جا خطرا، عاشق ڪج عدم
قُرب پار قدم، خوديءَ رِيءَ ڪٽج تون.

64. خام خوديءَ جا خطرا مڙيئي ڪج مات
"ولنحينه حيوات طيبتہ" مري تيءُ حيات
نفيءَ کي اثبات، لاشڪ آهي اوڏڙي.

65. خام خوديءَ جا خطرا اُتيِّ[1] ڪَج نابُود
سالِڪ تنهنجو سُود نفيءَ ڏاران نانهن ڪو.

66. نفيءَ ڏاران ناهہ ڪو سالڪ سُودُ سندو
"عد نفسڪ من اصحاب القبور" پوڙا تو نہ پُٽو
لا ۾ منجُهہ[2] لتو، آديسن اِثبات جو.

---

(1) سگهو (هہ) (2) هنج (هہ)

67. نــفـــيءَ ڏاران ناهه ڪا مُورُون منفعت
”دع نفسک وتعال“ جي ٻُڌج ٻجهارت
اَٿي اِشارت، نفيءَ ۾ اِثبات جي.

68. نفيءَ ڏاران ناهه ڪو چنچل پيو چارو
”ووجدک ضالاً فهديٰ“ سمجهج اشارو
مَارج نقارو، نَفي ٿي اِثبات جو.

69. نفيءَ ڏاران ناهه ڪا، ويراڳي ٻي واٽ،
سامئيڙا سِرَ ڪاٽِ، تہ اوڏو ٿئين اثبات کي

70. نفيءَ ڏاران نہ ٿئي وحدت ساڻ وُصولُ
لهين قُرب قبولُ، مرڻئون اڳي جي مرين

71. مرڻئون اڳي جي مرين تہ موٽي ڪونهي مَوتُ
”ان اولياء الله لايموتون“ فاني ٿين نہ فوت
جوڳين سندي جوتِ قائم آهہ ڪونين ۾

72. مرڻئون اڳي جي مرين تہ مُئو چوندءِ ڪين
”ولا تقولو لمن يقتل في سبيل الله“ سڄ ساڻ يقين
قرب دار ڪڏي نہ، محبت وارو ماتِ ٿئي.

73. مرڻئون اڳي جي مرين تہ چوندءِ ڪين مُئو
”المومن حي في الدارين بل احياؤ عند ربهم“ سامي تونہ سُئو
جو ڏرو آهہِ ڏئو، سو هميشہ حيات آ.

74. مرڻئون اڳي جي مرين تہ تئين نِسهرو نُورُ
مرڻ جو مَذڪورُ ڪڏهين ڪَنين نہ سُڻين.

75. مرڻئون اڳي جي مَرين تہ باقي رهي ذات
هميشہ حيات، مردَ نہ مَرنِ ڪڏهين،

76. مَــرد نــہ مَــرن ڪڏهين هو جي تيا حق
”اجسادنا واروحنا اجسادنا“ سڪج هي سبق
انڊا آڻِ نہ شڪ، حياتيءَ ۾ هن جي.

77. مَــرد نــہ مَــرن ڪڏهين ڪُوپا هن قائم
هَمَ مرين تہ گرو مَري ڏولهہ مارِن دَمَ
ڏيهِيءَ رِيءَ دائمُ، حاضر هن هرجاءِ تي.

78. مَرد نہ مَرن ڪڏهين ديهي هوءِ نہ هوءِ
”فسبحان الذي بيده ملڪوت ڪُل شيءِ“ جو چاهي تئي سوءِ
جو ديهِيءَ گون هَٿَ ڏوءِ لڪين ديهون اُنَ جون.

79. مَرد نہ مرن ڪڏهين جن الڪَ ڪيو اثبات
ٻي جِهتِ ۽ جهاتِ سَيرُ سيوئي ان جو.

80. مرد نہ مَرن کڏهين جي ساڳيو ٿيا سُبحان
عالمَ تي احسان ڪوڙين ڀيتين اُن جو.

81. ڪوڙين ڀيتين اُنَ جو مٿي خلق رَحمُ
نالي ڳڏي ان جي وڃي گوندر غم
اُڃن لئہ آگم آهہ عنايت اُن جي.

82. ڪوڙين ڀيتين اُن جو عالم تي انعام
نالي ڳڏي اُن جي جيءُ جُسي آرام
جُنگَ پيارن جامُ سندو عشق اُڃين ڪي.

83. ڪوڙين ڀيتين اُن جو لطفُ مٿان لوڪ
ساهہ سَهائو نہ ٿئي جان جان قُري قوڪ
جُنگن سندي جهوڪ رُوحاني رڙهيج تون.

84. ڪوڙين ڀيتين ان جي رَهينِ تي رحمت
نالي ڳڏي اُن جي ضايع ٿئي زحمت
مَيٽي مُصيبت اڪر لڪن عيش جو.

85. ڪوڙين ڀيتين اُن جا هٿ مٿي هِيٺن
ٻنهي جهانن هُو وَيچارن واهُرُو.

86. هُــو ويــچــارن واهــرو مســكينن مدد
”لــو اقــسـم عـلـي الله لابره الله“ لاهوتي لارد
پڇ لڳ چڏن نہ پانهنجا سندن هي عهد
توڙي بلڪل بَد تہ بہ در آئي داد لهي.

87. هُــو ويــچــارن واهــرو مساكينن ماڻ
”يمحوالله مايشاء ويثبت“ آڏوتن اُهياڻ
ڪِڍ تنين جي ڪاڻ تہ وسُنوَ[1] ڪي ويجهو ٿئين.

88. هُــو ويــچــارن واهــرو مســكينن ملجاءِ
وڃي آڳهہ ان جي سُوَر سيئي سَلجاءِ
ٿَنهن رتيءَ[2] سان رلجاءِ جا پٽِي پرينءَ جي پير جي.

89. هُــو ويــچــارن واهــرو يــتــيــمن يــاور
تُرت رسن تڪ تار ۾ دانا دلاور
اهڙا اڪابر ماندن لئہ موليٰ مُڪا.

90. هُو ويچارن واهرو شارڪ ڇڏ تون شڪ
هاهُوتي ٿيا حق نالي آهن آدمي.

91. نــالــي آهن آدمي نہ تہ معنيٰ ۾ موليٰ
سُجاڻڻ سامين جو عبادت اُوليٰ
اولا ٿين سولا سدا هٿئون هن جي.

---

(1) وستيءَ (هہ) (2) رتيءَ (م) الف

92. نـــالـي آهــن آدمي نہ تہ آديسي اسرارُ
سمجهي سِرُ سامين جو ڪُوپو ڪلادارُ
ادا رک اعتبار تہ اُهُون پروڙين ان جو.[1]

93. نـــالي[2] آهــن آدمي نہ تہ آديسي اقال
"تخلقوا باخلاق الله" ہي ڪا چلن نہ[3] چال
نانگا سدا نِهال هِت هُت جوڳي جيئرا.

94. نـــالـي آهــن آدمي نہ تہ سراپا سُبحانُ
"الانسان سري وانا سره" مَردن هي مڪانُ
بَرتر آهہ بيان تنين جو تقرير کُون.

95. نـــالـي آهــن آدمي نہ تہ سامي سِرُ سارو
نانگن جو نعرو لنگهي ويو نوڪنڊ کون.

96. لنگهي ويو نوڪنڊ کُون غازين جو غوغاءُ
"من عروج الروح يهتزالفلڪ" سناسين ثناءُ
شهودن شعاع عرش مٿارون اُپريو.

97. لنگهي ويو نوڪنڊ کُون مردن جو مقام
"لايسع فيه ملڪ مقرب" اهو تنهن انعام
پوءِ سناسين سام پورب سندي پنڌ ۾.

(1) آهون پروڙين ان جون (م) (2) آڪال (م) (هہ) (3) چلي (م)

98. لنگهي ويو نوڪنڊ ڳون سڄاسين جو سيرُ
جاتي سندن جهوپڙا[1] تاتي پڪيءَ نہ پيرُ
ڪاپڙين ريءَ ڪيرُ هلندڙ ٿئي هاهُوت ڏي.

99. لنگهي ويو نوڪنڊ ڳون نانگن سندو نِشانُ
نَفي ۽ اثبات ڪون پَري پيَن پَرياڻ
پاڻئون پلِيَ[2] پاڻ آديسي آرام ٿيا.

100. لــنــگهـي ويــو نـوڪنڊ ڪون پانديئڙن پروازُ
اَلستي آواز، سُڻايائون سُنگ ڪي.

101. سُــڻــايــائــون سنگ ڪي "لا" واريون لاتيون
بيراڳن باهُوت ۾ جَهاتيون جي پاتيون
ڏِيهان ۽ راتيون هلندڙ هن هَاهُوت ڏي.

102. سُـــڻـــايـــائـــون سنگ ڪي لطيفي ڪي لات
سُٽي سَي پاسي ٿيا پاڻ ڪنان پرڀات
مرڪيون مقالات پُورا ڪن پُورب جي.

103. سُڻايائون سنگ ڪي ڳالهيون سنديون ڳُجهہ
لاهوتين ڪي ڪا هُئي لَنءَ لَنءَ اندر لُڇهہ[3]
جنهن جي سُجهہ نہ ٻُجهہ تاتي ڪيائون تڪيا.

---

(1) جهوپڙي (غ) (گ) (هہ) (2) پاسي (م) (3) لُڇ (غ) سڇهہ (هہ)

104. سُـــٽـــايـــائـــون سنگ کي سندي رازَ رِهاڻِ
”الفقر لايحتاج الاالله“ ڪنهن جي ڪين نہ ڪاڻِ
عَبديت جي آڻِ ڪِين جهليا سَي ڪاپڙي.

105. ســـــٽـــايـــائـــون ســنـگ ڪـي ربـوبـيـت رازُ
سامين پيچي ساز سُر سهيون ڪيو سِر جو.

106. سُر سهيون ڪيو سر جو ساز پيچي سامن
تارون چني تن جون گيت عجب ڳائن
ڪَنَ رِيءَ سُيو تَن انحد جي آواز ڪي.

107. سُر سهيون ڪيو سر جو خاصَن[1] چڏي خواب
انحد ۾ آنند ٿيا چُٽا ڪان عذاب
راڳيندن رباب پيچي تان پورا ڪيو.

108. سُـــر سهيون ڪيو سر جو راڳيندن مون رس
”انا انت فاين انا“ اهو عيش اخص
ڪو مامَ پَرُوڙي مَسَ انهيءَ راڳ رهاڻ جي.

109. سُـــــر سهيون ڪيو سر جو مَستانن مري
”السماع معراج الاولياء“ موٽيا ماڳ وري
سَندنِ ذوق ذَرِي اَنحد ساڻ اَپار ٿي.

110. سُـــــر ســهـيـون ڪـيـو سـر جو ڏِٺو جن جمال
ڏنو تن ڪلال سُرڪو سوز گداز جو.

(1) خاص (م)

111. سُــرڪو سوز گُداز جو جَيڪي پين جُنگَ
سُوليءَ متي سنيريا چَڙِي پَٽَ پلنگَ
نيهي چَڙِي نَنگ ناسوتون نڪال ڪيو.

112. سُــرڪو ســوز گُــداز جو رندن پيتو راس
قدمن تلي سِرُ ڌري چڙهيا او آڪاس
بَي سِريءَ جي باس[1] اَچَي ٿَن جي ٿَنَ مون.

113. سُــرڪو ســوز گُــداز جو جنين پيتو جالُ
قدمن تلي سِرُ ڌري چَلن اُلٽي چال
خوديءَ ڪان خيال پَلِي پراهون ويا.

114. سُــرڪو ســوز گُــداز جو جوشون پيتو جن
قدمن تلي سِرُ ڌري وِڪَ وڌائي ٿَنِ
بَي سِريءَ جو بَن لنگهي لاهوتي ويا.

115. سُرڪو سوز گداز جو پيو جهل تنهنجو تاب
بي سِريءَ جو بابُ پڙهي پڙهيو وسار تون.

116. پڙهي پڙهيو وسار تون اناالحق جي اور
”ففڪرڪ فيڪ يڪفيڪ“ تُرج اها ٿور
چڙِي دوئي دور ڪُنهَہ پَرَوڙِج پانهنجو.

---

(1) بانس (م) (ھ)

117. پَڙهي پڙهيو وسار تون اناالحق اکر
”اقراء کتابک“ سندو سُوجهي لَهج سِرُ
ٻَي کنهن پارِ نہ پُرَ پاڻ پروڙج پاڻ ۾.

118. پَڙهي پڙهيو وسار تون اناالحق اسرارُ
”هل في الدارين غيري“ آڻِ ايهو اعتبارُ
پَيهي ڏِس ٻَاتار تہ پاڻ پَرُوڙين پانهنجو.

119. پَڙهي پڙهيو وسار تون اناالحق حرف
حقيقت سان هِڪَ ٿيءُ ڇڏي نَحُو صَرف
شاهي پاءِ شرف دوئائي دور ڪري.

120. پَڙهي پڙهيو وسار تون عِلمُ اناالحق جو
ساڳيو آهين سو ڳولا ڪرين جنهن جي.

121. ڳولا ڪرين جنهن جي سو تون آهين پاڻ
پاڻ ڪَنان پاسي ڪيو توکي تنهنجي ڄاڻ
پنهنجو پاڻ سُڃاڻ تون تان ناهين آدمي.

122. ڳولا ڪرين جنهن جي سوئي تون سُلطان
پَيهي پَس تون پاڻ ۾ پنهنجي سُونهن سُڃاڻ[1]
ناحق ٿيو نادانُ لِيا وجهين لوڪ ۾.

(1) سڃاڻ (م)

123. ڳولا ڪرين جنهن جي ساڳيو سو تون سِر
پاڻ نہ پسين[1] پانهنجو بيبيو[2] وتين بِرُ
گهير اهوئي گِهرُ تہ ملين تون مطلوب کي.

124. ڳولا ڪرين جنهن جي ساڳيو تون سوئي
جي پاڻ پروڙين پانهنجو ناهين ٻيو ڪوئي
هي هُو هِڪوئي سَڏ پڙاڏو سمجهہ تون.

125. ڳولا ڪرين جنهن جي ساڳيو تون مطلوب
خوبن کون آهين خُوب جي تون پسين پاڻ کي.

126. جي تون پسين پاڻ کي لوڙهي لَعبُ لَهوُ
معنيٰ جي مهرياڻ ۾ ٽئين محض مَحوُ
ڇڏي صرف نَحوُ پڙهين ورق وجود جو.

127. جــي تــون پــســين پــاڻ کي ڇڏي فِقِہَ فندُ
ڪَنزُ قُدورِي جو ڪڍي مول نہ پُڇين پندُ
لوڙهي لهين رندُ پاڻ منجهارون پانهنجو.

128. جــي تــون پَسين پاڻ کي رويت رُوحاني
اُڇلي وِجهين آڳ ۾ منطق معاني
بِرهہُ نہ ٽِڪي بانِي قُطبي مطول سندو.

---

(1) پسيءُ (م) (2) بيبيون (م) بنيو (ق)

129. جي تون پَسين پاڻ کي جيئن[1] ڪيئن پسڻ آءِ
تلويح ۽ توضيح جي تاتي ناهي جاءِ
اَصُولن جي عقل ۾ هي سِر ڪين سماءِ
وَصُولن وٽاءِ سُٺي سمجهه ڳالهڙي.

130. جي تون پسين پاڻ کي تہ پيءُ جِهلَ جو جَامُ
هُو جا عبادت عَامُ، سا صوفيءُ ڏوهه نِسُهرو[2].

131. صــوفــيءُ ڏوهــہ نسـهـرو عبادت عامن
خبر نہ خامن پختن جي پروڙ جي.

132. سمهڻ ۽ ستون ڪرڻ صوفيءَ ۾ نہ سماءِ
جوڳين ڪين جُڳاءِ ڏاران جوڳ جڳت جي.

133. صُوفي سُوليءَ هَليا عاشق عيد نہ ڪَنِ
آهي سَندو تَنِ سَهُو سوز گُداز جو[3].

134. صُوفي سُوليءَ هليا عيد نہ مچن اُو
بيراڳن مون بُو سدا اچي سوز جي.

135. صُوفي سدا سوز ۾ عاشق پُچن نہ عيد
طالب رِيءَ توحيد ٻولي ٻولن ڪانہ ٻي.

(1) جنهن ڪنهن (م) جيئن ڪي (هہ) (2) نسورو (هہ) (ق) (3) سان (م)

136. صوفي سدا سوز ۾ وڄج سندن ويراڳ
اُونهون جو اَجھاڳ پيهي تنهن پاتال ويا.

137. صوفي سدا سوزَ ۾ منجهن وِرهہ وٺاڻ
عشق سندن اُهڃاڻ سپ دم جالن[1] درد سان[2].

138. صوفي سَدَ ڦٽي ڪري سَمايو ۾ سِڪَ
وحدت بنا وِڪَ ڪاڏهين ڪٽي ڪانہ ڪا.

139. صُوفي چائين پاڻ کي وجي پاڻ وڃاءِ
اِثباتيءَ جي آءِ نيهي خبر ناهہ ۾.

140. صُوفي چائين پاڻ کي پاڻ وِڃائي ويهہ
سُورنِ[3] سان ڪر سيهہ پِي کہ سُرڪو سوزَ جو.

141. صُوفي ڪٽن نہ پاڻ سان سُورن رِيءَ سَمَرُ
پَيو تن ساب سفر کهيا جي ڪين ڪٽي.

142. صوفيءَ سانديو ساهہ ۾ وحدت جو ويساهہ
سندس ساهہ پساهہ سمائي[4] نہ سَرِيرَ ۾.

143. صوفي سريرون ويو صورت هَدِ نہ سَماءِ
اَحديت ۾ آءِ، بَيِنڪَ بيہ اڳن جي.

---

(1) جالن (غ) (2) سين (ق) (3) سُوريءَ (م) (هہ) (4) سمائيندو (هہ)

144. صوفي سهس[1] رنگ ۾ آڻي سمايو
لاحديءَ لايو تماشو هر طُورَ ۾.

145. تماشو هر طُورَ ۾ صوفيءَ سندو آءِ
"الصوفي مع الله في كُل مكان" هو حاضر هرجاءِ
حد بي حد سَماءِ صوفي سيرُ صفات ۾.

146. تماشو هر طور ۾ صوفي جسم جهات
"الصوفي الذي لايُعدم بعد وجوده" اچي ٿيو اثبات
اول آخر ذات وچون اَولو عبد هو[2].

147. تماشو هر طُورَ ۾ صُوفيءَ جو سِر جوش
"اقطع القارين فعل الصوفين" خودي کون خاموش
جان جان هوندو هوش تان تان پسڻ کون پري.

148. تماشو هر طُور ۾ صوفيءَ جو سامانُ
جيکي پسَن[3] پاڻ ۾ سوئي منجهه جَهانُ
بانکو بي نشان ماري دَمُ اِثبات جو.

149. تماشو هر طور ۾ صوفي سدائي
پوڙي پيائي همه کي حق چوي.

150. تماشو هر طور ۾ صوفيءَ جو صد بارُ
کري ڌڙ سِسيءَ کون ڌار پڇيائين پوءِ پُورب کي.

151. بيدل جا هي بيت تلقين رباني
کري عياني چڏئين راز رندن جو.



(1) سهسين (م) (هه) (2) جهه (م) (3) پسين (هه)

# نرائض صوفيہ

1. ڪوٺائين تو ڪَلمہ گو ڪلمون پڙهڻ سِڪُ
فِڪر جي ڦرهيءَ اُتي ”لا“ جو اکر لِڪُ
معنيٰ واري مِڪُ، حرفن مون هٿ آڻ تون.

2. ڪوٺائين تو ”ڪلمہ گو“ پُرجهي ڪلمون پڙهہ
فِڪر جي ڦرهيءَ اُتي ”لا“ جو لِڪُ اکرُ
مَرٺان اڳي مَرُ، تہ مانجهي مسلمان ٿئين.

3. ڪوٺائين تو ”ڪلمہ گو“ ڪَلَ ڪلمي جي ڪولِ
همہ ڪي حق چاڻ تون پُلَ نہ ٻي ڪنهن پولِ
وِرسيا نِتُ وَرولِ نفيءَ ۾ اثبات ڪي[1].

4. ڪوٺائين تو ”ڪلمہ گو“ لهہ ڪلمي جي ڪَلَ
طلب جي تلوار کي سِڱَ جي هَڻُ صيقلَ
عبديت جي الَ، لا سان ”لاهہ“ وجود تئون.

5. ڪوٺائين تو ”ڪلمہ گو“ گِهرُ ڪلمي جي گهير
وجِڻ لاءِ وُجودَ جي پيرُ نفيءَ جو پير
شائق آهين شير هستيءَ کي هٽاءِ تون.

6. ڪوٺائين تو ”ڪلمہ گو“ ڪلمون نيئي ڪَماءِ
”لا“ هيئنئين سين لاءِ تہ اوڏو ٿئين اِثبات کي

7. ڪوٺائين تو ”ڪلمہ گو“ ڪلمون پَيهي پَسُ
خطرا خيال عَبث ”لا“ سين سڀ لُڙهاءِ تون.

---

(1) نفيءَ کي اثبات ۾ (م)

8. ”لا“ جو ڪِنهون هٿ ڪري جنگِ جسم سان جَوڙِ
نفيءَ واري ”نِئَن“ ۾ وَجي ٻيائي ٻوڙِ
سَالڪ سَڳو سَورِ نيهي اُتي نانهن جو

9. ”لا“ ٻو ڪِنهون هٿ ڪري لڙائي ڪا لاءِ
”وَجاهدُو في سبيله“ جوش جِيئُون جاڳاءِ
پيرُ تون پڙَ ۾ پاءِ سانگو لاهي سِرَ جو.

10. ”لا“ جو ڪنهون هٿ ڪري جوڙ جسم سان جنگ
نفيءَ واري نِئَن ۾ ناميان پؤ نسنگ
رَچ رُوحاني رنگ پاڻون پاڻ پري ڪري.

11. ”لا“ جـــو ڪِنهون هٿ ڪري جسم سان تون جهيڙ
وِساري وجود کي پيرُ نفيءَ جو پير
گِهرُ فَنا(1) جي گهير تہ اوڏو ڏئين اِثبات کي.

12. ”لا“ جو ڪِنهون هٿ ڪري جهبڙج جسم ساڻ
”فضل الله المجاهدين علي القاعدين درجتہ“ پُرزا ڪجاڻ پاڻ
چاڻَ وجائي چاڻ نفيءَ ۾ اِثبات کي.

13. ”لا“ جو ڪِنهون هٿ ڪري جهيڙج ساڻُ جسم
ڇڏي رِيت رَسم، ماهِرُ ٿيءُ مُحيط ۾.

14. ”لا“ جو ڪِنهون هٿ ڪري اُتي مانحهي مَلَ
ڪري حيدري هُلَ، خيبر خوديءَ جو پٽي.

15. اِلاالله اِثبـات ڪـر نَيـهـي ٿـيءُ نـابُـودُ
تارن سندو تاب ويو پَسي شمس شهود
ساجِدُ ۽ سُجودُ، مَحوِ ٿيو(2) مَسجودَ ۾.

(1) نفيءَ جي (م) (ر) (2) ٿيا (م)

16. اِلاالله اِثبات ڪر اهو آ اسلامُ
طالب ڇڏ تفرقو اچي وٺ آرامُ
معبودي جي مامر، نفيءَ سان نروار ٿئي.

17. اِلاالله اِثبات ڪر اِهو تي ايمانُ
"وانت الموجود في الدارين" مَڃُ تيءُ[1] مسلمان
معبوديءَ جو ماڻ پاڻ سُڃاڻي پاءِ تون.

18. اِلاالله اِثبات ڪر جيئن ڪيو منصور
ثابت رهج ثُبوت ۾ ڇڏي فرق فُتور
حاصل ڪج حضور پاڻُ پروڙي پانهنجو.

19. اِلاالله اِثبات ڪر جيئن ڪيو حلاج
"لااِلٰه الا انا فاعبدون" هي حلاجي هاج
ماڻي تون معراج جي پاڻ پروڙين پانهنجو.

20. اِلاالله اِثبات ڪر شارِڪَ ڇڏي شَڪُ
آڪي اناالحق مسلماني ماڻِ تون.

21. اِلاالله اِثبات ڪر شارڪ شڪ نہ آڻ
مسلماني ماڻِ عاشق اناالحق چئي.

22. نہ ڪا هاءِ نہ هُوءِ اهو جو ويل وصال جو
وَجاءَ ربڪُ والملڪ صفا صفاً رهيا رُو بہ رُوءِ
سدا سُو بہ سُوءِ سجڻ وسن سامهان.

23. چُست منجهون چالاڪ هت پڻ ڏٺم هوت ڪي
فلما تجليٰ ربه للجبل جعله دڪا سريو ماسواڪ
ماڪذب الفودُ ماريٰ اعليٰ ٿيو ادراڪ
ولقد راهٗ نزلتہ اُخريٰ پرين پورُيا چاڪ
هُو جي پڪ پِياڪ ساقي ٿيا صبوح جا.



(1) ٿيوءِ (گ)

# ابيات سنڌي

1. مسڪيني مَرڪ، آ اَصُل آديسينُ جو
لنگھي هَليا لَڪُ ڪاوڙ سندو ڪاپڙي.

2. پاڻ نہ ڪٺج پاڻ سان پاڻُ سُڃاڻج پاڻ
آ ساجن تو هي ساڻُ تون ڳولين ٻي طرف ڏي.

3. ڳِهن امانت عشق جي جي سَڏايُوَ[1] آدم
رَبوبيءَ جي راز جو آهين تون مُحرم
دَمَ سان تي تون دَمَ تہ ماهِرُ تئين معنيٰ ۾.

4. ماهِرُ تيءَ معنيٰ ۾ ڇڏي جسماني
تو ۾ سِرُ سبحان جو عين العياني
خودي ڪر فاني تہ پسين باغ بقاءَ جو.

5. پسي باغ بقاء جو مَنَ جون موجون ماڻِ
”من عرف نفسه فقد عرف ربه“ پنهنجو سِرُ سُڃاڻ
چاڻ وڃائي چاڻ ڪُنهُ[2] حقيقت حق[3] جو.

6. هڪ ڏڪي هيو ڏونگرين[4] نيون هلي ڪين سگهي
پرين آءَ اڳي پيرين آءَ نہ پهچٽي.

7. هِڪُ ڏُڪي هيو ڏونگرين[4] نيون جو تَتُسِ ڏينهن
محبت سندو مينهن ويچاريءَ وسائيو.

(1) سڏائين (م) (ر) (2) ڪن (م) (3) حقيقت جو (م) (4) ڏوڪري (م) (5) ڏوڪري (م)

8. هِڪَ ڏکي ہيو ڏونگرين[1] ٽيون پنڌ پرانھون
ڪريان ٿي دانھون سُٽج منھنجا سپرين.

9. لِکيو لوڙي سَيڪا ڪانہ لکئي کون ٽارَ
"جف القلم بما هو ڪائن" پڪي هي پچار
سرتيون ۾ سنسار مون سيئي سُورَ پِرائيا.

10. پُنھون ناهِ پري ويجھو وسي سپرين
"ونحن اقرب عليہ من حبل الوريد"غافل تو ڳري[2]
جي ڪو ڏِيان ڏري تہ ڪوهيارو قريب آ.

11. پِيريءَ جي پَري ڪيا مُرشديءَ مردودُ
"فما ربحت تجارتهم" سُجن ڪونهي سُودُ[3]
مٿا ٿيا معبود عاري عبادت کون.

12. عاري عبادت کون ٿيا واهم وجودي
تينن جي پوندي خبر روز حساب ۾.

13. ياڪِي يوم حساب ۾ رُليا روئندا رَتُ
"فاذا برق الصبر وخسف القمر" کهيو ساري سَتُ
ولهًا[4] واکيو وت وانجها تون وحدت ۾.

14. واکيا جي وحدت سين ڇيھُون ڇِٽا سي
"فما اخرج عن النار وادخل الجنت" حاصل جنين هي
رهيو تنين کي طَهُورا تحقيق جو.

15. طهورا تحقيق جو جنين پيتو جالَ
"وسقاهم ربهم شرابا طهورا" نانگا ٿيا نهالَ
حاصل ڪري حالَ قالئون ڇُڪيا ڪا پِڙي.

---

(1) ڏوکري (م) (2) گهري (غ) (3) شيخيءَ ڪيو نہ سود (غ) (4) وکيا (م)

16. عبادت کون عارُ آندائون اثبات ريءِ
”اماالذين الستنكفوا والستكبروا“ اهو انهن پارُ
فيغد بهم عذابا اليها گوش نہ پين گفتار
خائن ٿيندا خوار ياڪي يوم حساب ۾.

17. قال نہ وٺي ڪاپڙين حالُ اٽن همدَمُ
”ان الذين قالو وربنا الله ثم استقامو“ اهو سندن ڪَمُ
لاخوف عليهم ولا هم يحزنون غازين ڪونهي غم
ڪاپڙين قدم ڪنيو پورب پار ڏي.

18. عاشق ڪن آھُون ڦوڙائي فراق جون
درد سنديون دانهون شال پَوَنِ ڪَنِ قريب جي.

19. موسم ٿي ميلاپ جي اُتا مُحبت مِينهن
”ارجعي اليٰ رَبُڪ راضيتہ“ نرتئون اُتا نِيهُن
گُذريا ڏُکيا ڏينهن وائي ٿي وصال جي.

20. موڪل ٿي مارئيءَ کي هَلِي اَباڻي
جيئري جُڳاڻي ملي ماروئڙن سين.

21. موڪل ٿي مارئيءَ کي هَلِي پار مَلير
واعدا سندا سچڻين آهن سپو سير
ٿِيسُ ساهہُ سُڌير، وائي ٻَڌي وصال جي.

22. موڪل ٿي مارئيءَ کي هَلِي پنهنجي دَيس
وَصل سندلو ويس پهريائين پريت ڪون.

23. توڙي منجهہ وصال راحت ناهي روح کي
المخلصون في خطر اعظيم هھڙو سندم حال
خودي خام خيال، جنجل وجهي جيءَ کي.

24. ڏکن کي مَ ڏکوءِ پَجُ نہ آسُون اُن جون
متان سُک سندوءِ لٿو وجي ويسلا.

25. ڪَـيـهـون سندءِ صفتون ڪيها سندءِ پار
مون سپ چمار، ڪَنين سُيون ڪينڪي.

26. ڪُهِلَن منجهون خيرُ ڪڏهن ٿيندو ڪينڪي
هِن پَوڙيءَ تي پيرُ، سمجهي رکج سپرين.

27. ساهئون ويجهو سُپرين پرين ناهہ پَري
جنهن ريءَ ڪين سَري ساعت هڪڙي ساهہ کي.



# متفرقا بيت

1. سُرهي سنگَ سَمَي جي کيو نوريءَ کي نُورُ
نسبت نِماڻيءَ کي ڏُکن کون کيو ڏورُ
هَلِي منجهه حُضور، مُهاڻيءَ مانُ لتو.

2. نوري نور نِسهرو مُول نہ مُهاڻِي
هِتِ هُتِ آهہ اُنهيءَ سان چاهُ سمون ساڻي
هُوءَ جا اَگهاڻِي، تنهن مُهاڻيءَ مانُ لتو.

3. مَليرئون مونڌي مُکا سرتين سَنيها
وِساري ويهي رهيئن قول کيئي کَيها
پِرين پري ها، نہ تہ ويجها وِسرن کينکي.

4. مَلڪُ نہ کو مَلڪوتُ، هَو هَوڪَو حقيقت جو
هاهوتئون هلي ڪري جاءِ کيم جبروت
نازل ۾ ناسوت، اَچِي ٿِيسُ اوچتو.

5. توڙي ۾ ناسوت، عبد چوايان عام ۾
بحر آهيان باهُوتَ جو لُڙهان ۾ لاهوتَ
هردم ۾ هاهُوتَ، آسَنُ آهہ اسان جو.

6. ڪُنَ ڪون اڳي ڪاٿهين هو سناسيءَ جو سيرُ
نہ ڪو ڪرسي عرشُ هو نہ ڪو زبر زير
نہ ڪو پَرِيءَ پَيرُ نہ ڪابُوءِ بشر جي.

7. ڪُن ڪون اڳي ڪونہ هو ظهوريءَ جو ذوق
هيڪائي هيڪ هُئي نہ ڪو تحت نہ فوق
شائقن جو شوق، پَرِئيون ئي هو پٽرو.

8. سُجهون هُجون اڳهين هُئِي محض ماهيت
نہ ڪو تعين تنهن کي نہ ڪا ڪيفيت
جاري هُئي نہ جهان ۾ حقيقي حڪمت
لڪو لاتعين ۾ هو قادر ۽ قدرت
سُوڏي سا صفت، احدئون اڳي جا هُئي.



# نوان بيت

1. جوڳيءَ ۾ جولان اچن اونداهي رات کي
"سبحان الذي اسريٰ بعيده ليلاً" سندن هي سامان
گنوائي گمان، عبد چڙي معبود ٿيا.

2. عبوديت اوٺ، آهي آڌوتين کي
بيراڳي بيدل چوي چورنگ رسيا چوٽ
منازل کون موٽ آديسين کي عام ٿي.

3. الوهيت آءَ وندر واڌوڙين جي
"اذا تم الفقر فهو الله" سامين هئين سماءَ
جوڳين لڌي جاءِ جلالون جبروت ۾.

4. ڏکي چڙهي ڏونگرين کوکي ڪاڻ قريب
هاديءَ لڳ حبيب پيرو ڪج پنيور ۾.

5. وري آءٌ وٺاڻ ڪامل تون ڪوهيار ڪون
هي پڻ سندوَ سسئي گولي گنربان
پرين پاڻ سڃاڻ ڏس نہ ڏوهہ ڏکيءَ جا.

6. روپو ڪن رهاڻ مستانا محبوب جي
لار اي ولا امري الاهو پاڻون پسن پاڻ
عاقل تيءُ اچاڻ تہ لهين سڏ سنبل جي.

7. سامي ڪين سمهن پنڌ پڙُو پورب جا
آديسي آڏيءُ ڪي رون او روڪن
واڍوڙيا ووڙن سدا واٽ وصال جي.

8. خالق خلقيو خلق ڪي ڪانن عرفانا
”وما خلقت الجن والانس الايعبدون“ پري پرنينا
سمجهي ڪج سماءَ قطرو پوي مج ۾.

9. اولاٽي ارت، ڪيو پنڌ پهوڙ ڏي
چڏي ننڊ نپٽ، ڪيو تان ڪيچ رسو.

10. هڪ ڦوڙائو سچٽين ٻيو پنڌ منجهہ پهوڙ
ڪامل ويو کوهيار ڏي پينر ڪان پنيور
گهوريان مٿن گهور هي هوند جڏو جندڙو.



11. اصلا اي مومنان ماهہ محرم ڪيو ظهور
هي هلال آهي مگر خورشيد عرصات نشور
هن ۾ اسباط نبي کي بيگناهہ کُهندا ڪفور
هن ۾ اولاد علي تي ٿيندي يڪسر نفخ صور.



# ڪافيون روپ جهنگلو

(01)

تون تہ ساڳيو سڄڻ[1] آهين

1. صورت انساني ڪيوءِ ديرو، عرشين ڪين سمائين.
2. فوقُ، تحتُ، وحدت ڪثرت ۾، هردم هُل هُلائين.
3. دين ڪُفرَ مستيءَ هستيءَ جا، پاڻ کي لقب لائين.
4. صِفَ ميدان محبت جَي ۾، سُورهيہ پاڻ[2] سڏائين.
5. ڪاٿي ساڻ زُغي تي ظاهر، ماريءَ ملڪ منائين.
6. ڪاٿي ويسُ فقرُ[3] جو پهري، بيدل نام سڏائين.

(02)

تون تہ جو آهين سو آهين

1. جاءِ بہ جاءِ تو جَهاتي پاتي، ڪاٿي ڳجهو تون ناهين.
2. حاضر ناظر هر رنگ هَرجا، تاهہ عجائب تاهين.
3. نانءُ نشان نہ ڪوئي تُنهنجو، سَهسين نامَ سڏائين.
4. عشق حسن جو جامو پهري[4]، صورت منجهہ سمائين.
5. ڪاٿي لاهي لاڳاپا لالڻ، پيرُ پٽر تو پائين.
6. ڪاٿي بيدل تي عالَم ۾، پنهنجي ذات پُڇائين[5].



(1) ساجن (م) (2) پاڪ (ن) (3) فقيري (ن) (4) عشق جو جامو پهري (م) (5) پُڇائين (م)

(03)

## تون تہ چو تو لوکُ پلائين

1. تخت هزاري جون تون مالڪ چاهئون چاڪ سڏائين.
2. بالا عرش اوتارو تنهنجو هتِ تو پيرَ گهمائين.
3. پانهپ واري ٻولي ٻولي لوڪئون پاڻُ لِڪائين.
4. ڪاٿي هِندُن واري هلچل ڪاٿي مومِنُ چائين.
5. بيدل بيڪ ۾ سهڻا سائين پنهنجا پارَ پُڇائين.

(04)

ناميان نِسهرو[1] نِيهَن جو نعرو هَٽِج نروار ميان
عرشين آوازُ تونهنجو[2] هِتِ تئين اچي اظهار ميان.

1. سُلطان سپني ۾ ڏِسي جيئن پاڻُ کي پينار ميان
جاڳي تہ ساڳيو بادشاهہ الحقُ حڪومتدار ميان.

2. غافلُ نہ آهين غيرُ تون ٿيءُ بِرهہَ سان بيدار ميان
ڏِسُ شانُ شاهي پانهنجو ڇڏ عبديت اوتار ميان.

3. توڪي وَهمَ ويڙهيو ادا هئہ جي هُجين هوشيار ميان
ساري لَهين سُڌِ پانهنجي آهين يگانو يار ميان.

4. سوداگريون ٻيون ڪري ڦِٽيُون وحدت جو ڪَر واپار ميان
ساروئي تنهنجو سُود ٿئي سِرُ ڏئي لهين اسرار ميان.

5. تو ۾ آ ديرو دوست جو چاڪيُ[3] وڃين وٺڪار ميان
سُڻُ من عرف هاديءَ اُتو شهہ حيدر ڪرار ميان.

6. بيدل بدي نيڪي ڇڏي وڃي عشق کج اختيار ميان
دُنيا ۽ عُقبيٰ ڪر ڦِٽي سِرڪڻُ بِرهہ جو بار ميان.



(1) نسورو (غ) (2) عرش ۾ آواز تنهنجو (م) (3) چا ڪان (م)

(5)

وڃي مَحوِ ٿي محبوب ۾ جي تو طلب تڪرار ميان
سَو نُورُ مخفي ڪيئن ٿئي ٻاجھون نفي نروار ميان.

1. هَٽَ ڏوءِ هستيءَ ڪون ادا[1] ٿيءُ خود ڪنون[2] بيزار ميان
ٿِج نيست نيهي تان ڏِسين هَرجا الله اظهار ميان.

2. ٿي غرق بحر عَميق ۾ ٻاهر نہ پَو ٻيءَ پار ميان
دارين جي دعويٰ ڇڏي ڏِسُ ڪو نَرُون ديدار ميان.

3. حلاج حالت جو ڪنيو باري عجب سر بارُ ميان
آندو الوهيت سندو جنهن پاڻ تي اعتبار ميان.

4. بيدل انهيءَ درياھ ۾ وِجھ پاڻ بي اختيار ميان
پاڻي تون ٿيندين پاڻهي ڏس عشق جو اسرار[3] ميان.



(1) هٽ ڏوءِ تون هستيءَ ڪون (م) (2) خوديءَ ڪون (م) (3) اظهار (م)

(6)

سالِمُ سنيها هُو بہ هُو پهتا پرينءَ جي پار جا
ساٿيءَ سڀاجهي مون اُتا سَي دُرس تنهن دلدار جا.

1. واقف وساري ڪيئن ويٺين اُوهي عهد جي اسرار[1] جا
جَيڪسِ سَيبائين سَاهہ کي سُکڙا انهيءَ سنسار جا.

2. عاشقَ الستي ياد ڪر هُت گڏ هوئي گفتار جا
ڪَيئي عيش ڪنهن اوقات ۾ خاصي ڪهين خُمار جا.

3. هُيئن تون اسان سان هِڪ اڳي ٿي ڪيئي نفعا ديدار جا
وسري ويا توهُون مگر منصب انهيءَ اوتار جا.

4. تــوڏي اســان جــي آ ســـدا تن من محبت تار جا
بيدل برهہ جي بات سُڻ لارا چڏي لاچار جا.

(07)

مورک پُرجهہ ڪِي پاڻ کي مورون جو آهين ڪيرُ تون
ٻِيءَ ڇاڻ ڳون بيزار ٿيءَ پيرج سدا هي پيرُ تون.

1. آهين تُون مالڪ مُلڪ جو تَنهن ۾ نہ ڇاڻج ڦيرُ تون
تحت الثريٰ ۽ عرش تي موجود بالا زيرُ تون.

2. حلاج جي حالت ۾ رَهہُ گِهرجان نہ ٻي ڪنهن گهيرُ تون
سِرُ سمجهہ انساني ادا ڪر بَيسِريءَ جو سيرُ تون.

3. راسخ رندن جي راهہ[2] ۾ پُرجهي ڪِي پائج پيرُ تون
”همہ اوست“ چؤ ٿيو هڪ منهون ورنہ وڃائي ويرُ تون.

4. بيدل اهو ويساهہ ڪرناميان جو ناهين[3] غيرُ تون
”حق اليقين“ سان ڏو سدا[4] موهوم واري ميرُ تون.



---

(1) اقرار (م) (2) رمز ۾ (م) (3) نہ آهين (م) (4) ادا (م)

(8)

عشق جو يارو درازن ۾ عجب اسرار هو
مست سالڪ مَن سچو عارف اُتي اظهار هو.

1. بِرهہ جي برسات جو تنهن وِير تي وسڪار هو
ظاهر و باطن تنهين وٽ(1) درد جو ڏڌڪار هو.

2. وجد وحدت جو سدا خاصو تهين خُمار هو
مَردُ سو منصور وانگر عشق جو اوتار هو.

3. منجهہ سُخن تنهن جي الوهيت(2) سنلو آثار هو
جُنگ جذبي موج مستيءَ ۾ مثل عطار هو.

4. پانهنجي رائي پرين نوي ورهيہ نروار هو
وصل جي پوءِ موج ماڻي ذوق جو ذُخار هو.

5. طور ٻارهن سؤ ٻائيتاليهہ ۾ طيار هو
چوڏهين رمضان جي هاديءَ پونِ هسوار هو.

6. قُربدارن جي ڪَئَگ ۾ مرد منصبدار هو
دَر تهين داتا جي بيدل پرتِ جو پينار هو.



---

(1) تي (ن) (2) علويت (ن)

(09)

جو شئُون جَلائي جسم کي جيءَ ۾ کي پائج جهاتڙيون
ريءَ دردَ سڀ ڳالهيون ڦِکيون وهواه بِرهہ جون باتڙيون.

1. جَي تو طلب تڪرار آ گُوندر گُذارج راتڙيون
ٿو سِر سگهو تيندين ادا بيشڪ بِرهہَ برساتڙيون.

2. رَکُ سُرتُ ساهہ پساهہ ڏي سُڻ سي لطيفي لاتڙيون
نيهي نَفي تيءَ پاڻ گُون ڏِسُ عشق جون اِثباتڙيون.

3. ويساهہ وحدت جو رکج چا سيرَ چا دَرجاتڙيون
بيدل بِرهہ جي بات سُڻ چوکيون طلب جون تاتڙيون.

(10)

واقف وِسَهہُ هيءَ ڳالهڙي توريءَ نہ ڪِي موجود ٻيو
شَڪُ شِرڪَ وارو دُور ڪر وحدت جو تو اقرار ڪيو.

1. سانگو نہ رک سِرَ جو ادا جَي تي عشق اظهار ٿيو
منصور ڏس هن موج ڪون سورهيہ وجي سوليءَ چڙهيو.

2. لنوَ عشق جي جنهن کي لڳي دارين جي لُڙ کان لنگهيو
پانئڻ ڪون جو بيزار ٿي محبوب جي در سو اگهيو.

3. ڪيو خوار خودبينيءَ توکي پِرَ سان نہ تنهنجو پيچُ پيو
ڦاٿين دُوئيءَ جي دامَ ۾ وحدت جو توکون واسُ ويو.

4. بيدل حسن جي شمع تي پرتئون اچي پروانُ ٿيو
معشوق عاشق عشق کي عين اليقين يڪذات ڪيو.



(11)

عاشق ٿئين تان سِرُ ڏئين نہ تہ ڪيم عشاقين اَچِجُ[1]
منصور واري موج سان اچي رنگ رمزن جي رچج.

1. سِرُ ڏي اول سورهيہ سِگهو پوءِ نِيهَن ۾ نروار ٿج
منصور وانگي سِڪ منجهون سِرُ يار سوريءَ تي سَٽج[2].

2. تون تُرت تبريزيءَ جيان پنهنجي هُئڻ جي گل گلج
شمس الحقيقت آنهہ تون نعرو نِسنگ نيهئون هڻج.

3. صنعان جيان سِر پانهنجي ٻوجهو ملامت جو کڻج
صورت سندا سڀ سگ ڇِني معنيٰ جي نسبت ڏي مَٽج.

4. بيدل بِرهہَ جي باغ مان ڳو واسُ وِرِهُن[3] جو وٺج
نعرو خدائي هڻ سدا وحدت تي ڪثرت کي مَٽج[4].



(1) اچيج (م) (2) سَجج (ر) (3) واسن (م) (4) وحدت کي ڪثرت تي منيج (م)

(12)

سِرُ حقيقت وارو، سالڪ کو سمجهي
راز رباني، وارو.

1. آهہ ظهورو حسن جي هرجا هر[1]سُو در هر شيءِ
معنيٰ انهيءَ مام جي پاڻ نہ ڪو پُرجهي.

2. الانسان سري وانا سره هڪ چاٽج هُو هي[2]
رمز انهيءَ سان راس ٿيا، صادق صوفي ڪَي.

3. اُونهون سِرُ احديت وارو سمجهي ڪيرُ سگهي
جاءِ نہ عقل دليل جي عاشق ڪاهِ اڳي.

4. خلق الاشياء فهو عينها سَتِ تون شَڪَ سَيي
حق ريءَ هر دوجهان ۾ لاشڪ ڪيُن[3] لَيي.

5. بيدل وحدت منجهہ وجودي ڏِسُ تون ڏيانُ ڏري
غير خدا جو ناهِ ڪي جيئي توڙي مَري.



(1) هرسُويءِ (م) (2) هوءِ هي (م) (3) ڪونہ (م)

(13)

## کـــهـــڙيـــون ڏيـــدان لايـــون
## ڏاڍيون رمزان لايون، مون سان دلبر يار[1]

1. آيو سِر عشاقن جي تَي برهہَ جو باري بار
سِڪ وڃايو تن جو سڀ پر صبر قرار.

2. خنجر نازَ جو خوب هنيائون ڏڙ ڪون سِرَ ٽيو ڌار
هَٿون حبيبن جي مَرن مانجهي منصبدار.

3. توڙي عشق اويڙو سُٽجي خوني ۽ خونخوار
سِر جو سانگ نہ رک تون[2] مڙڻ تہ آهي ميار.

4. هندو زال ڪان هيٺ نہ ٿي جي طالب آ[3]ءِ تڪرار
ماٺِ ڪري پؤ مچ ۾ عاشق ڇڏ[4] اختيار.

5. بيدل عاشق ٿئين تہ اُٻهين سر ڏي ٿيءُ سردار
پُلصراط جو پنڌ ٿي عشق نہ آسان ڪار.

(14)

## مون سان پَيچ پُنهونءَ جو پيو ڙِي جيڏيون.

1. آءٌ بہ هيڙس عقل واري، نيهَن نِهوڙي نيوڙي جيڏيون.
2. اکيون اڙايم هوش وِڃايم[5]، منَ مستانو ٿِيوڙي جيڏيون.
3. مونکي بي خود بي اختياري، ڪَيفي نيڻن ڪيوڙي جيڏيون.
4. موج منصوريءَ جوش جڳايو، وَهَمَ دُوئيءَ جو ويوڙي جيڏيون.
5. پاٽون پاڻ سان لَنو لاٿائين، بيدل يانءِ نہ ٻيو ڙي جيڏيون.



(1) ڏاڍيون رمزان گهريون ديدان لايون دلبر مون سان يار (م) (2) تون عاشق (م) (3) آنهن (م) (4) ڇڏي (غ) (5) گنوايم

(15)

سِر سمجهه تون سارو مار منصوري نعرو.[1]

1. انا احمد بِلا ميم احد جو آهي اشارو.
2. سمجهه سراسر سِرُ سلُوني آهين تون نُور نيارو.
3. قُم باذني كري اشارت واصل وحدت وارو.
4. من خدا جو شيخ عطار تي هاءِ كيو هُوكارو.
5. عشق بازن جا منصب عالي مُنكر جو مُنهن كارو.
6. سُبحانيءَ جو شاهه بسطامي وَاههَ وڄايو نغارو.
7. بيدل ٽيوين جا نكي جيوين وحدت جو وڻجارو.

(16)

دعويٰ ڏورنگيءَ جي سَني وحدت ڏي چِت جو چاههُ كر
سِرُ پانهنجو كر تون سهيون ٻيا سڀ قِصا كوتاههُ كر

1. مذهب جو مونجهارو ڇڏي ذاتي كُنهه ڏي كاهه كر
شيعي سُنيءَ كان پڇ پري رُخ رمز واري راهه كر

2. علم و عقل كان ٿيءُ پري سِڱ سوزَ جي صلاح كر
خلعت خدائيءَ جي ڍَكي سِر قُرب جي كُلاهه كر

3. بيدل بِرههَ جي پَڙك سانِ كا[2] سُوجَهه ساهه پساهه كر
تون تان اُهو ساڳي آهين واقف اهو ويساهه كر



(1) سمجهه تون سر سارو مارج منصوري نعرو (م) (2) كو (م)

(17)

معنيٰ وجودي ڪر صحيح آهين سدا موجود تون
ڪنهن جيٰ عبادت ٿو ڪرين ساڳيو آهين معبود تون.

1. ڪاڏي ڪرين ٿو تون قصد دارين جو مقصود تون
سِرَ معنوي پنهنجو سَمُجهہ مَلڪن سنلو مسجود تون.

2. ڇڏ سَڌَ بهشتي باغ جي مَلڪوت ۾ مشهود تون
غزنيءَ جا پنڌ چو ٿو پُڇين مورون ملڪ محمود تون.

3. بيدل بِرهہَ اختيار ڪر جي ٿو گهرين بهبود تون
ڏوهڙون ثوابون ڪَجِ گُذر آهين سمورو سُودُ تون.

(18)

خُمرَ ڪنهن خاص خُماريا سالڪن ڪيا سر فدا
ڪَيف ڪنهن ڏاڍي ڪَڪوريا جُنگَ ٿيا جيءُ گون جُدا.

1. درد واري نَورَ ۾ احرام عُشاقن ٻَڌا
سوز جا سُرڪا پِيَنِ[1] سنيريا وَتنِ سُوريءَ سدا.

2. نيستيءَ واريون نمازون عارفن ٿي ڪيون[2] ادا
غيب ۾ وڃي غيب ٿيا سَيَ[3] رازَ جِي پهري رِدا.

3. وَجدَ واريءَ ويڙهہ ۾ ڪنهن موج مستيءَ جي وڏا
نِيهَن جو نعرو هٽي ناميان اناالحق جي ندا.

4. "من خدايم" موج ۾ عطار فرمايو ادا
سِرَ وڏائڻ ۾ ڏِني بيدل سچي ساري مُدعا.



(1) پيون (م) پيو (غ) (2) ڪيون سپ (م) (3) ٿيڙا (م)

(19)

ڏِس ڪيڏو آنبھ ڪيو سر مستيءَ جوش حلاج جي.

1. پنھنجي رائي سالڪ سنيري سر سوليءَ تي نِيو
لئي معنيٰ[1] سر معراج جي.

2. حال حلاجي بحر بيپايان لڪنِ مون ڪو پَيو
مُنھن آڻي انھيءَ امواج جي.

3. من رآني فقد رائي الحق موج ۾ مُرسل چيو
ھينو طبل تنھن صاحب تاج جي.

4. وحدت جي ڪثرت ۾ بيدل ڪيو خاصن کي ڪِيو
مَئيٰ[2] منصب لايحتاج جي.

(20)

سِرَ سبحاني آھيان صورت ڪيل ڪلايان

1. عرشؤن اُتري فرش اُئي تو پِرتئون پير گھمايان
آدم حوا جو ڪيم بَھانو سھسين نامَ سڏايان

2. ڪاڻي پِھر[3] رسالت جامو عبدي رمز رَلايان
سبحاني ما اعظم شاني ڪاڻي طبل وڄايان.

3. بيڪَ زليخا يوسف جي ۾ محبت مڇ مَچايان
شيرين ۽ فرھاد شڪل تيٰ[4] آڻي اڪيون اٽڪايان.

4. ڪڏھن منجھ قصور تي ظاھر سُوزُون سِيسُ ڪپايان[5]
ڪڏھن وچ درازين ويھي دردُون دُودُ دکايان.

5. بيدل صورت ڪري بھانو چالا عجب چلايان
ذات صفات کان آھيان نيارو ھِت ھُت ٺاھ ٺھايان.



(1) مع الله (م) (2) لئي (م) (3) پھريم (م) (4) ۾ (م) (غ) (5) ڪتايان (م)

# ڪافيون روپ بروو

(21)

آءُ سارو سِرُ آهيان، پوڻ نہ ٻيو ڪو ٻانيان

1. ظاهر باطن ڳيلَ ڪِلايم تاهہ عجب تو تاهيان.
2. ديوَ پَريون سڀ تابعُ منهنجا وائين تخت اُڏايان.
3. وحدت واريون موجان[1] ماٺي قطري بحر سمايان.
4. چوان ٻُڌان تو هيڏنهن هوڏنهن ڪنهن کون ڇَپُ ڇُپايان.
5. بيدل آهيان سِرُ الاهي صورت سانگ بنايان.

(22)

آءُ ٻَلي يار آئين وڳو ڏِڪَي انساني.

1. آئي ٿُنهنجي ٿيون سرهايون سَهسين رنگ سمائين[2]
جُوءِ وسائي[3] جاني.

2. اَحد منجهارون احمد چايئہ چاهئون چاڪُ سڏائين
آهين عَينُ عَياني.

3. ظاهر باطن وصف تنهنجو هِت هُت تاهہ نهائين
جوڙ ڪري جسماني.

4. بيدل واري وَيس لبيس ۾ پنهنجا پنڌ پُڇائين
يار رڪي ياراني.



(1) موجون (م) (2) سيبائين (غ) (3) وسائين (م)

(23)

## تون تہ اُهو ساڳي[1] آهين، ذات مُقدس پاڪ

1. پانئڻ وِڏڙو پَولَي ۾ توکي، هستيءَ ڪَيڙُءِ هَلاڪُ.
2. چاتي تيڙين ظاهر زمين تي، عرش چڙي اَفلاڪُ.
3. پاڻون پاڻ سان لَنوَ جا لاتئي، خاص اچي منجهہ خاڪ.
4. تخـتَ هـزاري شاهہ سڏائين، وِچ سيالين چاڪُ.
5. مارِ نغارو وحدت وارو[2]، بيدل تي بيباڪُ.

(24)

## تون تہ اُهو آهين ساڳي پُلَ نہ ٻي ڪنهن پولِ.

1. ٻاهر ڏُونديج ڪينڪي ڪڏهين، ڳوٺ منجهان ڪجهہ[3] ڳولِ.
2. آدم نـالـو پـاڻ سـڏائـيُ[4] ڏِس انهيءَ تي ڍولِ.
3. توهون ٻاهر ڪينڪي آهي پنهنجو پاڻ ۾ ڦولِ.
4. هِڪ هِڪوئي ظاهر باطن دوئي اِتئي دِل هول.
5. ”من عرف“ جو ڪر نظارو بيدل اڪڙيون ڪول.



---

(1) ساڳيو (م) (2) مار نغارا وحدت والا (م) (3) ڳجهہ (گ) (4) سڏائين (م)

## (25)
## بِرهہَ جو باري بار، رمز بازن ريءِ کيرُ اُٺائي

1. راهہ انهيءَ ۾ سالڪ سِرَ تي سَهَنِ ڪرٽ ڪٽار.
2. ڪيئي منصور ڪيا هن شُعلي سُوليءَ تي هَسوار.
3. عــشــق جــو شيوو آ خونريزي مُلن ناهہ ميار.
4. حُسن حقيقت فرق نہ پائنج عاشق ڪر اعتبار.
5. مخفي هو محبوب بيرنگي نِيهَن ڪيو نروار.
6. هيڏنهن هوڏنهن پنهنجو پاڻ سان دِيدَ لائي دلدار.
7. بيدل بِرهہَ گُونَ[1] يارَ يگاني ڀِهريا ويسَ هزار.

## (26)
## سالڪن جي سر تي جائي[2] جوش جلالي اَچي اَچي

1. وحدت جي درياهہ ۾ پلپل موجَ منصوري مَچي مَچي.
2. رنگ رَبُوبيتِ واري ۾ رُوحُ رندن جو رَچي رَچي.
3. اذاتــم الـفـقـر فهو الله، چَيو سائينءَ سَچي سَچي.
4. حلا جي حالت ۾ يارو مان تون مُول نہ بَچي بَچي.
5. "انحد" جي آواز سان بيدل لُنوَ لُنوَ نِيهُون نَچي نَچي.



(1) ڪنون (م) (2) سدائي (م)

(27)

فاذكروني اذكُرڪُم، ذاڪر تيِّ[1] مذڪور ۾ گُم.

1. ٻاجھون گُم ٿيوڻ جي غازي ڇَڏِ تون[2] ٻيا سڀ فِڪر فهمُ.
2. بيخوديءَ جو بابُ پڙهج تون سالڪ سڀ ڇماندر ڇَمُ.
3. ڪِين سڏيندءِ لعل لاهُوتي عشق بنان توکي آدمُ.
4. "من راني فقد رائي الحق" رازَ اِنهيءَ جو تِيِّ[3] مُحرمُ.
5. وحدت ۾ جِندُ جانِ وِڃائي بيدل هَڻُ منصوري دَمُ.

(28)

ڪين ڇاڻِن يار عام عشق جي مامَ منجھون مُلوُاٽا[4]

1. جيڪي پيئندا مَئي منصوري محب ٿيندا مستانا.
2. ڪن مطالح مَحوِيتَ ڪي فِقِه ڇڏي فرزانا.
3. صوفي صافي بَيسِر بي پا دِيدَ ڪيا ديوانا.
4. رِندي رَمز پُروڙِن جيڪي مَرد پُڇن ميخانا.
5. عِشقُ عطا ڪيائون توکي بيدل ڪر شُڪرانا.



(1) ٿيو (غ) (2) ڇوڙ (غ) (3) ٿيو (غ) (4) مولانا (هہ)

(29)

ڪعبو قُدسِي تُوهِي ساڻ ڪوهہ ڪڍين ڪعبي جي ڪاڻ.

1. الانسان سِري وأنا سِرہ رمز پَرُوڙج اِها منجھہ پاڻ.
2. مَلڪ فلڪ سڀ تُنهنجا ساجد سالڪ پنهنجو سِرُ سُڃاڻ.
3. ڪُرسي عرش اَمُر تُنهنجي ۾ وحدت جو تو منجھہ وَٿاڻ.
4. ڪعبي جو تون آهين مَالڪُ بيدل هيو تان وَهَمُ نہ آڻ.

(30)

ٻُجِهيُ[1] موُج[2] منصوري پَري پَري
دين ڪفر جي دور گون.

1. سالِمُ صوفي لا منهب ڪو وحدت ويسہَ ڪَري ڪَري[3].
2. پاڻ ڪون ظاهر پاڻ ۾ باطن ڪيرُ جَمَي ڪيرُ مري مَري.
3. حافظ قاري ڪيرُ ڪوٺائي ڪيرُ پوٿي[4] تو پڙهي پڙهي.
4. آڻ يقين تون يار يگانا دُور دُوئيءَ کي ڏري ڏري.
5. بيدل جنهن جو حالُ حلاجي چاڙهي هيُ[5]ءَ سو چڙهي چڙهي.

---

(1) ٻجي (ر) (غ) (2) مام (م) (3) لامنهب صوفي سالم ڪو سير وحدت جو ڪري ڪري (م)
(4) پو ٿيون (م) (5) عشق جي (م)

(31)

ذوق سُرودُ پُڇو درويشان
بيدردان نون خبر[1] نہ ڪائي

1. السماع معراج الاولياء، فتويٰ يارن هيءَ فرمائي.
2. بِرهہُ آواز ڪري بيرنگي مستيءَ واري[2] موج مَچائي.
3. "انحد" جي لَنو لَنوَ ۾ يارو نوبت زوري نِيهَن وڄائي.
4. نالِ[3] طنبور سُرندا طبلا مشتاقن ڏين[4] مَت اهائي.
5. عبديت اَولَو ٿي بيدل صوفين جي وَٿُ سَمجهہَ سَجائي.

(32)

سالِڪ رمز سُرودَ جي سمجهن
مُورک مُول نہ مڃن ڪڏاهان

1. راڳ جا مائلَ من جا قائل[5] وٽن سي رمزن واريون راهان.
2. سُٺِي سُرودُ سڪر ۾ بيخود بَيسر پهرن قُرب ڪُلاهان.
3. پنهنجو پاڻ ويکن ۽ وِسِهَن ناميان جاڏي ڪرن نگاهان.
4. ناچُ نچائن ڳائن ڳائن عرشون لنگهن اُنهن جون آهان.
5. نِيهُن ۾ پاڻ نچائج بيدل درد جو يار دِليون ٿج خواهان.



(1) ڪَل (م) (2) والي (م) (3) تال (م) (4) ڏني (م) (5) راڳ جا قائل من جا مائل (م)

# ڪافيون روپ بلاولي

(33)

## عشق امام محمد مهدي ڏوئي اَٿئي دَجالُ

1. وِڄهہ دَجالُ دوئيءَ جو ڪيرَي گُم ڪر جسم جنجالُ.
2. هَوڪو ڦيرِ حقيقت وارو مهدي شاهہ مثال.
3. تون آن مهديءَ جو سِرُ سارو پنهنجو پاڻُ سنڀال.
4. ظاهر مون دل ذوق نہ پائي باطن رَکُ بَرحال.
5. وحدت وارو دين قبولج ڇڏِ[1] ٻِي قِيل مقال.
6. فرق نہ ڄاڻِ[2] همہ ۾ بيدل جمعيت ۾ جال.

(34)

## صُوفي لا مذهب تڪرار هَرُ[3] مذهب ڪون آ بيزار

1. ڪَي ٿا سُني صاف سڏائين ڪي ٿا شيعا پاڪ ڪوٺائن
گيتَ "همہ" جو عاشق ڳائن عشق جو اعليٰ آ اسرار.

2. اِها حياتي اَٿئي خزانو دَمَ دَمَ تُنهنجو دَرُ يگانو
باوَرُ ڪرَ تون ٿي مردانو وحدت جو ڪر يار وَ پار[4].

3. حالُ "فنا" جو حاصلُ ڪر تون باغ "بقا" جو ڪاءِ[5] تہ ڦرُ تون
دِيدَ دِيدن ۾ دَم دَم ڌرِ تون جلوو نُورَ جو ڏِسُ نروار.

4. "من عَرف" جو سمجهہ اشارو اِني انا الله جو هڻُ[6] نعرو
واهہ وَڃاءِ تون نيهَن نغارو بيدل بِرهين بي اختيار.

---

(1) ڇڏي (م) (2) ڄاڻين (م) (3) ٻي (ن) (4) واپار (م) (5) کائج (م) (6) هڻ تون (م)

## (35)

### جاڏي ڪاڏي پاڻ، ڇَڏِ تون غيرُ گمانُ

1. بيرنگيءَ مون رنگُ بنائي تِي آيو انسانُ،
دين ڪفر جي ويس ۾ سيرُ ڪري سُلطان.

2. ڪاٿي بيدُ پڙهي تو برمان[1] ڪاٿي مسلمانُ،
ڪاٿي اَنيت[2] جو ڦيرائي فرمانُ.

3. ڪاٿي جامو حُسن جو پَهري شرف ڏيکاري شانُ،
ڪاٿي بارُ بِرهَ جو اُٿائي اڳوانُ.

4. مُلن ۾ منصورَ جو جهيڙو وحدت ڪيو ويرانُ،
هيڏانهن هوڏانهن پاڻ هو جاهل يا عرفان.

5. شيعو سُني پاڻ سڏائي شافعي ۽ نعمان،
بيدل باور ڪر اِهو جَوئِي جسم سُو[3] جان.

## (36)

### نڪر منجهان ناسوت، اُڏر پکيئڙا واهيڙي[4] ڏي.

1. جنهن وِساريو قالب خاڪي، آهي ماهِرُ ۾ ملڪوت.
2. پاڻُ سُڃاڻ تہ آهين عارف، جاءِ تُنهنجي جبروت.
3. گهٽا ڏينهن وڻاڻُ هو تُنهنجو، لامڪان لاهوت.
4. آدم حوا ڪون هيئن تون اڳهين، بيشڪ ۾ باهوت.
5. بيدل ڪر پرواز جو سعيو، هَلُ موني هاهُوت.



(1) برهما (م) برهمڻ (ر) (2) انانيت (م) (3) سوئي (م) (4) ونءُ واهيري (م)

(37)

کري سينگار صورت جو اَچِي سپ ۾ سَمايا سَي
صفت ۾ پانهنجي[1] رائي سوين نالا سڏايا سَي.

1. شيرين فرهاد جو نالو کري عالمَ ۾ آيا سي
ٻَهاني بيکَ مجنونءَ جي نَکِي ليليٰ لِکايا سي.

2. ڏَکي جامون جلالت جو هزارين هُلَ هُلايا سي
موسيٰ فرعون مُون[2] مورت عجب چالا چلايا سي.

3. کڏهن تي قم باذنيءَ جا حُکم حقي هَلايا سي
کڏهن عشقئون "اناالحق" جا وري کي گيت ڳايا سي.

4. بِرهہَ جا بارَ بدناميون چُمي چشمن تي چايا سي
بُزرگيءَ کون پڇي بيدل رنديءَ جا رنگ رچايا سي.

(38)

جوئي آهيان سوئي آهيان ڀُول نہ ڀيو کو ڀانيان

1. وَيسَ لبيسَ دينَ کُفر جا، کيئي لاهيان کيئي پايان.
2. رنگين رنگين ڀاتين ڀاتين، ٺاهہ لکين ٺو ٺاهيان.
3. مُومل واري ويسَ ورن ۾ گهوٽ هزارين گهايان.
4. رِنــدن واتــون وحــدت وارو، سارو سِرُ سٽايان.
5. هـن مظهـر ۾ کـاڻ ٻهاني، بيدل نام سڏايان.



(1) پنهنجي رائي سان (م) (2) منهن (م) ۾ (ن)

(39)

## آهيان نُورُ نَفيسُ، جوڙيم جوڙ جڳت جي ساري

1. آدم حوا مظهرُ مُنهنجو، شوقئون ٽِيَڙُس شِيثُ.
2. ڪڏهن نالو نُوحُ سڏايم، آيس تي اِدريسُ.
3. ڪاٿي پاڪ پيغمبر چايم، ڪاٿي خامُ خبيثُ.
4. بيدل خود "انا خير" آکيمُ اَولي ۾ ابليسُ.

(40)

## جالَي ساڏو ميَن[1] سنسار، جيوَين[2] مسافر واٽا واهو

1. ڪام ڪروڌ ۽ موهہ وڃايو، آديسي اَهنڪارَ.
2. سَنتَ چڏي سُکُ ڪنيو ڏکن جو، سِرَ تي باري بارُ.
3. ڪري اپياس چڙهي آڪاسين، بانڪو بي اختيار.
4. مَن هسوار پَون جو گهوڙو، ڪري سو گگنُ گذار.
5. بيدل عاشق انهيءَ پڳت جي، سُرت رکج سپ پار.



---

(1) ئي (ن) (2) جيئن (ن)

(41)

نئون نياپو آيو، ماروئڙن جو مونڏي
محبوبن جو مونڏي

1. ڪوٺ عُمر جو ڪيهي سببئون، تنهنجي ساهه سيبايو.
2. جيڪس هاٿي ماروئڙن ڏنهن، تو پاڻ خيال مٽايو.
3. سانگيئڙن سان ساڻ سچائي، واهه تو نِيهُن نڀايو.
4. ويڙهيچن جو آهي اصل ڪون، راز جو تو ڏنهن رايو.
5. وَرُ ساڙيهه ڏي سِگهڙو بيدل، سنيُر اُتي ڪر سايو.

(42)

رات مون ڏي مارُن جو نئون نياپو آيو
ڏکيو ڏوراپو آيو.

1. جسمانيءَ جي ڪوٺ ۾، رکيوءِ رهڻ جو رايو.
2. مُلڪ مارُن جو نِت بَهاريو، تو ڪيئن چتڙو چايو.
3. ڪيهي سببون تو هن ڏينهن، ڏيهون ڏور ڏسايو.
4. ويڙهيچن ڏانهن وڃي ايڏانهين، تو ڪيئن خيال مٽايو.
5. مارُن رِيءَ تو هِن ماڙين ۾، ڇا سان مَنُ پرڀايو.
6. هُت سنيارن سانگي توکي، هِت ڪنهن سانگ رهايو.
7. وَرُ ساڙيهه ڏي سِگهڙو بيدل اُتي سَنيرُ ڪَرِ سعيو.



# ڪافيون روپ آسا

(43)

سَمجَهه رڪُ سالڪَ سچا ڏِسُ هُو بہَ هُو محبوب آهہ
ثُمر وَجه الله ڪنين سُڻ، سُو بہَ سُو محبوب آهہ.

1. جنهن پيتو ساغر صفا جو تنهن وِساريو هي وجود
اَنَ جي فڪرت ۾ مُدامي رُو بہَ رُو محبوب آهہ.

2. مــوج وحــدت جــي وچايو وَهمُ بشريت سندو
جو مُحب پاڻون ڇُتو سو مُو بہ مُو محبوب آهہ.

3. پائي جهاتي پاڻ ۾ جنهن ڪيو صحيح اسرار هي[1]
تنهن جي اڳتون اوٽ ريءَ ڏس ڪُو بہَ ڪُو محبوب آهہ.

4. ڪُــلُ شــيءِ هــالِڪُ الا وَجَـهہ تحقيق ڄاڻ
سُرت رک بيدل سمجُهہ پِي تُو بہَ تو محبوب آهہ.

---

(1) ڪي (غ)

(44)

## اَمر نَهِي جون ڳالهيون اوري جوڳين پنڌُ پَراهون

1. نَحوَ جو نَيهي حرف نہ ڄاڻن مَحويت جون موجان ماڻن
كَنزُ قُدوري طرف نہ تاڻن عارف وڃن آڳاهون.

2. رمزن وارا رِند رِندانا فقه ۾ ڦاسن ڪيئن[1] فرزانا
مستي ملڪ ڪري مردانا طلبئون ٽرن[2] تڏاهون.

3. عِلمَ لُدنيءَ جا جي عالِمَ لامذهب سي صوفي سالِمَ
بار برهہ جو بانڪا بالم چُم چائن سِرِ چاهون.

4. اُلِٿ پيڌ برهہ جو سارو سمجهي مارِيائون[3] نيهن جو نعرو
بيدل ڪيئن ڪن لوڪ ڏي لاڙو نِيَڙُنِ موج مٿانهون.



---

(1) ڪيئي (م) ڪين (ر) الف (2) ٽڻن (الف) (3) مارن (الف)

# ڪافيون روپ سَسُئي

(45)

پاڻ پنهون تون آهين ڪيچ وٽين[1] چو ڪاهين.

1. صاحب آهين ڪيچ وٽن جو، پَرِتُ چو پاڻ کي پائئين.
2. خلق الآدم عليٰ صورته، غيرُ خدا جو ناهين.
3. عَبديت کي احديت ۾، لالڻ[2] چو نہ لهرائين[3].
4. بيدل بندو ناهہ تون هرگز، چو تو ڪُوڙُ ڪمائين.

(46)

خاڪِي ڪَيڙم ويسُ آهيان نہ تہ نُورُ نيارو.

1. اچــي تــاهيُــم اِتَــهيــن، عبــديءَ جــو آبيسُ.
2. ڪاتي چاڪَرُ چائيان، ڪاتي خاصو ريسُ.
3. هِڪُ ڏِکيان هيو لاهيان رنگا رنگ لبيسُ.
4. ڪاتي سالِڪُ سُتريلُ، ڪاتي عين اويسُ.
5. سيوهڻ سجدا تو ڪريان، بيدل تي درويش.



(1) وٽن ڏي (الف) (2) لائق (هہ) (3) لڙهائين (ر)

(47)

## تِي آيَس انسان، آهيان اسرار عجائب.

1. ٻانهي ٻولِي ناهِ ڪا، سارو سِرُ سبحانُ.
2. نوح نبيءَ جي ويسَ ۾، تارِ ڪيم طوفانُ.
3. آيَس ابراهيم تِي، باهِ ڪيم بُستان.
4. بيکَ بنائي عيسوي، اُڏاٽس آسمانُ.
5. بيدل نالي تي ڪيم، سجدو سيوستان.

(48)

## بيڪس ڪاڻِ ٻنيور ۾ آرياڻي تون اچيج.

1. هـــيءَ جــا تُـنـهـنـجي آسري، تنهن جي سارَ لهيج.
2. نِـمـاڻــيءَ جــي نـجـهـرَي، پَيهي حالَ پُڇيج.
3. ســوز عـشـق جــو سُپرين، ٻَهرو ڪو بخشيج.
4. پُـنـهـون هـتـون پـانهنجي، وحدت وَٽ وٺيج.
5. لالــڻ لائــق پــانـهـنـجـا، ڪوهيارلَ ڪريج.
6. محوِيت ڏي مون پرين، بيدل ڪي مُنهن ڏيج.



(49)

## هَوتَ سِگھي لَھُ سارَ اَچِي سِڪاين جي

1. رائـــيءَ رُجَ ۾ رَسُ[1] ڪـــوھـيـارل، آءُ ٻُڏِي ٻاڪار
پنھنجي اُڃاين جي.

2. پاٽون لاٿُوَ نِيھُن جنين سان، اچي ٿيو[2] آڏار
تنين نماڻن جي.

3. ننگ سُڃاڻج پنھنجو پاڻھين، نتر آھ نڪار
ٻانھي ٻاروچن جي.

4. ھيءَ ڪَنيزَڪ ڪوڙي لالن، مَرُ چُمي پيزار
سدا سپرين جي.

5. بيدل شدو وتي اُداسي، تنھنجو[3] ملڻ منٺار
مُدعا تيس مَنَ جي.



(1) وس (الف) (2) ٿيءُ (م) (3) ھن جو (ھ) الف

(50)

اَچي پَياسي اَسيٌ[1] يار، محبت جي مهرياڻ ۾.

1. گيلي عشق اروپ جي بازي لڪيون ڇُپيون دل گسي يار صورت جي سامان ۾.

2. ”خـلـق الآدم عـلــيٰ صــورتــه“ پــاڻون پاڻ تو ڏسي يار عين اَتوَ[2] انسان ۾.

3. پَـهــري پــوش صــفــاتــي يارو، بيٺو[3] دلاور دسي[4] يار عينن جي ايوان ۾.

4. سرڙيون سيف برهہ جو بانڪو، ڪيون حملا تو هَسي يار چشمن جي چوگان ۾

5. ”وهـو مـعـــڪم اينما ڪنتم“، ورِهہَ وارن سان وَسي يار قول سندس قرآن ۾

6. بيدل مول نہ تون تي ماندو، رازدارن تي رَسي يار هِجِرت[5] ۽ حرمان ۾.



(1) اسين (م) آسي (الف) (2) آيو (م) (3) ويٺو (م) (4) ڏسي (م) (5) حسرت (م)

(51)

## ويندس نا تہ مَري، موٽج دوست مُئيءَ جا

1. جيئري جُدائي نہ سهان، اچ تون ويرَ[1] وري.
2. جُڪي ڏونگر چوَٽئين، سگهي ڪين[2] چڙهي.
3. توريءَ شهر پنيور ۾، گهاريان ڪين گهڙي.
4. اڪين اڳتون نانءَ الله جي، پاسي تيءُ نہ پري.
5. پرين وٺي وڃج پاڻ سان، هيءَ ڪميني ڪوڙي.
6. دل بيدل جي سُپرين چَيٽَڪَ ڪئي آهہ چرِي.

(52)

## آيو نِيهٺُون نُورُ نيارو، اچ انساني اوتار ۾

1. عبديت جي اَولَي پَولَي "لا ميمُ[3]" محب موچارو
رک گوش انهيءَ گفتار ۾

2. هيڏنهن هوڏنهن حق حقيقت، پَسِيُ[4] پنهنجو پاڻ نظارو
تي عاشق پيو اوتارَ ۾.

3. دين ڪفر جو دلبر سائين، ڪري پرتئون پاڻ پسارو
آيو تسبيح ۽ زنار ۾.

4. محب منصوري جامو پهري هَٽِيُ[5] هستيءَ وارو نعرو
ڏاڍي خيال ڪنهن خمار ۾.

5. بيدل نالي جڳ[6] ۾ جالي، سو رانول رمزن وارو
ڪري سيرُ اڇوُن[7] سنسار ۾



(1) يار (م) (2) سگهان تان نہ (م) (3) لتم (م) (هہ) (4) پئسہ جو (م) (5) هنيون (6) دو جڳ ۾ (هہ) (7) اڇو (م)

(53)

### ٻارُوچو[1] تو ساڻ، ووڙين چو وڻڪار ۾

1. هِتيئي[2] ڪر هوتَ سان، ريجهي[3] رُوحَ رهاڻ.
2. سوئي توسان سپرين، جُهڪين[4] جنهن جي ڪاڻ.
3. ووڙيون ووڙج پاڻ ۾، تو ۾ وير[5] وتاڻ.
4. هيڏي هوڏي ڪِيم هَلُ، ٻيا سڀ خيال اُڪاڻ.
5. بيدل رکج رُوحَ ۾، اقرب جو اُهڃاڻ[6].

(54)

### توريءَ عينُ عذاب عينُ عذاب
### توڙي باغ بهشت جا

1. پَسڻ ڏاران پرينءَ جي، حوران محض حجاب.
2. ڏورئون پَڃِي[7] ڏوهه ڪان، وَيجهو ڪان ثواب.
3. ڪنڌ نه موڙي ڪاڏهين، جنهن جو نيهُن نواب نِينهُن نواب.
4. پَيهي وڃ پاتار ۾، هتون ڇڏ حُباب ڇڏ حُباب.
5. بيدل هَتُون هوت جي، ڪُسي تيو[8] ڪباب تيو ڪباب.



---

(1) ٻاروچا (م) (2) هستيءَ ڪي (هه) (3) ويهي (الف) (4) جڪين (م) (5) ديرو (هه)
(6) اهياڻ (ر) (7) پنهنجي (الف) (8) تيءُ (م) (ر) (هه)

(55)

ياڪِي[9] تئين وجي يار

نہ ڪو پَيوءِ[10] خيالُ اسان جو

1. تَوهُون ڏاران سُپرين، دل کي ناهہ قرار
جيئڻ جنجال اسان جو.

2. مِلُ تہ مانداڻي لَهي، نرملَ تيو نروار
متا مچ سوال اسان جو.

3. بيدل ويچارو ڇڏي، مَٽِيُوَ[11] پُورب پار
هَي هَي ڏس حال اسان جو.



(9) ياقي (غ) (10) ٻَرُ ء (هہ) پَيُ ء (م) پيجوء پاپي (الف) (11) ماٽيو (هہ) الف

# كافيون روپ ديسي

(56)

عشقئون آيو آيو، صورت ويس ۾ سُهڻو

1. ڪُنتُ ڪنزا مخفيا سُڻ، لَالَنُ ڪنهن نہ لِڪايو.
2. اَچِي انسان ۾ ڪيائين اظهارِي پيرُ پَڌرِ پرَ پايو.
3. رنگين رنگين ٻاتين ٻاتين، نُورُ نظارو لايو.
4. ڪاٿي هِندُو ڪاٿي مومنُ، اهو رڪيائين رايو.
5. بيدل آٿج تيئن ويسَهہُ[1]: جيئن سَائِنِ[2] سمجهايو.

(57)

تو ۾ سو سِر سارو جنهن جا پنڌ پُڇين ٿو

1. "في انفسڪم" سُڻ فرمودو، تو ۾ نور نظارو.
2. "انا احمد بلا ميم"، عاشق سمجهہ اشارو.
3. مڙس ٿي ميڻج مَنَ پنهنجي تَئون، وهم تون ٻانهپ ڍارو.
4. غيرُ نہ ٻانئج[3] پاڻ ڪي بيدل، شاهي مارِ نغارو.



(1) ويساهہ (ر) (2) سائينءَ (م) سائين (ر) (3) ڄاڻج (م)

## (58)

### هِتِ هُتِ حامي آهہ اسان جو هادي حضرت شاهہ

1. ”لحمڪ لحمي روحڪ[1] رُوحي“، اعليٰ اسداللہ.
2. محبت وارنِ سانڱ[2] آ ساٿي. وانگي ساهہ پساهہ.
3. لاقيدن لئہ وحدت واري[3]. روشن ڪيائين راهہ.
4. ”من عرف“ جي مامَ جي بخشي. عُشاقن[4] آگاهہ.
5. بيدل مذهب ڪون رهہ نيارو، وحدت رک ويساهُ

## (59)

### گُمر تِي گُمر تِي گُمر تِي غازي عشق اهو ارشاد

1. ٻِيون سڀ عِلمَ عقل جون ڳالهيون، بِرهہ بنان برباد.
2. نُڪتي نانهن جو روز ازل ڪون، عشق آهي اُستاد.
3. ”دع نفسڪ جو“ سمجهہ سبق تون، يار رکين نِتُ يادُ.
4. وحدت وَسيهہ سانڱ سدائي، شوقئون رَهُ دلشاد.
5. مذهب واري قيد ڪون بيدل، عشقُ ڪندؤ آزاد.



---

1. لمڪ لمي دمڪ دمي (هہ) (2) سان آهي (هہ) (3) وارو (م) (4) عاشقن (هہ)

# ڪافيون روپ سارنگ

(60)

## ظاهر بندو باطن مولا بِرهہَ جي بازي پُرجهي ڪيرُ

1. اِيهو رازُ ڪري ٿو روشن علي ولي شَه مردان شيرُ.
2. "من عرف" جي مام موچاري فرمودي ۾ ناهي ڦيرُ.
3. پاڻ ڳوليندڙ پاڻ کي ڳولي[1] عشق غَيُور وَڃايو[2] غيرُ.
4. تان تون پنهنجو پاڻُ سُڃاڻين وحدت وارو پَيرِج پيرُ.
5. پنهنجو سِرُ صحيون ڪج بيدل سُوجهي سمجهہ سِريءَ جو سيرُ.

(61)

## رائيءَ پنهنجَي يارُ پيارو آيو هِنَ اسرار ۾

1. معنيٰ مُلڪ کون آيو سُهڻو، صورت جي سنسار ۾.
2. اَچي ظهورو ڪيائين سارو، انساني اوتار ۾.
3. لُٽيون درد مندن جون دليون، سهڻي هن سينگار ۾.
4. نُور نيارو آيو عشقئون، تسبيح ۽[3] زنار ۾.
5. بيدل ڇڏ ٻانهپ جي ٻولي، جالي هر جنسار ۾.

(62)

## سِر اسرار حقيقي آهيان صورت ڪر انسانُ وو

1. فرش اُتي ٿو عبد سڏايان، عرش اُتي رحمانُ وو.
2. نُوح واري اوتار ۾ ڪيڙمُ، عالمَ تي طوفان وو.
3. جسم جي اولي ڏنم ڏڪاري، آهيان جانِ جهانُ وو.
4. ذات صفات کان آهيان نيارو، نہ ڪو نانءُ نشانُ وو.
5. بيدل سيرُ سَيوئي منهنجو، لامڪان مڪانُ وو.



(1) لهي (ن) (2) وڃائيس (م) (3) و (م)

# ڪافيون روپ پورب

(63)

پُريا پُورب پار، سامي سنگ ڇِني ويا

1. گُر[1] ڪون سمجهيو گودڙين، الستي اسرار.
2. راتيان ڏينهان هيڪڙو[2]، آديسين اوتار.
3. لوڪئون لاهوتي لڏيا[3]، گنؤ هليا[4] گرنار.
4. بيدل بيراڳڻ هوئي، ڪا جا تن تنوار[5].

(64)

لاهوتي سي لعلَ پاٽون جن پاسي[6] ڪيو.

1. جوڳي نڪتا جُڳ[7] ڳون، ڇڏي جسم جنجال.
2. نانگا جالن نانهن ۾، ڪَيڙا نِيهَن نِهال.
3. آڏوتي اثبات جي، مُرڪيون ڪن مقال.
4. هو وڃي پهتا حال ڪي، ماٺهن ليکي مُحالُ.
5. بيدل رَهڻ بيراڳ ۾، پاڻ ڪنان پل خيال.



(1) گور (ر) (2) هڪڙو (م) (3) لڏي هليا (م) (4) هُيا (م) (5) تند تنوار (ه) (6) پاسو (الف) (م)
(7) جوڳ (م)

(65)

## پُورب پَهڻُ پِيَوِنِ سامي ويا سنسار مون.

1. سُورَ کنيائون پاڻَ سان، سَمَرُ هي سندوِن.
2. نانگا هليا ناٿَ ڏي ناگهِ نِيھُن نِيَوِنِ. (1)
3. آڏيءَ ويڙا اُليلَ مون، ڪوجو سَڏُ سُيوِنِ. (2)
4. ڏاڍو دَردَ فراق جو، دِل ۾ دُودُ دُکيوِنِ.
5. بيدل عشق جو اوچتو، منجهان مَچُ مچون.

(66)

## پرينءَ ڪان پَرُوڙَ هيءَ پر ايم جيڏيون

1. اندرِ آڪيرو ڪيو، سُپيريان جي سُورَ.
2. وحدت سندَي واس گون، مُلا ٿيا منصورَ.
3. ڪوڙين ڪانَ لڳا مونکي، گهايس تنهنجي گهورَ.
4. بيدل عهد الست گون، محبت ڪيس مخمُور.



(1) ٽيونِ (الف) (2) سٽيونِ (ھ) الف

# ڪافيون روپ جوڳ

(67)

دِيدُن سان[1] ڪري ڏاڙو دل لُٽيئِي يار مُنهنجي

1. هن ڪنيزڪ ڏانهن ڪڏهن ڪوهيارل، ويهي[2] ڪج نہ وسارو
سِگهي لَهج سار مُنهنجي.

2. روز ازل ڪون روح روحن سان، ڪيو جو نُور نظارو
لڳي توسان تارَ منهنجي.

3. هيڏو وڇوڙو آۀ نہ سهندس، وار[3] وصل جو وارو
ڪين سَري ڏار منهنجي.

4. دَرَ تُنهنجي تي بيدل ڪاتيو، چَمُر چَماندر سارو
محب ڪريو ماڙ منهنجي.

(68)

ڪڏهن ايندين منهنجا جاني روز تي راهہ[4] نهاريان

1. وعده پنهنجا پرين تون پاڙج، سگهو[5] اچي تيءَ ساٽي
سدا تي توکي سنڀاريان.

2. ناز اوهان جي دلڙي منهنجي ڪئي جا نِتر نماٽي
گوندر ۾ تي گذاريان.

3. آب اکين مون ارتي[6] جيهو، عشق تُنهنجي ۾ آرياٽي
هوت حبيب تي هاريان.

4. ڪونہ ڏنو مان[7] شهر ڀنڀور ۾ سُونهن سنلو جو ثاني
ڪيرُ پرين توسان پاڙيان.

5. بيدل تولئہ وتي اُداسي وهنلو[8] ڪرڪا وراٽي
گهڙي گهڙي ڏکي گهاريان[9].

---

(1) ساڻ (م) (2) ونهيان (م) (3) واريو (م) (4) راهون (م) (5) سگهڙو (م) (6) آرت جهڙو (م)
(7) مون (م) (8) وهلو (م) (9) گذاريان (م)

(69)

دیسُ ڇڏي پَر دیس تُون آئین
وطن تون کیم وِسار.

1. سَڀُ ڄماندر جالیوءِ جن سان سانگيُ[1] سي تُرت سنڀار.
2. توکون عهدَ وَتا تن کھڙا، پنهنجا تون وعدا پاڙِ.
3. سَــرتــیــون روز سنڀالن توکي، پلپل کرن پُکار[2].
4. اَرجَعِي جي کین کڏهن پئي، کَنِ تُنهنجي کُوکار.
5. ویڙهیچا وحدت جا واصل، توکي کرن تنوار.
6. کثرت وارو قید پیچي تون، پَرِ انهن[3] جي پار.
7. بیدل اُڏري وڃ اوڏاهین گوندر کیس گُذار.

(70)

کانگُ لَنوي مِٽي لات، مُحب مسافر چاڻ کي ایندا

1. جیکس دانهان دَردَ مُنهنجي جون، پُهتیون اُتي پرڀات
اتم اُمید تہ هینئن نہ ڇڏیندا.

2. ورندا سي ساڙيهہ[4] ڏي سڄڻان، طلب جنین جي آهِ تات
گولي پنهنجي گڏ گڏیندا.

3. ایندا جُوءِ ۾ جانب جائي، وائي جنین جي تم وات
دوست دلاسو دل کي ڏیندا.

4. درد فراق انهيءَ جي مونکي، حالئون نِیو هیهات
وٽي وصال جي شال ونڊیندا.

5. بیدل بلکل ٿيءُ نہ ماندو سَنجهہ صُبحُ کي رات
هوت اچي توسان هِکُ ٿیندا.

(1) ساڳي (م) (2) پوکار (م) (3) انهيءَ جي (م) (4) سیئي ساریان ٿي (م)

(71)

## عشق جو ڏِسُ اِسرارُ، سڀ صورت ۾ يارُ سَمايو.

1. يارُ يگانو ڪاڻِ ظهورَ، سَوين ڪري سينگار
پاڻ پرين ڪثرت ۾ آيو.

2. ڏَسُ همہ جو پاڻ ڏنائين، عاشق ڪر اعتبار
هَر جا يار تماشو لايو.

3. خيال اُنهيءَ سان جي تون جَالين، تُرت لهين تڪرار
وَحدت جي سِرَ جو سرمايو.

4. اُٿندي وَيهندي چَوندي ٻُڌندي، تَنِ رڪُ هيءَ تنوار
صيقل ساڻ صفا ڪر ڪايو.

5. بيدل ڇڏ نہ هتئون تون هرگز، وحدت جو واپارُ
سالڪ تي هي خيال سجايو.

(72)

## تون تہ مِهر نظر مُڙ[1] پال

1. پاڻهي لاتُوَ نِيهُن نتر سان، پنهنجو سو تون ننگ پال.
2. ڪَڙُ اسان هون حِجابُ دوئيءَ جو[2]، بخش تون قرب ڪمال.
3. ڪر امدادي يار اسان تي، عشق وارو احوال.
4. بخش پرين پنهنجي پاڄيءَ ڪي، شاهہ حلاج جو حال.
5. ساڻ نگاهہ نواز نماڻو، پلا پانهنجي پال.
6. هرجايون ڏيڪار تون جاني جلوو جوت جمال.
7. قائم رک بيدل جي دل تي هِڪو هِڪُ خيال.



(1) پنهنجو ننگ پال تون تہ مهر نظر مڙ پال يار جاني (م) (2) دا (م)

# ڪافيون روپ نٽ ڪلياڻ

(73)

عَقلَ جو ويو اختيار عشق اناالحق جو دَمُ ماريو

1. عشق عقلَ جي لڳي[1] لڙائي، عشق ڪٽي جنگ عقل هارائي
هيڪل هڪ هسوار، ڪيڏي ڪٽڪ ڪي برهہ ڀڄايو.

2. دَست ڏري آيو حُسن جو پالو، چنچل چشمن جو ڪري چالو
گوءِ ڪٽي نروار، باهہ بِرهہ جي سَڏين ڪي ساڙيو.

3. يارُ بيرنگي نُور نهاني، پهري پوش[2] آيو انساني
عشقون ٿي اظهار، سَهس وَيسَن سان پاڻ سينگاريو.

4. ڪاٿَي پيرُ مريدُ سڏائي، ڪاٿي پاڻ سان لنوڙي لائي
ڪاٿي ڪري[4] ڪُوڪار، قم باذني مُئو جياريو.

5. ڏِسُ[5] تون باولي بِرهہ جي بيدل، لامڪانون ٿي ڪر نازل
نوڙ دُوالي يارَ، بيخوديءَ جو باز اُڏاريو[6].

(74)

هر طرف ساجن ٿو وَسي هستي ڇڏي هوشيار ٿيءُ
دَانهَہ دُوئيءَ ڪي وِجُهہ دَسي پاڻون پڇي بيزار ٿيءُ.

1. مورُ[7]ئون نہ آهين غيرُ ڪو، پَيرج نہ هيو تون پَيرُ ڪو
هِنِ ۾ نہ چاڻج ڦيرُ ڪو، وڃي نيهن ۾ نروار ٿيءُ.

2. صورت جي آيو ديس ۾، وَهواهہ وُجودي ويس ۾
لک جاءِ لعل لبيس ۾، ڪر خوض خبردار ٿيءُ.

3. حق جا بہ جا مشهود آ، سو عبد سو معبود آ
حق رِيءَ نہ ڪي موجود آ، بيدل تون با اعتبار ٿيءُ.

---

(1) لڳي آ (م) (غ) (2) پوشاڪ (م) (3) فقير (ن) (4) ڪرين (هـ) (5) هڻ تون (م) (6) اُڏايو (م) (7) اصلئون (م)

(75)

دم دم دلبر ڪاڻ، سِڪ سُهڻيءَ کي سِيرَ گهرڻ جي.

1. ميهر ڪارڻ سُهڻي مستاني، سُرڪي پيتائين صحيون سُڄاڻي
ڄاڻي تو رب ڄاڻ، ميخ لڳي هَسِ مرڻ جيئڻ جي.

2. لَهسَ لنگن کي لَهرَ مون آيس ڏونهان دل ۾ درد ڏکايس
بِرهَہ ڏيکاريُسِ پاڻُ، سِڪ وِڄايسِ سُرت سمهڻ جي.

3. روز ميهر لئہ سير تري ٿي، ڪچ گهڙو ڪيون گهيرُ گهري ٿي
برهہ ٻوڙايُس پاڻُ، مُحب ڏني هس ڪا ميچ ملڻ جي.

4. عشـق ازلـي جـن کـي آهي، ڪاڻ ڪُنن جي تن کي ناهي
عبدالقادر ڄاڻِ، ناهي ڪنهين جي سُرڪ سلڻ جي.



# ڪافيون روپ ڪامول

(76)

آيو پَهري ويسُ، صُورت جو بيرنگُ نيارو.

1. ذات ڇُپاوتِ لوڪ پَلاوتِ لالن ڪَيڙُو لبيس.
2. ڪيو هن جلوي رنگ برنگي نِيهَن وارن ڪي نيس.
3. پنهنجي شوقئون لالنِ لاتِي پِرت اَچي پرديس.
4. رَين سُورج سان خُوب دلايس مُک پر ڌاري ڪيس.
5. بيدل اصلئون دِيدَ اڙائڻ، عاشقن جو آبيس.[1]

(77)

صورت جو سردارُ پلي ڪري آيو

1. واعده پنهنجا سيئي پاڙيائين،[2] سهٽي يار سچار.
2. اگڻ اسان جي پيرَ گهمايا، مِهرَ منجُهون منٺار.
3. اچي اچانڪ سار لڌائين، جانب جيءَ جيار.
4. پاڻون چاڻي پنهنجي پاڇيءَ جو، غور ڪيو غمخوار.
5. بيدل اصلئون آهي وِڪاڻل،[3] در ٺُنهنجي دلدار.

(78)

عشق سنلو آثار نہ ڪي ڳجهو رهندو
بِرهہ سنلو بيمار نہ ڪي لِڪو رهندو

1. شوق جو شُعلو قولون فعلون نِتُ ٿيندو نروار.
2. ديد بازن ڪي جَڳَ ۾ جائِي عشق ڪندو اظهار.
3. لَنوَ لڳِيءَ ڪي ڪيرُ لِڪائي پَوَي پَترِ يَڪبار.
4. مَن خدا چيو موج انهيءَ ۾ عاشق بي اختيار.
5. بيدل عشق ڪي عارُ نہ چاڻج ڏيندءِ مرد ميار.



(1) عاشقن آبيس (م) (2) پاڙيا (م) (3) وڪاڻون (غ)

# ڪافيون روپ ڀاڳ

(79)

آءٌ آهيان اسرار، عالم ليکي آدمي.

1. عَرشئُون اَچي اِتهين. عشق ڪيس اظهار.
2. ڪين هلي تِي قُرب ۾ دين ڪُفر جي ڪار.
3. ڀانهپ ٻولي ناهہ ڪا نُور آهيان نروار.
4. بيدل بندو ناهہ تون آئِ اهو اعتبار.

(80)

پُهچ پير پيران ٻُڌيُ[1] هي ٻاڏايو
مريدن تي مِيران رکو رحم رايو.

1. سدا ساهہُ منهنجو اوهان کي سنپاري
هميشہ هينئون توڏي نيهنُون نِهاري
ڪريو دستگيري، ڪون هستي ڇڏايو.

2. تون آن مُلڪ معنيٰ سندو شاهہُ سرور
تون سيد سچو نور ساقي ڪوثر
جُذب جوش جو جام پِرتئون پلايو

3. اوهان جي آ ناسُوت ۾ نامداري
تُنهنجو حُڪم ملڪوتُ جبروت جاري
سندم روح لاهوت جي رنگ رچايو.

4. تون آن غوث اعظم قوي پير قادر
توهون نت تين سهسين ڪرامات صَادر[2]
هي ٻہ قطرو درياهہ سان نيئي ملايو.[3]

5. مَنگي داڻُ بيدل برهہ جو بکاري
سدا جوش جولان توحيد تاري
اللہ لڳ پلا پال تُنهن کي پلايو.



(1) ٻُڌيءِ (م) (2) توهان تي ٻُني آ ڪرامات صادر (ن) (3) نِئي تان ملايو (ن)

# ڪافيون روپ سهڻي

(81)

تيءَ غيبَ ۾ تون غيبُ لنگهَي عيب ثوابون

1. طالب نہ تي تقويٰ سنلو پيءُ شوق شرابون
چِڏِ هستي گِهڻِ مستي سُڻ رمز ربابون.

2. توريءَ نہ ڪيِ[1] ٻيو آهہ هلي آءُ حجابون
آهين نُورُ ڪر ظهور تيءُ نرواُر نقابون.

3. بيزار خود خيال ڪون بيدار تي خوابون
پَيهي پَسُ حقيقت پانهنجي مُنهن موڙ ڪتابون.

4. ڪج نُڪتو توحيد جو حاصل هر بابُون
بيدل وَڃُ پاڻيءَ ڪي بَحرُ[2] لهر حُبابُون.

(82)

لاشڪ آ شائقن[3] ڪيِ[4] دل جو ڪتاب ڪافي
جنهن ۾ اُصول اصلي لاريب لا خلافي.

1. تلويح جي طلب ڇڏ تو ضيح جي تَلافي
تَفتيِح[5] پانهنجي ڪرِ صوفي آهين جي صافي.

2. ظاهِرَ جو اَمرُ آهي في الاصل اختلافي
جي مَحو تيا تنيَن[6] تون مذهب جو حرف معافي.

3. هستيءَ جي مرض جو آ[7] والله شوق شافي
مون[8] سان مناظرو ڪر ڇڏ مقتضي وُ[9] نافي.

4. ڪعبي قُرب جو تي بيدل سدا طوافي
برّ[10] بحر شاهہ حاضر حيرت ۾ بشر حافي.

(1) نہ ڪو (م) (2) ۾ پر (م) (3) عاشقن (م) (4) لئہ (هہ) الف (5) تنقيح (هہ) (6) تنهن تون (هہ) الف، (7) هستيءَ جو مرض آهي (الف) (8) مَنَ سان (م) (9) منفي ونافي (م) (10) بروبحر (م)

(83)

## رمز چوان يا مامَ چوان گهورَ سڄڻ جي هزارين گهايا

1. رُخُ سڄڻ جو گل گُلابي، بُلبل ويک ٿيوي بيتابي
نرگس چشمان نين شرابي، چشم چوان يا بادام چوان.

2. ابرو سيف ايران عجيبن، نيزا بڙڇيون بان حبيبن
گهاوَ ڪرن منجهہ هانوَ ضعيفن، تيغ چوان صَمصام چوان.

3. عشق سڄڻ جي ڏوم مچايو، شاهي نوبت طبلُ وڄايو
هرجا پَنهنجو حُڪم هلايو، شور چوان يا قيام چوان.

4. قامت دلبر سرو صَنوبر، لب مرجان دَندانِ مثل دُرَ
ڪارا وار وسيهر ور ور زلف چوان يا دام چوان.

5. بيدل آهي حُسن لئہ ماندو، وارَ تنهنجي ڪون ناهي واندو
اهو عجيب الله ڪٽي آندو، سو يار چوان آرام چوان

(84)

## ذاتي خيال اثباتي سمجهڻ ڪير اُٿاري ويهاري ڪيرُ

1. ”فاذڪروني اذڪرڪم“ ناهي سُخن ۾ ٻيو ڪو ڦيرُ.
2. انا احمد بلا ميم رمز انهيءَ ۾ ناڪو غيرُ.
3. اونهون ڏيهہ الله جو پُرجهي پائج پير.
4. بحر عميق ۾ ڪيئي ويڙا ڪنهن ڪنهن لڌو يار جو سير.
5. بيدل عشق انهيءَ ۾ تون ساجهر آءُ تُرت سوير.



(85)

پاڻ تو پيدا ڪيو ڪين مان چَيُئِي انسان[1] ڪر
گهرج هُئي توکي گهٽي ڪين مان چَيُئِي احسان ڪر.

1. شَڪم مادر ۾ رهيس تي ڏهه مهينا قيد ۾
تو اُتي پاليو مونکي ڪين مان چيئي مهمان ڪر.

2. خوش خوراڪون ڏئي مونکي جلدي اچي تون جوان ڪيو
موجود موجان تو ڏنيون ڪين مان چَيُئِي گهمسان ڪر.

3. جانِ ۽ جامو ڏئي موجود موجان تون ڪيُون
راند رَسَ ۾ تو چڏي ڪين مان چَيُئِي نقصان ڪر.

4. بيدل برهه بي انت آ عامُ تا ائين چوَن
هر جا رمز تنهنجي آهي ڪين مان چَيُئِي اعلان ڪر

(86)

پاڻ ڏاڍن سان نيهُن نہ لايو جنجل نيهن نپايو مون

1. آءُ اياڻي عشق نہ ڄاڻان عشق عجب سر آيو مون.
2. سُتي پئي هَس سيج پلنگ تي جتن ڪين جاڳايو مون.
3. چڙهي جبل چوٽ تي تيرن تن تپايو مون.
4. بيدل ڪي اچي مِلُ پيارا تُنهنجي طلب تپايو مون.

(87)

ڪونہ ڏٺو سي جڳ منجهہ جيڏيون
عشق جهڙو آزار ميان

1. منصور جيها ڪيئي مردانا سُوريءَ تي هسوار ميان.
2. دوا درمل نانهن انهن جو جيڪي برهہ سندا بيمار ميان.
3. ہَئي تہ جهانَ ڇڏي ڍِناسي عشق ڪيم اختيار ميان.
4. بيدل وحدت وچ بازر ۾ روئنداسون زارو زار ميان.



(1) احسان (م)

# مرثيو

ڪربلا ۾ شاهہ جڏهن مهمان ٿيو
دردَ غم جو اُتِ وڏو گهمسان ٿيو

1. ڪربلا ۾ آيو جڏهن ابن رسول
جانشين مولا جگر گوشئہ بتول
وِرهہ جي واديءَ ۾ ڪيو نرمل نزول
سَوزَ سُورنِ جو سڀو سامان ٿيو.

2. وير سان ويري اچي ٿيا سامهان
ڪافرن ڪاهيو نبيءَ تي ناگهان
قربدارن سان وڏا ٿيا امتحان
ڪاملن تي قتل جو فرمان ٿيو.

3. شاهہ مائٽن ۽ يارن کي چيو
سالڪو سر ڏيڻ لئہ سنيري ويهو
هيءُ اسان سان عهد منجهہ ميثاق هو
شوق وارن جو شهادت شان ٿيو.

4. سيني اڳتون عرض ڪيو روحي فداڪ
نيهن جو نعرو هنيو اَن نور پاڪ
رت سان ٿيو رنگين فورَنِ فرش خاڪ
عارفن سر برهہ جو َباران ٿيو.

5. برهہ جي برسات سائِن سِر جَهلي
سِر وڍائي سرخرو ٿيا هَت هلي
مقَبلن منصب لڌو قربئون ڪلي
ان مٿون عشقون عطا احسان ٿيو.

6. ڪيو سونهارن سير في الله نيزي سر
واهہ هي واقعو ٻڌي خون ٿيو جگر
هاءِ ڪيا فردوس ۾ حورن حشر
مُلڪ ۽ ملڪوت ۾ طوفان ٿيو.

7. يا امام العارفين نيهئون نهار
شاهہ! بيدل کي برهہ بهرو ڏيار
سوز سڪ جي سيدا سُرڪي پيار
دردَ تنهنجو دل سنلو درمان ٿيو.



# منقبت

اي صبا وڃ لڳ خدا جي هڪ گهڙي
طرف روضي شاهہ سيوستان وري
صد تحيت صدق مون پِرَ تي پَڙي
ڇَئج ڏس احوال گر بخشش گري.

يا قلندر وير واھرَ ٿي وري
ميرَ مروندي رسي ڪر رهبري.

تون نبيءُ جي باغ جو آن نونهال
تون علي زاده ضيائي ذوالجلال
تون حَسن جو لاڏلو شهباز لال
تُون حُسيني بادشاهہ بدرالڪمال.

يا قلندر وير واھرَ ٿي وري
ميرَ مروندي رسي ڪر رهبري.

مشرق حسنين جو خورشيد تون
مجلس ڪونين ۾ جمشيد تون
جان و دل را جنتِ جاويد تون
نا اُميدن جي مگر اُميد تون.

يا قلندر وير واھرَ ٿي وري
ميرَ مروندي رسي ڪر رهبري.

نور چشم سيد الثقلين تون
مرتضيٰ جو قرت العينين تون
جانشين مسند سبطين تون
آن وسيلو مُنهنجو في الدارين تون.

يا قلندر وير واهرَ ٿي وري
ميرَ مروندي رسي ڪر رهبري.

سَرِ وَرَنِ جي خيل جو سردار تون
ماهُ بُرجِ سيد الابرار تون
دُر دُرج حيدر ڪرار تون
بَحر موليٰ گوهر شهسوار تون.

يا قلندر وير واهرَ ٿي وري
ميرَ مروندي رسي ڪر رهبري.

بس ڪ طوفان بلا ۾ ٿيس غريق
ليس لي الا تعوذڪ الشفيق
باﷲ ارفتني تو يا نعم الرفيق
واسقي الاقداح من شراب الرحيق.

يا قلندر وير واهرَ ٿي وري
ميرَ مروندي رسي ڪر رهبري.

انت نعم المشفقين ما عاجزان
انت نعم المرفقين ما ناتوان
انت ساقي القوم ما لب تشنگان
العطش بنده آب بر آتش فشان.

يا قلندر وير واهرَ ٿي وري
ميرَ مروندي رسي ڪر رهبري.

تون صنوبر گلشن اجمال جو
آن تون سرور مسند اجلال جو
شمع جمع عزت و افضال جو
آفتاب و عظمت و اقبال جو.

يا قلندر وير واهرَ تي وري
ميرَ مروندي رسي ڪر رهبري.

يا سراج العالمين عثمان شاهه
يا قلندر قطب الدين عالم پناهه
ارض تي آهين ولي بهر الله
ڪر قبول اي شاهه عالي جائيگاهه.

يا قلندر وير واهرَ تي وري
ميرَ مروندي رسي ڪر رهبري.

مرگ دشمن هڪ سندم اول سوال
پيو گهران ٿو دوست جو دائم وصال
ٿيون لڇڻ دل جو ز عشق لايزال
تان دوئي کون ٿي بوحدت اشتغال.

يا قلندر وير واهرَ تي وري
ميرَ مروندي رسي ڪر رهبري.

بادشاهه بيدل سندو تون غور ڪر
حضرت حاجت روا في الفور ڪر
دوست همزا نوي دشمن دور ڪر
عشق جي پيالي سان دل مخمور ڪر.
يا قلندر وير واهرَ تي وري
ميرَ مروندي رسي ڪر رهبري.



# كافيون روپ بسنت

(88)

برهہ بسنت کي باس[1] کوئي کوئي پاوي.

1. اس گلزار مون[2] بوءِ همہ دي، پاوي کو خاص الخالص.
2. بوءِ بهاران بيرنگي دي، آوي نہ نال قياس.
3. هرهڪ گل دا ويک تماشا، ٿيوين رمز شناس.
4. ويک گُلان وچ جلوان ذاتي، هوندي[3] گُم حواس.
5. مئي وحدت دي پي نت بيدل، رهنا[4] مست مواس.

(89)

حُسن بسنت بهار بيرنگي، چمن کليا چوڏاري

1. اينما تولو عشاقان نون، آپ ڏتس دلداري،
ثم وجه الله ويک تماشا، چار طرف گلزاري.
2. نقش نگار عجائب بڻيا، هار سينگار هزاري
گلبندن گلزار مين آيا، هر جا ٿي هبڪاري.
3. قول کلي کچنال بہ قولي، اور کلي گل[5] ناري
سرو سمن[6] سوسن صد برگي، برهين عجب بهاري.
4. ڀاجهون ويکڻ يار پياري سير چمن بيڪاري
بيدل بُوءِ بهار دي پاوين، سرت وڃائڻ ساري.



1) بانس (هہ) الف (2) مين (م) (3) هوئيندين (م) (4) رهتا (هہ) (5) گل اناري (م) (6) سرو سنبل (م)

(90)

باغ بهاران من نهين پانوندي ٻاجهون ويکڻ ياران

1. في انفسکم هردي اندر، خوب کِلي گُلزاران،
جوئي گل گلزار پيي اوئي، سوئي بسنت بهاران.

2. ويک تماشا وحدت والا، مست هوئي هشياران،
جس ني بوءِ بهار دي پائي، ڀُل ڳئي سڀ کاران.

3. هار سينگار عجائب کيتا، رلمل گلَ رخساران،
قمري بلبل ويک تماشا، پلپل کرن پُکاران.

4. بيدل عشق دا لالا وانگن، داغ ڏتا دلداران،
کُل شيءِ هو هو الله، هکو وچ هزاران.

(91)

موهن پيارا کر آيا بستي ويسُ، سهڻي سروپ تون صلقي مين جاوان.

1. مک سورج گل، اکين گل نرگس، سنبل کالي کيس.
2. سَــروِ چـمــن خـوبـي دا سـهـڻا، لالن خاص لبيس
3. نـوْل[1] بـهـار بـهـشـتـي سنئيان[2]، خـوب کُلي چـو ديسُ[3].
4. وحـدت دي خـوشـبـو تون هوندا، رنگ دوئي دا نيس.
5. بـيـدل هــرگــل ســر الاهــي، انــســانـي آبـيـس.



(1) اول (الف) (2) سهڻا (الف) (3) ليس (الف)

(92)

عشق اسانون وكلايا عجب اسرار، حسن بيرنگي رنگ مين آيا ڊوليا

1. روپ بسنتي گهن كر آيا، لڳڙي برهہ بهار.
2. لالا رنگ شراب شهودي، نرگس نين خمار.
3. هر گل سر ظهور بهاران، چمن چمن چوڌار.
4. اينما تولو ثم وجه الله، ايوين كر اعتبار.
5. طرحين طرحين حُسن تماشا، هر گل نول نظار.
6. هكا هك ڏكالي ڏيندا، وحدت وچ گل خار.
7. بيدل ويسُ بسنت[1] مين ويكين، نُور حُسن نروار

(93)

ساڏي گهر سنئيان[2]، كليا باغ[3] بهار

1. بَن بَن آوندا مون منُ پاوندا، موهن منصبدار.
2. منهن مهتاب اكيان گل نرگس، كيوي[4] وچ خمار.
3. آدم دا وت كر بهانا، آپ هويا اظهار.
4. آوڻ سيتي شاهہ حسن دي، گُل گُل ٿيا گُلزار.
5. سهڻي صورت رنگ عجائب، ڳل ڦولاندا هار.
6. پيرڙا پايس گهورئون گهايس، نين چاتس نروار.
7. ويكڻ اوهنڌي[5] كيتي مستاني، بيدل جيهي هزار.



(1) بسنتي (م) الف (2) سائيان(م) (3) گل كليا (م) (4) كيتي (م) (5) انهيندي (م)

(94)

برھہ بھار ھوئي چوڏاري، حُسن بنست سهاوي جي.

1. ويس بنستي ڪر ڪي آيا، ساجن موري اڱڻ[1] سُهايا،
موهن نِتُ من ڀاوي جي.
2. وحدت باغ عجائب ڪِليا، چمن چمن وچ هُو هُو هُليا،
حق نون ڪونُ ڇپاوي جي.
3. هر گُل دا وت رنگ نيارا، بلبل ويک ڪي ماري نعرا،
انحد ناد بجاوي جي.
4. گــئــي خــزان فــراقــان والــي، آئـي بوءِ بهار وصالي[2]
عشق خودي نون ڪاوي جي.
5. بيدل نون وچ سير صفاتي، حاصل هويا مطلب ذاتي،
گيت اناالحق گاوي جي.

(95)

چلو ري سنئيان چرچا ويکين، آپ چمن ۾ آيا.

1. آيــا شــاھہ حــســن دل[3] جــانــي، بــاغ صفاتي وچ سيلاني،
رانجهن پيا ڪورايا.
2. نــرگــس چــشــم بــسـنتي جاما، زُلف بنفشہ رُخ گلفاما[4]،
بيرنگي رنگ لايا.
3. الف دي صورت سَروِ سُونهارا، اثباتي نون ڪر اظهارا،
وهم وجود وڃايا.
4. هر گل مين خوشبوءِ هڪائي، وحدت دي وچ ٻوڙ ٻيائي،
ڇوڙ ٻيا فڪر اجايا.
5. بيدل سَنَ[5] سَن ثم وجه الله، هر جا گل گلزاري وهہ وا
هادي حق فرمايا.



(1) اڱڻ سيبايا (م) الف (2) بهاران والي (م) (3) دا (م) (4) گلفام (م) (5) سَن ثُم وجه الله (م)

(96)

حسن بسنت مين ڏيوي ڏکالي، سهڻا سرب سمايا.

1. "ورد الاحمر[1] مني" آکيسُ، رمز شهودي گُل[2] وچ راکيسُ،
هُو هُو هبڪار سبايا.[3]
2. گل پيي آپ گلزار پيي آپي، حسن بسنت بهار پيي آپي،
خوب تماشا لايا.
3. قمري ڪُوڪ سُناوي ڪُو ڪُو، ليس في الدارين الا هُو،
جت[4] ڪت جلوا پايا.
4. بيدل هرجا برهه بهاري، اندر ٻاهر گُل گلزاري،
نازڪ نيهن نيايا.

(97)

حسن بسنت بهانا ڪيتس، آپ وڪاوڻ آيا.
1. ڪُل شيءِ هُو هُو الله، سربُ سماوڻ آيا.
2. اپڻي نال نيارا نيهي، لنوڙي لاوڻ آيا.
3. بار برهه دا سر تي سانول، چاهئون چاوڻ آيا.
4. برهون روپ بهار مين سهڻا، ڪيل ڪلاوڻ آيا.
5. بيدل صورت گُل دي گِهن ڪر، لوڪ ڀُلاوڻ آيا.



---

(1) ورد الاحمد (هـ) الف (2) ڪُل (هـ) الف (3) بسايا (الف) (4) جنهن ڪنهن (هـ)

(98)

سهڻا تيڏي چشمان، سانون چيٽک لايا.

1. من مشتاقان دا رمزين غمزين، گهور تُساڏڙي گهايا.
2. دام زلــف دي دلــڙي اســاڏي، نــال فريب ڦسايا.
3. روح ساڏي نال روز ازل وچ، پرت دا پيچ تو پايا.
4. ويــکــڻ سيــتي سهڻي صورت، محبت مچ مچايا.
5. بــيــدل بــردا تــيــڏي در دا، جنهن سر تيڏا سايا.

(99)

عشق دي لڳڙي تار مينون

1. باغ بسنت بهار بيرنگي[1]، کليا گل گلزار مينون.
2. ڀهون ڀاوندا ڀهون سيباوندا، هادي دا اسرار مينون.
3. جهنگ نون چوڙ کي تخت هزارين، اور نہ هُڻ[2] تکرار مينون.
4. بــيــدل آهــي عــيــد مُــدامــي، دلبر دا ديدار مينون.



(1) باغ و بهار بسنت بيرنگي (غ) (2) آ وڃڻ (م) الف

## ڪافي روپ هوري

(100)

آج پيا هوري کيلن آيا
سهسين رنگي بيرنگ سمايا

1. سهسين روپ اروپ سماوت
وحدت ڪثرت رمز رلاوت
نو بنوع جاني جلوا پايا.

2. بندرابن مين کيلي هوري
شام سندر دل لٽنداي زوري
چشم اوهندي سانون چيٽڪ لايا.

3. عطر گلال عنبير اڏائن
گهٽ گهٽ گيت الستي گائن
هس هس مينون برهه بڇايا.

4. بيدل هوري حيرت والي
نيهي کيلن کيل نرالي
بار برهه جنهان چُم سر چايا.



# ڪافيون روپ جهنگلو

(101)

يار تون تہ سهسين رنگ سمائين.

1. عرشون آءِ عرب وچ سائين، احمد نام سڏائين.
2. آدم وچ ظهورا ڪرڪي، نيهڻون مُلڪ نوائين.
3. ڪاڻي مذهب دين تي محڪم، ڪاڻي ڪفر ڪمائين.
4. فتوا ڏي ڪر آپنون آپي، سولي پڪڙ چڙهايئن.
5. واعظ ٿئين تون وچ مسيتين، ڪاڻي ناچ نچائين.
6. آهين آپ بهاني بيدل، اناالحق الائين.

(102)

ماهي يار دي نال، هيلي ويسان.

1. سر[1]سرو اها گهر گهر[2] واها، پرت ڪيتا پامال،
سب سٽيسان.
2. وچ ميدان محبت والي، چشمان دي ڪر چال،
گوءِ تہ نيسان.
3. وچ ماهي دي فاني مطلق، ڳيا غير جنجال،
خوش جاليسان.
4. وحدت دي مئخانہ اندر، ڳئي سرت سنڀال،
پُر پليسان.
5. بيدل نال سبب دي مليا، ماهي مست خيال،
نيهن نڀيسان.



(1) سر سر واها آپ وهيسان (م) (2) سر واها گهر واها (م)

(103)

## عاشق ٿيءُ الستي ماڻ منصوري مستي.

1. فوجان حسنديان عالي دهشت، مار هڻيندي[1] هستي.
2. جي سر ڏيندي سي گوءِ نيندي، سودا دست بہ دستي.
3. ويک سجن دي نيڻ خماري، سُرت ڳئي سربستي.
4. غمزي خوني ناز نينان دي، ڪيتي ساڏي دل خستي.
5. عـشـاقـانـدا بـيـدل هـوندا، شيوا حُسن پرستي.

(104)

## عشق دي الٽي چال

## چالڙي ميان.[2]

1. راهـ انـهـيـن وچ ڪـيـئـگي دلاور، درد ڪيتي پامال.[3]
2. نامين مرنديان نامين جيونديان، هي هي ميڏڙي[4] حال.
3. رنگپور دي وچ مول نہ رهسان، ويسان ماهي دي نال.
4. تـو پـاجـهـون ساڏا جيءُ نماڻا، مِهر نظر مڙ پال.
5. بـيـدل ڪـثـرت چـوڙ تـہ ٿيوي، وحدت نال وصال.



(1) هتاون (م) (2) برهـ دي الٽي چال (م) (3) پائمال (م) (هـ) (4) ميڏي (م)

(105)

معشوقاندي مام، عام كيا چاڻن.[1]

1. خلعت عشق دي پهرن خاصي، شاهه حسن دا شانُ، صحيح سڃاڻن.

2. شاهه شرف سرمد جيهي عارف، وچ اِهين مهرياڻ، موجان[2] ماڻن.

3. وحدت دي وڻجاري عاشق[3]، دوئي والا گمان، مول نہ آڻن.

4. بيدل لڳڙا برهہ جنهان نون، خودي کنون سيئي خانُ، خيال اُکاڻن.

(106)

عشق دا بحر عميق، غوط[4] مارن غازي.

1. بحر بي پايان عشق سڏيجي، غازي هون غريق.

2. سڏڙيان دا وت کم نہ اِتاهين، آوي کوئي[5] عشيق.

3. وحدت واليان کيلان کيلن، صوفي صاف طريق.

4. ڏک سک دي وچ رانجهو آها، رمز واليان دا رفيق.

5. حال همہ وچ رهہ تون بيدل، چوڙين فرق فريق.



(1) معشوقاندا ماڻ عاشق کيا چاڻن (م) (2) موجون (م) (3) واه واه (م) (ن) (4) غوطي (م) (5) کو (م)

(107)

لٽ نيتي دلڙي، ڇيريان دي ڇمڪار.

1. ڪنڙان[1] دي ڪن پلپل پوندي، ڦُم ڦُم دي ڪوڪار.
2. منهن ڏتا سانون مدهوشي وچ، چشمان دي ڇمڪار.
3. فــوج حسـن دي شهـر دلين وچ، آ ڪيتي ڦرمار.
4. رخت بخت[2] سڀ ڦُرلُٽ نيتا، نيزه بازان نـــروار.
5. بيدل جيهي وچ راتاهي، ڪُنڙي سَهسِ هزار.

(108)

مار گهتيا سانون نينان والڙي ناز.

1. غمزي رمز[3] دي چو هون ڇنڪي، جيوين بحري باز.
2. ناز نيتا ساڏا سر سر واها، اُجن هي آغاز.
3. عشق حسن نون آپت دي وچ، جڙندا ناز نياز[4].
4. عشاقاندي قسمت لکيا، سڪ دا سوز گداز.
5. بيدل جالين ڪوئي ڏهاڙا، موٺي وچ مجاز.



---

(1) ڪيڙان (غ) (2) رخت وبخت (م) (3) رمزين (م) (4) ناز و نياز (م)

(109)

نت نهاريان مين راهان، راهان راهان وي.

1. پار درياهان رانجهن سٽندا، عشق ساڏي ديان آهان.

2. درد ماهي دي دلڙي نيتي، وسر ڳئي سڀ واهان.

3. رين انڌيري نديان ڏونگهيان، ٻڏيان نون ڏيوي ٻانهان.

4. پار عرش لنگهہ پونديان بيدل، درد عشق ديان دانهان.

(110)

چينڪ لاٽا چاڪ، مايا[1] مرويسان.

1. چاڪ دي نال ساڏي دل ڇهني، چاڪ دي پيران دي خاڪ،

سُرمان ڪريسان.

2. سٽي مين وچ سيالين سنئيان، رانجهو دي حُسن دي هاڪ،

اکيان اڙيسان.

3. حسن دا سجدا فرض اسان تي، سهٽي اڳون بيباڪ،

سر ڌريسان.

4. بيدل ذات ظهورا ڪيتا، پهر اهٽا[2] پوشاڪ،

ٻيائي ٻوڙيسان.



(1) ماهيا (م) (2) آيا (م)

(111)

پلا ٿيوي ڍوليا، سانون درس وڪاءِ

1. وچ فراقين ڪاهل هويان، خون جگر دا ڪاءِ
2. طرف عشاقاندي رمزين غمزين، چوري چشمان چاءِ
3. شاهہ منصور نون سولي ڏتڙا، سور تساڏيدي ساءِ
4. تبريزي دا پوش لهوايا، گهور تُساڏي دي گهاءِ
5. ساڏي نال پي سهڻا سائين، ڏاڍي ڪالنوڙي لاءِ
6. درد عشق دا يار اسانون، پُر ڪر جام پلاءِ
4. بيدل تيڏڙي دامن لڳڙا، اپڻا ننگ نپاهہ

(112)

ديدان والڙي ڏاڙي، راهہ مسافر ماري

1. سير سنساري سانون بهانا، نينان دي ويک نظاري
2. حُسن دي بازر ويکڻ آئي، وحدت دي وڻجاري
3. اسان پرديسي بيکس آهيون، پريوندي آوڻ واري
4. جتون آئي هون اُتون ڪڏانهين، مَلڪ نہ ڪرن گذاري
5. مُڙڪي ويسون اسان اوڏانهين، بهسون نہ وطن وساري
6. انگ ازل ڪنون ايوين لکيا، ڪون لکئي نون ٽاري
7. ڪيئي درماندي قسمت آندي، بيدل جيهي بيچاري



(113)

عشق نهين آسان، آپي ڪل پُوسي.

1. ڪُوڪ نہ سگهندا، جنهن نون لڳندا. برهہ دا ڪاري ڪان.
2. سر امامان دي عشقي آندا، تيز ڪيها طوفان.
3. منصور جيهي غازي ڪيتي، گنوءُ انهين گهمسان.
4. صوفي دا سر نيزي اُتي، چاڙهيان عشق عيان.
5. بيدل هرگز هتون نہ چوڙين،درد سندي دامان.

(114)

جنهن سر آيا نيهن، آپي ڏس ڏيسي.(1)

1. ناز دا ناوڪ لڳڙا جنهن نون، روندا راتين ڏينهن.
2. سر امامان دي ڪيوين اُتڙا، محبت والڙا مينهن.
3. درد عشق دي دهشت عالي، جيوين وڙهندا(2) شينهن.
4. نال سڌان دي بيدل مشڪل، توڙ نياون نيهن.



(1) آپي ڪل پوسي (هہ) (2) دڙندا (هہ)

(115)

کیھي کیھي لاتئہ رمزان ساڈڑي نال.

1. عشاقاندي دل قسائي، کرکي جوڑ جمال.

2. هوش اساڈا سارا نیتئي، چشمان دي کر چال.

3. هڻ وت کیون کر نهین تو رکندا، ساڈي طرف خیال.

4. نهین تسان کنون سهڻا سائین، مخفي ساڈڑا حال.

5. درس تیڈي دا بیدل پیاسي، مهر نظر مڑ پال.

(116)

آوَس نیڑي یار، نت مرویسان[1].

1. ساڈي دل دي طرف تساڈي، تانگھ لڳي تکرار.

2. اگڻ اساڈي سهڻا سائین، آسین تون کھڑي وار.

3. دردمندان دیان سڻ کر دانهین، مک وکا منٺار.

4. سوز فراق دي کیتا[2] خستہ، سهڻا لهین تون سنیار.

5. "وهو معکم" اپڻي قول نون، بیدل نال تون پار.

(117)

حُسن دي هَل هگام[3]، ساڈا هوش نیتا.

1. عشاقان نون حیرت هوئي، حسن دا ویک حشام[4].

2. صورت دي وچ ویک تون واضح، معنيٰ والڑي مام.

3. شاهہ منصور نون حُسن پلایا، وحدت والڑا جام.

4. اها صورت سر الاهي، چوڑ ہیا خطرا خام.

5. روز ازل کنون بیدل ہڏڑا، عشق والا احرام.



---

(1) دلبر نہ تہ مین مرویسان (م) (2) کیتي (م) (3) هنگام (م) (4) همام (ن)

(118)

کيا آکان کس[1] دي اڳون مين بينيازي يار دي،
آ ويکو حالت جو ڪجهہ حاجت نهين اظهار دي.

1. ڪل ڪيهي عامان نون يارو، عشق دي اوتار دي،
جوئي مئي پيوي خبر ڏيوي سوئي خُمار دي.

2. آۂ اچانڪ جنهون لڳڙي زخم اِهين تلوار دي،
ڳل ڪريسي رو رو آپي برهہ دي بيمار دي.

3. يار ڪيتي مين قران جيوين رسم قيريدار دي،
سڪ مينون مدهوش ڪيتا سُڌ ڳئي سنسار دي.

4. عشق دي محفل مين ناهي جاۓ ڪنهن هوشيار دي،
مست ڪو منصور جيها، ڪل لهي اسرار دي.

5. سالڪان نون سڌ نهين، تسبيح تي زنار دي،
ڪل شيۓ هو هو الله، ڪل سچي سچار دي.

6. جي طلب تينون هي بيدل دائمي ديدار دي،
هٿ ڪنون چوڙين نہ دامن حيدر ڪرار دي.

(119)

عشق لڳا سانون مايا مايا مايا.

1. عشق دا مهٺا وچ سيالين، چم اسان سر چايا چايا چايا.
2. عشق جوڳي دا ايوين اچانڪ، سر اسا ڏڙي آيا آيا آيا.
3. اهين سيلاني ساهہ ميڏي نون، ڏاڍا چيٽڪ لايا لايا لايا.
4. صورت والي ويس ۾ رانجهن، پيچ ساڏي نال پايا پايا پايا.
5. چاڪ سڏاوڻ ذات چپاوڻ، بيدل يار دا رايا رايا رايا.



(1) ڪنهن دي (م) (غ)

(120)

مين تہ بير اگڻ ٿيان، ٿيان ٿيان.

1. خويش قبيلا ڇوڙ ڪرا هڻ، پيش رانجهو دي پيان پيان.
2. بيوس لڳڙا عشق اساڏا، نال سيلاني سنئيان سنئيان.
3. برهہ ديان پڙڪن راتيان ڏيهان، تن من ساڏڙي بهيان بهيان.
4. ويسان هزاري نال پياري، جهنگ ڪنون مين ڳيان ڳيان.
5. بيدل ساڏڙي نال ازل دي، عشق ٽڪوران ليان ليان.

(121)

سهٽي اڳون ساڏي آزي، آزي، آزي.

1. روز ازل ڪنون روح اساڏا، رمز انهين وچ راضي، راضي راضي.
2. منصور جيهي ڪيئي گنؤ ڪيتي، غمزي يار دي غازي، غازي غازي.
3. راهہ انهين وچ ڪلندي ڪيلن، سالڪ سر دي بازي، بازي بازي.
4. عشق شرع دا ٿاهہ نہ ٿهندا، ڪيون ول پڇندئين قاضي، قاضي قاضي.
5. هو دي سر دا سمجهہ تو سهٽا، بيدل شوق مجازي، مجازي مجازي.

(122)

لڳيان لڳيان لڳيان، وو ديدان لڳيان.

1. سر يتيمان دي نين سپاهي، وانگ شهبازان وڳيان.
2. جوڳي دامين نون جادو لڳڙا، ڪڙم قبيلي تون ڀڳيان.
3. مائي بابل عشق چڙايا، تار تساڏڙي تڳيان.
4. تيڏي طعني ڏيون مينون، مل سياليان سڳيان.
5. بيدل نون هڻ اورڻ پئيان، تيڏيان ڳالهيان اڳيان.



# ڪافيون روپ بروه

(123)

آپنون غير نہ ڄاڻين، اپڻا سر سُڃاڻين.

1. صورت معنيٰ ذات صفت[1] مين، مين[2] ديان موجان ماڻين.
2. عبديت ڪنون مردان وانگن، اپڻا خيال اُڪاڻين.
3. مارِ دِرُوني غوطہ غازي، پريتُون آپ پَڇاڻين.
4. حال حقيقي ڪر تون حاصل، قرب نہ سمجھہ ڪهاڻين[3].
5. وحدت والي بات تي بيدل، ڪامل ويسھ آڻين.

(124)

عشق دي چوپڙ کيلن عاشق، سر سر بازي ليان[4]

1. پهلي داؤ دلين نون نيتا، بازي عشق[5] دي بيخود ڪيتا حال ڪنون مين ڳيان.
2. ڪيتي فوج حُسن هسواري، نينان دي گِهن دست ڪٽاري گهايل گھور دي ٿيان.
3. آندي جاندي تير چلاندي، سر عشاق نشان بڻانودي[6]، نين سپاهي سنئيان.
4. جلوا نور مقدس ذاتي، ظاهر ٿيا وچ پوش صفاتي، لاتس برھہ ديان پيان.
5. بيدل برھہ دا چوڪا مشرب، درد عشق وچ سادا مطلب پُڪي پرت دي پيان.



(1) صفات ۾ (م) (2) من (م) (3) وڪائين (هہ) (4) کيان (م) (5) برھہ دي (م)
(6) ڦير اوندي (م) بر آوندي (هہ)

(125)

سانون رات راتوڪي رانول، سر ايوين سمجهايا.

1. مين بيرنگ تُساڏي ڪيتي، صورت وچ سمايا.
2. مين تون هڪو وچ حقيقت، عشق دا پياسي رايا.
3. مين نون ڇهوڙ پڪڙ گِهن مينون، سالڪ جي تو سڏايا.
4. مشرب منصوري دي ٻاجهون، مطلب ڪس نہ پايا.
5. بيدل آپنون[1] جسم نہ چاٽين، سٽ هي وهم اجايا.

(126)

چشمان والڙي چال، سالڪ[2] سمجهن عشق جا ڪوڙيا.

1. آون چايون هٿ سروايون[3]، لَڙن يتيمان دي نال.
2. مزگان دي مارن تير تڪيري، ڪُوپي ڪرن قتال.
3. بازان وانگن جهٽ پٽ ٽوڙن، دوئي والا دوال.
4. نال نظر دي ديد بازان نون، بخشن قرب ڪمال.
5. بيدل ويک انهاندي مستي، هستي دا ڇوڙ خيال.



(1) اپنا (م) (2) عاشق (م) (3) واهيون (م)

(127)

رکندي خون کرڻ دا رايا، کرندي ساهہ گھنڻ[1] دا سعيا
چشمان کرڙي چال.

1. جي خوني خونريز سٽيجن، نيهن لڳا اُنهان نال.
2. ناوڪ ناز دا لڳڙا سانون، چُک ڳئي قيل مقال.
3. مدهوشي وچ ٿيا ناپيدا،[2] خودي والا خيال.
4. عشق شهباز ٽريندا[3] زوري، دوئي والا دوال.
5. بيدل نون ڏي برهہ گهٽيرا، سائين تون من سوال.

(128)

ٻاجهہ تيڏي مرجاونديان ڍوليا، طرف ساڏي مُڙ آوين

1. پلپل سانون ياد جو پونديان، تيڏي وسندي جائين.
2. اگڻ اساڏي يار مسافر، سگهڙا ڦيرا پاوين.
3. نال عشاقان راتيان ڏينهان، رمزان نيان نيان لاوين.
4. بيدل جيوين جوئي ڏهاڙا، ڳڻ انهاندا[4] ڳاوين.



(1) کيڻ (م) ڪُهڻ (غ) (2) هويا پيدا (غ) (3) توڙيندا (م) (غ) (4) هادي دا (م)

(129)

پهري ويسَ جلالي، يار ڪري لا وبالي.

1. اپني راز دا آپ[1] نہ قائل، ويک تون اُلٽي چالي.

2. تي ملواڻا نهين مڃيندا، سُهڻا عجب خيالي.

3. پهر قبائين ڦرندا سائين، سُرخ، سفيد تي ڪالي.

4. ڪيهي ڪيهي ويس ڪريندا، ڏيندا عجب ڏکالي.

5. بيدل آڻ تون اهو يقينا، تي خودي ڪنون خالي.

(130)

عشق الست بربڪم والا، خاصان نون ڪيتا خطاب.

1. بار[2] بلا سرچا انهان ڏتڙا، جرت نال جواب.

2. انهين ڏهاڙي دلڙي اساڏي، برھ ڪيتي بيتاب.

3. رانجهو دي رمز اتان من موهيا، اتان بنيا اسباب.

4. مين ماهي وچ ماهي مين وچ، هور نسي ڪو حجاب.

5. بيدل عشق دي مشرب اندر، نهين ڪو ڏوھ ثواب.



---

(1) آپ هي نہ قائل (م) (2) نار بلئ (م)

(131)

ساڏي طرف سينها پهتا هي اڄ سُهڻي يار وي.

1. آسون ديس تُساڏي جائي، صورت کر سينگار وي.
2. خلعت خاص حُسن دي پهري، آتِيسُون اظهار وي.
3. صورت وچ ڏکالي ڏيسون، تينون آءِ تکرار وي.
4. ناز دي ناوک خوب مَريسون، کرسون خون هزار وي.
5. کهنون آتش وچ سٽيسون، کهنون سر بردار وي.
6. ليليٰ نانو سڏا کسِ گِهنسُون، قيس دا صبر قرار وي.
7. بيدل ويک حُسن دي اولي، نور ساڏا نروار وي.

(132)

لا مڪانون ڪيون کر آئين هي[1] جگ تينون پانا.

1. ڪِتان تُساڏا چم چماندرِ ڪتان تُساڏا ٺانا.
2. اِس پنجري وچ ڪيوين ڦاتين، عرش تيڏا آشيانا.
3. مُلڪ اُتاهين پهچ نہ سگهدي، جتون تُساڏا آنا.
4. عشق گهتيا تينون وچ کشالي، ڪَيُئي نِيهن[2] نماڻا.
5. همت حال تيڏي نون ڪيا ٿيا، ويک مجاز دا ماڻا.
6. تون بيرنگ نيارا تينون، ڪيوين رنگ سيانا.
7. بيدل مطلب عشاقاندا، اپڻا آپ پڇاڻا.



(1) هر (م) (2) نين نماڻا (م)

(133)

وحدت دا رک خيال تہ تون ويکڻ ويکين.[1]

1. جان جان مطلق محو نہ ٿيوين، قرب نهين وچ قال
کثرت کُل طلسم نمونہ، سمجهن عام محال.
2. سهسين صورت وچ سمايا، شاهہ بيمثل مثال،[2]
دين کفر سڀ کيل اوهينديِ،[3] غير دا وهم وبال.
3. وحدت دي وچ شک دي يارو، ناهہ کا مول مجال،
ايک سروپ انيک آئينہ، ايکئي جوت جمال.
4. اور نهين کوئي باج اُسيدي، آکا سين پاتال،
رانجهو چاک سڏايا عشقون، آکي جهنگ سيال.
5. خلق الاشيا فهو عينها، رک تون سُرت سنڀال،
خيال همہ دي نال تون بيدل، قائم رهہ هر حال.

(134)

رک تون سُرت سُڃاڻ، تہ تون ماهر ٿيوين.

1. معنيٰ ۾ محبوب اسانون، کئي[4] هي بات بيان،
هي جگ سارا ظهور همارا، غير دا ڇوڙ گمان.
2. رنگ برنگي هکو ڄاڻين، لامکان مکان،
بي نشان دا جلوا ويکين، اولي نام نشان.
3. ڀُل نہ ٻي کنهن ڀول تون مولئي،[5] ويک کي جوڙ جهان،
ذات جلال جمال صفاتي، کفر تي ايمان.
4. خلعت خاص حُسن دي پهري، سير کري[6] سُلطان،
جوئي اندر سوئي ٻاهر، نور نهان عيان.
5. حال حلاج دا خيال سدا رک، وحدت دا ڏر ڏيان،
بيدل برهہ دي بات اهائي، اپنا آپ سُڃاڻ.

(1) ويکين ويکين (م) (2) بيمثل بيمثال (م) (3) کيل کيليندا (م) (4) کيهي (م) (5) هر گز (م)
(6) کر (م)

(135)

نيھن دي نڪتي سالڪ سمجھن ڪڏان نہ پُرجھي[1] اور.

1. الٽا[2] پيد سو برھي والا، سن سن عقل ٿيوي متوالا، ذھن رھي بي زور.

2. عارف عِلم ڳجھي دي عالم، وحدت والي صوفي سالم، ويندي ڪتابان ڇوڙ.

3. رند يگاني ڇوڙ ڪتابان، ويندي شوق دي راھ شتابان، دام دوئيدا ٽوڙ.

4. احديت دا علم پڙھيندي، دم منصوري مرد مريندي، ڀهندي تخت لھور.

5. بيدل ڇڏ تون خودي نون ڪاوين[3] تڏ تون مطلب[4] دل دا پاوين، وھم ڀيائي دا ڀوڙ.

(136)

عاشقان[5] دا نال مذاھب، آک سنئيان ڪيا لڳي لڳي.

1. مذھب دين دي باتين اوري، عاشق ويندي اڳي اڳي.

2. صوفي صاف وسن وحدت وچ، دين ڪفر تون پڳي پڳي.

3. دين ڪفر نون ڇوڙ پڇون تي، تار عشق دي تڳي تڳي.

4. عشاقاندي لَنو لَنو اندر، نوبت نيھن دي وڳي وڳي.

5. بيدل ٽوڙ موحد ٿيوين، ڀيائي والڙي تڳي تڳي.



---

(1) پُرجھن (م) (2) لٽاپيد (ن) (3) بيدل خيال خودي دا ڪاوين (م) (4) من دا (ن) (5) عشاقاندا (م)

(137)

رنگ ثبوت صفائي دا، آهي شعلا شمع الاهي دا

1. آدم بن کي زمين تي آيم، نوح اُتي طوفان چڙهايم،
کورهہ وچ خليل ستايم، پسي جلوا ذات ضيائي دا.

2. ڪڏان قاري آياتي وچ، ڪڏان وت رند خراباتي وچ،
هو حق هر سو اثباتي وچ، نانءُ سفيد سياهي دا.

3. ڪڏان قلزم وانگر جوشي، ڪڏان وت بيخود وچ مدهوشي،
ڪڏان حيرت سون هم آغوشي، ڪڏان احوال جدائي دا.

4. "انا احمد" رمز نهاني، "بلا ميم" احد عياني،
سبحاني ما اعظم شاني، شان شرافت شاهي دا.

5. قادر عشق ديان ڪر اثباتان، ڪهہ تون اناالحق واليان باتان،
جام وحدت پي ڏينهان راتيان، رک تون خيال خدائي دا.

(138)

صورت حق دي هي انسان، اسم جسم دا چوڙ گمانُ،

1. اپني شوقون يار سڏاوي، نالا هندو مسلمان.
2. حسن دي چڻڪ[1] پون جڏان چوهي[2]، موج ڪري ميندا مهريان.
3. شعلي انهين ڪون ويکو يارو، سولي تي چڙهندا سلطان.
4. شاهہ شرف سرمد جيهي سالڪ، حسن دي موج[3] ڪيتا حيران.
5. حُسن دي ڪيتي جٹيان پاوي، پير طريقت دا صنعان.
6. راهہ اُنهين وچ هوڪي واصل، ڪيتي عارف با عرفان.
7. حُسن دي سمجهہ حقيقت بيدل، صورت سارا سر سبحان.



(1) چيڻڪ (م) (2) چولي (ن) (3) فوج (ن)

